



# سورهہ سنڌي ادب

Soorih Sindhi Adab

جي لهوارو لوڪ وهي ، تون لوچو وهه لوهار

## صاحب خان ”سورهہ“ ميرائي


Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

# ديباچو

سنڌي ٻوليءَ جون ڪي رواجي لغتون يعني ڊڪشنريون اڳيئي لکيل آهن، پر قديم سنڌي ڪتابن جا مشڪل لفظ يا خاص معنيٰ وارا لفظ اُنهن ۾ نه آهن. جيتوڻيڪ شاھ جي رسالي ۽ ڪن ٻين قديم ڪتابن جي مشڪل لفظن جون معنائون ڌار ڇاپايل آهن؛ مگر اهڙي ڪا عام لغت ڪانهي، جنهن ۾ گهڻو ڪري سڀني قديم سنڌي ڪتابن وارا مشڪل لفظ ترتيب وار ڏنل هجن، جئين انگريزيءَ ۾ ڪلاسِڪل ڊڪشنري ٿيندي آهي. جڏهن هاڻي اهي قديم ڪتاب سڪولن جي مٿين درجن ۽ ڪاليجن ۾ مقرر ڪيا ويا آهن، تڏهن اهڙي عام لغت جو گهڻو ضرور هو، تنهنڪري ڪن دوستن جي صلاح سان مون اِهي ڪم ۾ هٿ وڌو ۽ اُنهن ڪتابن جا مشڪل ۽ خاص معنيٰ وارا لفظ گڏ ڪري الف بي وار لکيا آهن ۽ اُنهن جي مختصر معنيٰ ڏني اٿم. اُميد آهي ته اُنهن ڪتابن جي پڙهڻ وارن کي گهڻي مدد ملندي. معنيٰ ڏيندي جدا جدا ڪتابن جا نشان به ڏنا ويا آهن، جنهن مان خبر پوندي ته ڪو خاص لفظ ڪهڙي ڪتاب ۾ ڪٿي ۽ ڪهڙي معنيٰ سان ڪم آيو آهي. اِنهي ڪم لاءِ هيٺيان نشان يعني اکر ۽ انگ ڪم آيا آهن:-

**عربي** لفظ لاءِ شروع ۾ ع ۽ **فارسي** لاءِ ف آندي ويئي آهي.

(١) **شاھ جي رسالي** مان آيل لفظ تي ڪو به نشان ڪونهي؛ تنهنڪري جنهن لفظ تي ڪنهن به ڪتاب جو

نشان ڪونهي، سو سمجهڻ گهرجي تہ شاهہ جي رسالي جو آهي ۽ اُنهيءَ جو هڪڙو ئي انگن ڏيڻ سان ڏنو ويو آهي، جنهن مٿيون انگ سرجو آهي ۽ هيٺيون فصل يا داستان جو. اهي انگ يا نمبر ڇاپيل رسالن ۾ ڏنل آهن.

ٻين هيٺين قديم ڇاپيل ڪتابن ۾ بہ بيتن جو تعداد اڪثر ڏنل آهي:

(٢) **ديوان گل** جي لاءِ نشان (د) ڪم آيل آهي ۽ اُنهي ۾ مٿيون انگ غزل جو ۽ هيٺيون بيت جو آهي.

(٣) **شاهہ ڪريم جي رسالي** لاءِ (ڪ) نشان ڪم آيل آهي ۽ پنهنجي بيت جو نمبر ڏنل آهي.

(٤) **ابوالحسن جي سنڌيءَ** جو نشان (ح) آهي.

(٥) **عبدالرحيم جي سنڌيءَ** جو نشان (ع) آهي.

(٦) **مخدوم محمد هاشم** ٺٽئي جو نشان (هہ) آهي.

(٧) **بيان العارفين** عبدالصمد نورنگ پوٽي واري جو نشان (ب) آهي.

(٨) **مومل راڻي** حفيظ واري جو نشان (م) آهي.

(٩) **ثابتعلي شاهہ** جي مرثين جو نشان (ث) آهي. اُنهي جا بہ پاڱا ڇاپيل آهن، هرهڪ جو هڪڙو ڏنو ويو آهي.

(١٠) **ساميءَ جي سلوڪن** جو نشان (س) آهي. اُنهي جا بہ بہ پاڱا ڇاپيل آهن، هرهڪ جو هڪڙو ڏنو ويو آهي.

حيدرآباد سنڌ، ا جولاءِ ١٩٢٣ع **قليچ بيگ**

قلم تازو. ڪوشش ڪئي ويئي هئي تہ هن ڪتاب ۾ ڪاٿ چوڪ نہ ٿئي ۽ ڪو بہ غلطنامو نہ ہوي ۽ انهي ڪم لاءِ ٻھريان ہروف مون تي ڏنا ۽ ٻين ہروفن ڏسڻ ۽ ہي سنڀال ڪرڻ جي تڪليف مسٽر مولچند منگهومل واسواڻي، ائڪيڊميءَ جي براَنچن جي سپروائيزر، کي ڏني ويئي هئي. انهي صاحب اهڙي خبرداريءَ سان ڪم ڪيو، جو ڪنهن بہ چوڪ نڪرڻ جو امڪان ڪو نہ هو. انهيلاءِ هنجي شڪرگذاري ڪاجي ٿي؛ مگر افسوس آهي تہ انهي هوندي بہ ڪي ٿوريون چوڪون، خاص ڇاپي جون، رهجي ويون. تنهنڪان سواءِ پڇاڙيءَ ڏاري معلوم ٿيو تہ شاھ جي رسالي وارن لفظن ۾ ڪن سرن جا ڏالاءِ نشان غلط پئجي ويا هئا. اهو بہ مسٽر مولچند جي باريڪ بينيءَ جو نتيجو هو. تنهنڪري لاچار ڏو غلطنامو ڏيڻو پيو. اميد آهي تہ پڙهندڙ معاف ڪندا ۽ تڪليف وٺي ٻھرين اهي درستيون ڪري ڇڏيندا.

رسالي جي سرن جي نمبرن ۽ نالن جي يادداشت ڏار صفحي ٤ تي شامل ڪئي ويئي آهي تہ انهن لفظن ڳولي لهڻ ۾ سولائي ٿئي.

حيدرآباد سنڌ، ٨: آگسٽ ١٩٢٤ ]

قليچ بيگ

# شاهہ جي سرن ۽ فصلن جي ياداشت

| نمبر | سر | فصل | نمبر | سر | فصل |
|---|---|---|---|---|---|
| ١ | ڪلياڻ | ٣ | ١٩ | مومل راڻو | ٧ |
| ٢ | يمن ڪلياڻ | ٨ | ٢٠ | ڪاهوڙي | ٣ |
| ٣ | کنڀات | ٢ | ٢١ | رامڪلي | ٩ |
| ٤ | سريراڳ | ٦ | | " (ٽيہ اکري) | |
| ٥ | سامونڊي | ٣ | ٢٢ | رپ | ٢ |
| ٦ | سهڻي | ٩ | ٢٣ | ليلا چنيسر | ١ |
| | " (متفرق ابيات) | | ٢٤ | بلاول | ٤ |
| ٧ | سارنگ | ٤ | ٢٥ | ڏهر | ٤ |
| ٨ | ڪيڏارو | ٦ | ٢٦ | ڪاپاتي ۽ مت | ٢ |
| ٩ | سسئي آبري | ١١ | ٢٧ | پرڀاتي | ١ |
| | " (متفرق ابيات) | | ٢٨ | گهاتو | ١ |
| ١٠ | معذوري | ٧ | ٢٩ | شيخن ڪيڏارو | ١ |
| ١١ | ديسي | ٧ | ٣٠ | آسا | ٤ |
| ١٢ | ڪوهياري | ٦ | ٣١ | مارئي | ١١ |
| ١٣ | حسيني | ١٢ | ٣٢ | ڍول مارئي | ١ |
| ١٤ | سورٺ | ٤ | ٣٣ | ڌناسري | ٢ |
| ١٥ | هيراڳ هندي | ٣ | ٣٤ | پورب | ٢ |
| ١٦ | ابيات هندوي | ١ | ٣٥ | ڪاموڏ | ٢ |
| ١٧ | هير رانجهو | ١ | ٣٦ | ڪارايل | ٢ |
| ١٨ | هرو سنڌي | ٣ | ٣٧ | بسنت بهار | ١ |

# سنڌي

# لغات قديمي



## الف

آب - پاڻي، درياھ، سمنڊ ٤/١ ؛ آبرو، عزت (د ٣٦/٧)

آباداني - آبادي، وسڻ (ب)

آب خضر - آبحيات ١٦/١٠ (د ١٠/٦)

آتارڻ - ڏتارڻ (س ١)

آتر - پردو (س ٢)

آتش - ف باھ (ح ١٥٥)

آتشي - باھ جهڙو، ساڙيندڙ، خوفناڪ ٤/٥

آتم، آتما - روح (س ١)

آتڻ - زالن جي ويهي ڪتڻ جي جاءِ ٦/٢ ١١/٤ ٢٦/١ (م ١١٠)

آتَ - ساڙو، سيڪ، سوز گداز، ٻگهرڻ ٢٠/٣ ؛ حق، فرض (م ١٠٦)

آتجڻ - ڳرڻ، ملحوق ٿيڻ، گرڏ ٿيڻ ٢/٤

آتڻ - ٻگهرڻ، ڳرڻ، ٧٠، ٨٠، ٩/١٣ ١١/٦

آتي - حق جو طالب، خدا ۾ محو ٿيل ٢/٤ ٣٠/٤

آتڻ - آترائڻ، صاف ڪرڻ (د ٢٧/٢)

آثار - اثر، نشانيون ٨/١ ١٨/١ (ح ٥٦)

آپ - پاڻ ٢٦/١

آپاتو - ڏاڍيان ١٣/١٠

آپسرتيون - پاڻ جيڏيون ٩/٤

آجام - تيرن جو نشان (ث ١)

آجپڻ - آجو ڪرڻ، غلام کي آزادي ڏيڻ ١٢/٣

آجو - آزاد، واندو (د ١١٤/٢)

آجڪو - آڌو - سمر، پرسو، ڏڪ، پردو، پناھ ٧/٣ ١١/٢ ٢١/٥

آچار - مثال، نمونو، انصاف، نبيرو، فيصلو، ڪم ٣/٢ ٩/٥ ١٨/١ ٢٣/١ (م ٢٣) (ع)

آجام- آجام- هدف يا تير جو نشان ٢/٦

آچ- بخشش، سخا (د ٦٣/٣)

آچاري- نشان وارو، ڀارن وارو، ڪمن وارو ٢١/٣

آچاڙا- اشارا، نشانيون، لهريون، وهڪرا ٣/٣ ٣/٥

آچاڙو- جم جي گوڙي ٣٠/٣

آچمان- لپ، چرون (س ١)

آخروالعصر جو- قرآن جي ١٠٣ سور والعصر واري جو آخرين لفظ صبر آهي، تنهڪري معنيٰ صبر ١/٣

آخرالامر- نيٺ (ث ١)

آخوند- اُستاد، سيکاريندڙ ٣٧/١

آد- مُنڍ، آغاز، ازل (س ٢)

آدر- مان، آدرڀاءُ (د ٧٦/١)

آديس- جوڳين جو سلام، نياز، بندگي ٢١/٧

آديسي- جوڳي، فقير، زاهد ١٩/٣ ٢١/١ ٣٣/٣

آڏائون- ربيع ۽ خريف جي وچ وارو فصل (د ٥٢/٣)

آذر- آذار (د ٧٦/١٠)

آڏوتي- سنياسي فقير جوڳي (م ١٣٦)

آڏ- اٽڪ، روڪ، آڏو رکيل شيءِ، ڏنگائي (د ٥٩/٣ ٧٧/١)

آڏت- سانجهه صبح جو تارو ٣٦/١

آڏترچا- آڏترا چا- آڏا تيڏا، اُبتا سبتا، ڏنگا ونگا ١١/٦

آڏو- اڳيان، وچ تي ٣/٣ ٦/٨

آڏيڻ- مالش ڪرڻ، زور ڏيڻ (د ٧١/٣)

آر- آرو- آرا- ور، وٽ، گهيرو، وهڪرو، ڪُن، چڪر ٦/١-٣-٧-٨ (م ٢١- ١١٠) تڏ يا مڪڙي جا ڏانهون ڪندي آهي ٧/٢

رضا، شوق، خواهش، قرب، چاهه، آنگل- لاڏ ٢١/٣ ٢٦/٣ ٢٣/١ ٣٥ (م ٧١) (ث ١)

مدار، واسطو، پيار ٢٤/٣ ٢١/١٠ (د ٥٢/٣)

آراڙ- وطن، ويڙهه، وڻن جو گوڙ، مو جهنگ ٢١/٦

آرازي - آرازهي - آرزهہ جو فصل، ڏُڪ ٣١/٦

آرازهين - آرزهہ ۾، گرم موسم ۾ ٣٠/٣

آراکهہ - پاڻيءَ جي وهڪ، آر ٦/٦

آرامان - آرام ڪان ٢١/١

آران - آر ڪان، پاڻيءَ جي تکہ ڪان ٣٠/٤

آرائي - باغائي، گلن وکڻڻ وارو (د ٨٤/٥)

آرجا - عمر حياتي (س ١-٢)

آرڙ - آرڙهہ - اونهارو، ويڙهہ لڙائي ٨/٤

آرڙا - آرڏايون، مشڪل عُقدا (م ١٤٥)

آرڪڻين - نشانين ۾، علامتن ۾ ٣٥/١

آرڻ - قلعو، حلقو، حماو، ڪاهہ ٢٤/١ ٣٦/٢

آرو - آر - شوق، خواهش، طلب، پيار ٦/٣ ٣٠/٣

آروڙجڻ - هڪل ڪرڻ، ڪاوڙجڻ، هيبت ڏيکارڻ، گرم ٿيڻ ٢٤/١

آري - جام پنهون، پنهون ءَ جو پيءُ ٩/١ ١١/٤ (د ٨/١)

آرياڻي - اشراف زال، پاڪدامن زال، آري جام ٩/١

آريجہ يا آريجہ - پوٺو، بيابان، خشڪ زمين ٣٦/٢

آريجري - جاري، وهندڙ ٣١/٨

آريچو، آريچا - آريءَ جو اولاد ١١/٤

آڙڻ - اٽڪائڻ، آڙ ڏيڻ، وڇڻ وجهڻ يا آٽڻ، پيرا گولڻ، جاڻچڻ (د ٨٧/١) (ڪاڙؤن آڙڻ - نياز ڪرڻ، منت زاري ڪرڻ) ٢٣/١

آڙهہ - آڙاهہ، اوڙاهہ، ڪُن، سمنڊ، ٻاهہ جو مڇ، ڪُورو، مشڪل، ٽڪيا، گجها (د ٩٦/٥) (م ٨٧-١٤١)

آڙي - ڊنڊ جو هڪڙو مشهور پکي ٧/١

آڙيڪا- آڙون، پيچ، ڪُنڍيون ١٣/٧

آزار- بيماري، مرض (د ١٣٠/۴)

آزر- حضرت ابراهيم جو پيءُ يا چاچو جو ڪافر هو، ڪافر آتش پرست ٣٠/۴

آزرم- ف شرم، لڄ (ث ٢)

آزي- آزي نيازي- نياز منت، زاري ٣٦/۴ (د ١٧٣/١) (م ٦ ا)

آس- آسرو، اُميد، آسا (د ٧/۴ ٩۴/۴)

آسا بند- آرام، حب، هير، واسطو ٣٣/١

آسارو- آسرو آڌار (آساروس= سندس آسرو) ٦/٨ ٣١/٩ (ح ١٣٧ ا)

آسان- آس مان، اُميد مان ٢۴/٣

آسانبو- سانگو آنت، اُڪير ٦/١

آسانگو- آس، آسرو، اُميد ٢/٦ ٨/۴

آسائتي- آس واري، آس پيري، اُميد ڪندڙ ۵/١ ٧/١ ١٩/١

آسائو- آس يا اُميد وارو، آسائش ء سکر وارو، عرضدار ٢١/٧ ٢۴/٣ (ڪ ٧٨)

آستان- وٿاڻ، مڪان (م ٢ ۵)

آستين- پهراڻ جي پانهن (ث ا)

آسُر- آسرو، اميد ١/٣ ١٠/۵ ٢٣/١

آسڙ- پاٿاري، هنڌ بسترو، وهڪ، گهر رهڻ جي جاءِ ١١/١ ١٩/٩ ٢١/۵-١ ٣۵/١

آشتي- صلح ١٦/٠

آشڪار- پڌرو، ظاهر (ث ا)

آغاز- منڍ، شروع (انجام جو ضد) (د ١۴٦/۵) (ث ٢)

آڪاس- آسمان ٣٦/١

آڪاهر- آڪهر، ڪٽنب، ڪُڙم، قبيلو ١٣/۵

آڪرو- مهانگو، ڪمياب، گهٽو، زيادہ ٦/١ ١٩/۵ شوخ، ڪاوڙيل، گهٽي قدر قيمت وارو ١٩/٣ (د ١٢٨/۴)

آڪري- ڪاوڙيل

آڪرڙ يا آڪرڙ- آٽڙ، ترڪڙ، ڪرڙ ٦/٩ ٣٠/۴

آڪاڙ- سنڌي مهني جو نالو (د ٨٦/٤)

آڪڙڻ- (آڪڙڻ ڏسو)

آڪڙيا- آڪڙندڙ، منبا تنبا (آڪڙڻ مان) ٢٤/٤

آڪرڪرڻ- آڪڻ، چوڻ ٣١/٢

آڪڻ- چوڻ، ڳالهائڻ ٣/١ ١٤/٢

آڪون- اڪروٽ، هڪڙي قسم جو ميوو ١٩/٥

آڳر- وارو (م ٢٨)

آڳاهه- آڳاهي، واقفيت، معلوم ٦/٨٠١ ٢١/٣ (د ١٦٨/٧) (م ١٤١)

آڳم- مينهن جي موسم، ملار، جهڙ مينهن جو سعيو ٧/١ ١٨/٢ (د ٢٢/٢)

آڳمجڻ- آڳم ڪرڻ، جهڙ ڪرڻ ٧/٤

آڳمڻ- جهڙ ٿيڻ ٧/١ ٣٠/٢

آڳو- آغا، ڌڻي، خدا تعالايِ ١/١ ٢/٨ ٦/٨ ٢١/٤ (ح ١) (ث ١)

آڳهر- اڳواڻ، سؤنهون (ح ٥٩)

آڳپ- آڳٽ، ٻاهر ٢/٣ ١٢/٣ ١٩/٦ وارو، وجهه، آڳٽ، ڪتيل راند ٨/٥ (م ١٠٥) آڳو، آڳهر، اڳهو، آسرو، مهندار ٢٣/١ ٢٤/٣

آڳانڀجو- اڳي، وڏيڪ (ح ١٤٦)

آڳانڍڻ- جوڙڻ، ٺاهڻ، آڏڻ ٢٤/٢

آڳانڍو- ٻچائيندڙ، دلاسو ڏيندڙ، سنڀاليندڙ، هم صحبت ٩/١٢ وندر، آسرو، پناهه، ٻچاءُ ١١/٣ ١٩/٩

آڳانهن- آڳاهه، آڳاهي، واقفيت، معلوم ٦/٨٠١ ٢١/٣

آڳاهو، آڳاهي- اڳي ويندڙ، هڪڙي ذات، شهر جو نالو ٢٤/١

آڳاهون، آڳاهين- آڳاهون، اڳتي، پري ٩/٣ ١٣/١٢٠١١٠٦

آ ڳنڍ ڄڙ - ڇهاڙ، روڪ ڄڙ
اٽڪڙ، بند ٿيڻ، قابو
ڪرڻ، بند ڪرڻ ٦/٨ ١١/٢ ٣١/٨

آ ڳر - اڳر سُرهو ڳاهه ٣/٢

آ ڳڙيو - آڳپ يا باهه وارو
لوهار، ڪٽ لاهيندڙ
صيقلگر ٢/٣

آ ڳو - آڳپ، آ ڳيل، اڳتي،
پاڙ، ڦڻ پير ٦/٨

آ ڳهر - آڳو مهندار، سونهون،
هادي ٦/٩٠١ ٢١/٢

آ ڳي واريون - اڳتي ويندڙ ٦/٨

آ ڳيئون - باهيون (جمع آڳپ
جو) ١٩/٦

آل - ع اولاد (ح ٣٠) (ث ا)

آلاپ - آواز ٢٥/٣

آلادي - عليحدگي، نرالي،
نيارپ (س ا)

آلائش - ڪدورت، ميل،
گندگي، پليدي، ڪس
يا ڪٽ ٢١/٩

آلڙٺ - سمنڊ جي وير جو
لهڻ چڙهڻ (د ١٥٥/٢)

آل عبا - اهلبيت، سادات
(ث ا)

آل عمران - عمران جو اولاد،
قرآن جي ٽيئين سورة جو نالو ٣١/٢

آل نبي - نبيءَ جو اولاد،
اهلبيت ٨/٣

آلود يا آلودو - ميل سان
ڀريل، لٿڙيل، ڳڙيل،
ماپيل ٨/٥ ٩/٣ ٢١/٩

آلوڙا - ڳهڻ، جهوٽا،
پنڪيون ١٣/١

آم - آمهان، سامهان (د ٣٩/٣)

آما - (فارسي آمر) اذب
١٣/١٠ ١٩/٩ ٣٢/١

آنَ - بيمائي، هٺ (س ا)

آن يا آنهر - اوهان ٦/٣ ١٣/١١
(د ٩٨/٣) (ح)

آنهر - اوهان وٽ، اوهان
ڏي ١٣/١١

آنت - چڪ، انتظار، فڪر
(د ١٦/٣ ٩٣/٢)

آنڇر، آنڇڙ - شڪست
جهلڻ، مات ٿيڻ (د ٥٢/١)

آنڊ پانڊ - ڪنڌي ڪنارو (س ٢)

آنُورا - هڪ آملي ڪڪڙي قسم جو وڻ (م ٩٢)

آنهري - آرسي، آئينو ٣٠/٤

آنهن - ڪوهه جي حوضي جانورن کي پاڻي پيارڻ لاءِ ٣١/٨؛ هئڻ، هستي (نانهن جو ضد)؛ هائو (نه جو ضد)

آنهيؤن - اوهان کان ٦/٩

آڻ - بند، ميڙتا، فرمانبرداري (د ٨٦/٦ ١١٧/٤)

آوارو - سرگشتو، ڀٽڪيل، آس پاس ويل، بيابان پٽ ١٣/٣

آوُنگُه - ڏاکر جو ڇڳيو سٽ، سامان، وکر ٥/٣

آوڻ - اچڻ (سرائڪي) ٣٤/٢؛ آوڻ جاوڻ = اچڻ وڃڻ ٣٤/١

آوطيان - ايندڙون ٣٢/١

آهه - آس، آسرو، اميد ٥/٣؛ آهي ٩/٦

آهت، آهت عادت، هر روز ڏسڻ ١١/١

آهرالاهر - الله آهي خدا جي ڀروسي (م ٤٤)

آهر يا آهار - آهرو گاهه کائڻ جو ٣/١؛ آهار، آڌار، آسرو ٤/٣ ٦/٧ ٣١/٧

آهُڙو - ڏکيو، مشڪل، کهرو، زوراور ١١/٦

آهوڙو - آهوڙيندڙ، گوليندڙ، ڀُڇائيندڙ (م ٢٩)

آهيرو - آکيرو، مڪان، پکين جي وهڻ جي جاءِ ١٨/١ ٣٠/٣

آهيڙي - شڪاري، شڪار ڪندڙ، کهندڙ، جهڙو ١٠/١ ١٩/٣

آءِ - اهنڪار، خودي، مئي، پاڻ ٢/٥ ٩/١١ ٢١/٤ ٣٠/١

آءِ - اڇ بلوچيون نشتگان - (بلوچڪي) آءِ بلوچن جي اڇ آهيان هتي وٺي آهيان ١١/٧

آءُ ڪاٺو ڪرڻ - گهٽي ڪرڻ، فڪرمند ٿيڻ ١٤/٤

آڙم ڳاءِ - نکي اچ ۽ سوال ڪرنکي ڳاءِ ١٤/٤

آئڙڙ - وڙڙ، پسند اچڻ ٣/٢

آئينو - آرسي ٦/٧

آيت - قرآن جو جملو يا سٽ، نشاني ٦/٩

آيل - امان، ماءُ، جيجل ٥/١ ٦/٩ (ث ا)

آب - آبو، بابو، پيءُ ٢١/٧

آباڻا - پيءُ جا ماٽت، عزيز خويش، ماٽت مٽ ١/٢

ابت - اُبتا، اوندا، مخالف ٤/٣

ابتدا - شروع، منڍ (انتها جو ضد) ٣٠/١ (د ١٤٧/٣)

اُبنو يا اُبينو - بينو، قائم رهيو (اُبهڻ مان) ٣/٢ ٢١/١٠ (ب)

ابجد - الف بي جو حساب، اکرن جو ملهه (د ١٢٧/٤)

ابر - سڱي سمجهڻ جي (عربي) ٣١/٦

آبر - ڪڪر، بادل (فارسي) ٧/١ ١٨/٢ ٣١/٩ (م ٣٨) (ث ا)

ابرار - ع نيڪ ماڻهو، صالح (ث ٢)

ابهڙ - باقي بچڻ (ب)

ابرام - ع عرض، التماس، زاري، نيزاري (ث ٢)

ابڙو - جام ابڙو يا سمون، ڪڙي ذات ٢٤/١

ابله - بيعقل، نادان (فارسي) ١٦/٢

ابليس - شيطان ٣٠/٤

آبناسي - ناس ۾ ٽيڻ واري (س ا)

ابوبڪرصديق - پهريون خليفو حضرت جن جو (د ١٣٧/٤) (ح ٥٣)

ابهڻ - بچڻ، آمن ۾ رهڻ ٢/٢ ١٣/٣ ٣٠/٤؛ بيهڻ (ماضي اُبنو) ٣/٢ ٢١/١٠

اُبينو - بيٺو (د ١٦٧/٤) (ب)

اُپاپ - اُب، ٻاڦ، گرمساهه اندر جو (د ١٣/٥) اُب - ٻاڦ (د ١٥/٢)

اُپالانجڻ - اُب ۾ ڪاڙهو ٽيڻ، ڏونهانجڻ، ٻڦانجي وڃڻ ١٩/٢٠١

اپاٽڙ - منجهڻ، ٻوساٽجڻ، گهٽجڻ (م ٣٢)

آپاجهو، آپاجهي - بيرحم، ري پاجهه يا مهرباني $\frac{10}{4}$

آپارو، اوپارو - خوشبوء، هبڪار جو آپارڻ، آپامڻ (د $\frac{121}{2}$)

آپاڪڙو - آپوڪڙو، ڇنو، واڱکو آهستو $\frac{11}{2}$

آپاهر - اپهرائي، تڪڙ (م ٤٢)

آپڏي - اڻ پڏي، اڻ پڏل ڳالهه، سواءِ پڏ يا سمجهه جي، سواءِ پڏڻ جي $\frac{20}{3}$

آپجهه - آپوجهه، پورڙو (س ا) (ب)

اپڪار - آواز، آهه، دانهن، فرياد $\frac{10}{7}$

اپنگ - اچنگ، اچانڪ، اوچتو $\frac{2}{6}$

آپ، آپون - ٻاڦون، دونهي جهڙا ڪڪر $\frac{7}{2}$

آپوهيا - اڻ وندڻيل (س ٢)

آپهرو - تڪڙو $\frac{11}{2}$

آپ، اپ - آسمان $\frac{2}{5}$ (د $\frac{5}{3}$ $\frac{20}{2}$) (ح ٩) (هه)

اپاس - جو پاسڻ يا ڏسڻ مر ... اهي (س ٢)

آپاڳ - نياڳ (د $\frac{66}{2}$ $\frac{140}{1}$) (ح ٣٩)

آپاڳو، آپاڳيو، آپاڳي - نياڳو، خراب، بد بخت، ندورو $\frac{2}{5}$ $\frac{4}{5}$ $\frac{9}{4}$ (ح ١١٠) (هه)

آپيت - پيت ڏاران، بي دستور، اجائي $\frac{26}{1}$

آپت سبت - ڏکر سکر، رنجهه راحت، آپت سبت (د $\frac{46}{3}$)

آپريون سپريون - ڏيريون ۽ ٿلهيون $\frac{7}{2}$

آپسرا - آپ ستوان، آسمان سان برابر، اپي سرسان متو مٿي ڪري $\frac{21}{10}$

آپڪڙا - پيرن جي هب تي پيتل ۽ ڪڙي مٿي، آپي پير تي پيتل تر آواز نرتڻي $\frac{11}{2}$

آپڻ، آپيڙ - پيهڻ $\frac{1}{2}$ $\frac{2}{8}$ $\frac{20}{1}$ (د $\frac{93}{6}$) (ح ٣٢) (ب)

آپو - پينو $\frac{2}{4}$

آپي - پيٺي، ڪڙي $\frac{1}{2}$

أيبارڙ - بيهارڻ ١٣/١٠

أيبڪ - بيني بين ملڻ ملهل پٽ جي گڏ‌ٿي ڪرڻ ٢١/٩ (ع) (ب)

ايبندي - بيهندي ٣٠/٢

أيبڻ أيبهڻ (ماضي - أيبو بيهڻ (ح ٧) (ب)

أيبوا - جنهن جو روپ رنگ نہ جاڻي سگهجي (س ٢)

أتُ - أنت، اندر جو حال، خبر، حقيقت، نهايت ١/٢ گهڻو گهڻا ٦/٩ ٢٣/١ ٢٧/١ ٣١/١١٠٧

أتاب - بيتاب، أجايل، بي آرام (ث ا)

أتارڻ - لاهڻ، وڍڻ (د ١٠٠/٣ ١٣٣/٤)

أتارو - ابڻ تارو، تري نہ جاڻندڙ ٣/٥

أتاڪو - حيران، عاجز، پريشان (ح ١١٢) (ب)

أتانِ - هُن تي، هُنانجي هنان ٢/٢

أتانگهر - نہ تانگهو، أونهو، أيڪبرو ٦/٩

أتائون، أتائين - جيائون، جيائين (أتڻ مان) ١/١ ١/٢

أتائي - أستاد گوئڻو قابل ١٤/٢

أتر - أتر جو واءُ ٤/٣ ٧/٢

أتر پرشن - سوال جواب (س ٢)

أتر ڏيسان آوڻيان ڏکڻ سانوڻيان - أتر جي پاسي کان ايندڙيون آهن ۽ ڏکڻ ڏي سانوڻ جهڙي خوشي سان ٣٢/١

أترڻ - لهڻ ١٠/٦ ٣٤/١

أتامي - تماميت، پورائي (ث ا)

أتڻ - جوڻ ١/١ ١/٣ ١١/٢ ١٣/١١ (م ٢٤) (س ا-٢) (ع)

أتور - أتورو - بي وڙو، بي گُڻو، نالائق ١/٢ ٢٥/١ بيمثل، أڻ لڀ، نمار جگو ١٣/٣ أڻ ميو، بيحساب ٣/٥ ٥/٥

أتيمت - مسڪين، نياڳي (م ا) آڳم، نمارو (س ٢)

اڙاهہ - بيحد، بيشمار (س ١)

اُتل - رايو، دل جو ميل، آره ١/٥

اُتي - آهي (د ٦/٦)

اُتياڪ - اُتيل، اُتندڙ ٩/١٣

اُٽ - ڳاهہ جا پٽ يا لاهہ، ٻاڙون (د ٣٠/٤)

آتپتي - اڙانگي (س ٢)

اُتل - اُتل، زيادتي، زياده وزن ١٤/١

اُتل - آرٽس بهادر (ث ١)

اُتنگيو - تنگيل، ڦاٽل، اُتليو، لاڙو ڪيو ٢٨/١

اُٽائڻ - ڪٽڻ، ٽڪو هلڻ، ڪڙو ڪرڻ، جلد ڪٽي هلڻ، اُتارڻ ٣/٤ ٦/١

اٿائهہ، اڌائهون - اٿاويهہ، اٿاويهون (ب) (د ٨/٤ ٣٠/١ ١٣٥/٤) (م ٨٩) (ث ٢)

اُٽ پير - قاصد، ٽڪو هلندڙ ٢٣/١

اُٿن، هٿن وٽ ولو ٧/١ (وسط مان ولو يا اُلو)

اٿو - ولو، آباد ٿيو (م ٩٢)

اُٿو - ڪريل، خراب (د ٨٣/٤)

اثبات - ثابت جاگڻ، سچ، اقرار، بقا (نفي جو ضد) ٣٠/٤ (ب) (د ١٠/٢ ٣١/٤ ٧٨/٦ ٨٦/٧ ١١٣/٤)

اَثر - ع نشاني، نتيجو (د ١١٧/٣)

اُهار - اُهي، گهٽو ٥/٣

اهاريا - اُهار، گهٽا، نہ واندا، ڪم فرصت ٣١/٨

اُهاڙڻ - اُپڙائڻ، اُتارڻ، جاڙهڻ (د ٣١/١)

اُپتر - اُپتار - ذڪر مذڪور، چُريل ڳالهہ (م ٦٢)

اُپنڻ - پنڻ ڪولڻ (ماضي - اُپنيو) ٢/٤ ٥/٤ (ح ١٣١-٥٧) (ب)

اُهچر - پري (م ١٤)

اپرت - جدا، ڌار، سواءِ، تياڳي تارڪ (س ١-٢)

اپرس - نيارو (س ٢)

اُهڙڻ - مٿي چڙهڻ، ٻاهر نڪرڻ ٣/٤ ٥/٤ ٽڪو هلڻ (د ١١٢/٤) وڪر وڌائڻ يا ڪٽڻ ٩/٨ ١٣/٣

اپنگر- اپرو، ضعيف، هڪڙو ساز ۲/۶

آپٽي- هو پنهنجي (م ١٤١)

آپهڪان- اوچتو، اتفاقاً (ح ۸۹)

آقر- قُرٽي يا خيال کان سواءِ (س ١)

اجارڻ، اوجارڻ- سدارڻ، صفا يا روشن ڪرڻ ۲/۵ (د ۱۰۰/۵) (ح ۴۹)

اُجاڙ- سڃ، ويرانو ۱۳/۲

اجتهاد- جهد، ڪوشش (ث ١)

اجبو- جو جيڻ يا ياد ڪرڻ م نه اچي سگهي (س ١)

اجر- نه سڙڻ يا پڏڻ جوگو (س ١)

اُجرڻ- سدارڻ، صفا ٿيڻ، جمڪڻ ۲۴/۲ (ث ١)

اُجرو- اڇو، صاف ۳۰/۴

اجلال- وڏائي، تجمل (ث ١)

آجور- مشڪلاتون ۲۴/۱

اُجوُرو- اُجر، ثواب، انعام، عيوضو ۳۴/۱

آجورو- بي زورو، اڻ چڱو، ضعيف، غريب ۲۴/۱ ۳۵/۱

اجوڙو- اڻ جوڙ، نالائق، خراب ۲۴/۱

اجزاي لا- نيستي جا جزا يا پاڳا ۱۶/۷

اَجل- موت، ڪُنهي ۱/۱ ۱۴/۲

اجاس- ع ويهو، وهڻ ۱۲/۱

آجنبي- ڌاريون، پرديسي، غير واقف (ث ٢)

آجيت- جنهنکي کو جيتي نه سگهي (س ١)

اُچڻ- اُڻيل شيءِ، ڪپڙو ۲۶/۱

اُجهڻ- گهمڻ، ڦرڻ، لڇڻ، گاجڻ، هلڻ، سڄهڻ، نڪرڻ، ظاهر ڪرڻ ۳۰/۲ ۲۱/۴ ۲۶/۱ ۲۷/۱ وٺڻ ۱۹/۱ (د ۲۲/۲ ڪ ۲۳/۱۱)

اجها- گول، ڏور، دوءِ ۹/۹

اجهاگب- جهاگڻ کان پاهر، بيحد ۶/۹ ۳۳/۱

اجهاٽو- وساٽو، ٿڌو، عشق جي باهه کان سواءِ ۴/۴

اَجهل - اڻ جهل، نہ جهلڻ يا روڪڻ جهڙو ٦/٩

اُجهڻ - وجهڻ، گهمڻ، ڏورڻ، گولڻ، نهارڻ، سمجهڻ ٢/٥ ٣/٨ ١/١٨ ١/٣٠

اُجهامڻ، عاجز ٿيڻ، گهٽ ٿيڻ، رلڻ، ٿڪجڻ ١٤/١

اَجهو - گهر، رهڻ جي جاءِ ٩/٥

اَجهور - ڪُن، گرداب ٦/٧

اَجهوڪو - آيرو، ضعيف ٣١/٧ (د ٤٢/١)

اُجهي پُجهي - جاڻي ٻجهي سمجهي پرجهي، ڏوري ٢/٢

اَچاٽ - ڏنگائي (س ا)

اَچاهہ - بنا چاهہ يا خواهش (س ا)

اَچِت - خيال کان آجو (س ا)

اَچرڻ - جوڙڻ، ہولڻ (س ٢)

اَچل - نہ چرندڙ، محڪم (س ا)

اَچنگہ - اوچتو ٤/٦

اَچ - درياهہ، لس، ليٽ، چاچِڙ ٦/٧

اَچاهہ - اي اچو، اي اچا پکيو يا هنڌجو ٣٦/١

اچائي - تعريف، ساراهہ، نالو ناموس، صفائي، سُتُ، پاڪدامني ٣١/١١

اُچٽو - اوجل، صفا (س ا)

اُچرڻ - ڪاهڻ ٦/١

اُچل - تڪڙ شتابي ٢/٩

اُچنگارون - رئڻ جون دانهون ٣١/١

اَچ - آچا (د ٥٠/١)

احاطو - حد، چوگردي پٽ، آسرو، پناهہ ٣٠/٣

احتراز - ع گوشو ڪرڻ، پاسو، گوشہ نشيني (د ٩٠/٥)

احترام - ع حرمت، عزت (ث ا)

احتشام - حشمت، دٻدٻو (ث ا)

احتلام - ٽڙهوڻ (ح ٩٨)

احتياط - اگهہ جي سنڀال، خبرداري (ڪ ١٠٣) (ح ١١٧-٤٥)

احد - هڪڙو، واحد، خدا تعاليٰ ١/١ ٢/٥ ٣٠/٣ (د ٣٤/٦)

احداً ليس ڪمثلي - هڪڙوئي هڪڙو، جو مون جهڙو ٻيو ڪونهي ١٦/٠٠

اِحرام - ع حج جا ڪپڙا (ح ١٢٥)

اَحزاب - قرآن جي ٣٣ سور - معنيٰ جماعتون ٣١/١٠

اَحقاف - قرآن جي ٤٦ سور - معنيٰ مٽيءَ جا ڍير يا ناس ٿيل شهر ٣١/١٠

احمال - امڪان، شڪ (ع)

احمد - حضرت محمد جو نالو توريت ۾ (د ٣٤/٦ ٦٢/٤)

احمد بلا ميم - ميم کان سواءِ احمد يعني احد (د ٦٥/٧)

اخبار - خبر چار (م ٣٥)

اخبث - خبيث، خراب، ڇڙا (ث ا)

احمر - ع ڳاڙهو (د ٢٥/٨)

اختصار - ع مختصر ڪرڻ (ب)

اختيارين - سندن اختيارتي، اختيار ڪن (اختيارڻ مان) ٢١/١

اخفاءِ - دل جي سٽن لطيفن مان هڪ ٻونيون ياسٽون (د ٦٢/٣)

اِخلاص - سچائي، نيڪ نيتي، سچي دوستي ١٨/٣ ٤/٩ قرآن جي سور - قل هو الله (ث ا)

اخلاق - عادت، خصلت، خُلق (د ١٣٧/٦)

اخير - پڇاڙي، پوئين (ح ٨٨)

ادا - موڪلائي (س ٢)

اُداس - غمگيني، ملولائي، نراس (س ا) (د ٩٤/١)

ادا ڪرڻ - پچا آڻڻ، پڙهڻ (د ١٦٧/١)

ادب - حجاب، خطرو ١٨/٣

اُدني - جنهن دولي نرهاڻي (س ٢)

اِدغام - ٻن حرفن يا اعرابن جو پاڻ ۾ گڏجي هڪ آواز ٿيڻ ١/٦

ادورابڙن - دانهون، فرياد ون، ڪارون ٥/٣

ادورو - ڏڏورو، ٻياگو ١١/٤

ادوڙها، ادوڙنها - اڏما، جوش ٢١/١

ادءِ ٽيرڙ - ايرڙ (س ٢)

ادئيت - جنهن ٻڏوئي يا ٻيائي نه هجي (س ١)

اديب - ادب سيکاريندڙ ١٦/١٠

اڌار - جوتڪو (س ٢)

اڌارڙ - اڌارو ونڙ ٢٨/١

اڌامڙ، اڌمڙ - اڌما ڌيڙ، أيامڙ، سور جو أيرڙ يا ٻيدا ٽيڙ، وڌڙ ٣/١ ٦/٥ ٩/٥ ١١/٤ ١٣/٦ اڌامڙ، ٻچڙ ٦/٥

اڌاهر - اڌ، ٻر، آڌ ٦/٦

اڌٻت - عجب جهڙو، گهجهو (س ١)

اڌر - لاچار، ٻي واهه، رئي آڌار، رئي اچهي ٩/٤

اڌڪاري - لائق (س ١)

اڌ لگيون - اڌ ٻوريل (اکيون) ٢١/٤

اڌما ڌيڙ - سور جو اوجتو أيرڙ ١٣/٦

اڌمڙ - اڌما ڌيڙ، آڌامڙ، أيامڙ ٣/١ ٣٤/٣ ٣٠/٤ ٣٧/١

اڌو - وڌيل، وڌوٿيل (ث ١)

آڌوتي - آڙ ڌوتل، ميري، ناپاڪ، پليد ٦/١٠

آڌورو، اڌوڙو - اڌوگابرو، ٻراڙو، اڙ ٻورو، ٻي لذتو ١١/٤ اڌ ڏيءُ اڌ ٻکر ٣٠/٤

آڌين - تابعدار، وس (س ٢)

آڌ - اجهو، آڌاوت، پناهه (د ٧٦/١)

آڌت - آڌت، ساجهر (جنهن مان آڌتوار يا آرتوار) ٣/١

آڌول - نه اڌ ندڙ (س ١-٢)

اڌُو، اڌُ - اڌُر، اڌام ٣٦/١

آڌي - ڪاٺ جو ٽڪر جنهن تي گوشت يا ساڳي وڍيندا آهن ١/١ ٢/٤ ٣٥/١

اڌيار - ٻاسوڪندڙ ٢/٥

اڊڪڙ - اڊڪو يا ڊبو ڪيرڙ، ڊبو مرڪڙو تيرڙ ٣٩/٤

اڊڪو- ڊٻ، الکوءُ ٢٩/١

اڊ- اصل نسل، ذاتي گڻ، طبيعت ( د ٦٩/٥ )

اِذا جاءِ- قرآن جي ١١٠ سور جا پهريان لفظ ٣١/١٠

اِذازلزلة- قرآن جي ٩٩ سور جا پهريان لفظ ٣١/١٠

آرا- ڪِلا ٢٩/١

اِرادت- ارادو، خواهش، مرضي ١٣/٨

اِرادو- خواهش، اعتقاد، نيت، دل جو ميل ٦/٩ خدا جي مرضي، لکيو، تقدير، قسمت ١١/٤ ١٢/٤

آرانيو، آرانيي- ٻاهر جو مچ ١٧/٠

آراڻ- مقابلو، اڻ ٻڻت، اڻ وڻت ٣٦/١

اربيلي- البيلي، بي پرواه ( م ٢ )

ارتو- رت جهڙو گاڙهو، رت جهڙو ٻاڻي، رت ١٩/٢ ٢١/٣

ارت- اشارو، مضمون، مطلب، ڳالهه ٣/٤ ٣/٤ (س ا)

اِرتِ- گهرءُ ٣/٤

ارت- ائٺ، جرحو ڪٽڻ جوءُ ٣/٤

اِرْث- ميراث، ورثو، مُٺي جي مالڪيت ١٤/٣ (ث ٢)

أرجهڻ- منجهڻ (س ا-٢)

ارداس- عرض، سوال ٣٠/١

ارداسڻ- عرض ڪرڻ، منت ڪرڻ ٣١/١١

ارڏائي- ناز نخرو ( م ٥٣ )

آرڏو- ڪرڙو، زور وارو ( م ٨ )

آرزان - سهانگو، گهٽو ( ب ) ٧/٣٠١

أرسونگا - منهن جا أره ( ڍنڪي ) ٣٢/١

ارض و سموات- زمين ۽ آسمان ( ث ا )

ارمچر- مٺو ڪڙو ٣١/٧

اِرڪ- نوڻ ( ح ٣٥ )

أرڪ سرڪ- ٻاڻي يا کير مٺي منهن ڪري وات هاري ڀرڻ ٣/٤

آرکر - بيزار، بيوفا، نا پرهيزگار، نرڪندڙ، پري، گر ٢/٥ ٤/٤ ٩/٩ ٢١/٩.٣.٢ ٣٠/٤

ارگ، آلگ - پري، ڏار، بيزار ٢١/١

ارم - ارم جو لباس، بهشتي پوشاڪ، حورن جا ڪپڙا ١٩/٦

ارمق - ريشمي ڪپڙي جو قسم ٣١/٧

اروٺ - ڪچو، خام، غير واقف، ري محبت ٢/٩ خشڪي، سڪلائي، بي آبي ٣٤/١

اروڄي - اريڄي، خشڪ، سڪل ٩/٩

اروڙي - دئيت، پيائي (س ٢)

اروڳ - روڳ يا وڪار کان آجو (س ١)

ارهر ارسونگا - جاتيون ٻني سبب جهڙا ٢١/١

ارهندو - نرهندو، حرام جو (د ١٣٤/٤)

آرهو - رنج، ناراض (ح ١١٤)

آريڄ - پٽو، بيابان، خشڪ زمين ٣٦/٣

آريڄري - بي ريڄ، ٿرماڪ، ريگستان ٣١/٨

آڙ، آڙون - جهلو، روڪ، اٽڪ بند ٨/٩ ٢٩/١ (د ٢٩/٤ ٨٩/١)

آڙانگر - اڙانگي، ڏکي ٣٤/١

آڙانگو، آڙانگي، آڙانگا - مشڪل، ڏکيو ٥/٤ ٦/٣ ٦/٩ زور سان، رنج سان ٣١/١ (د ١٢٨/٤)

اُڙدا بيگيون - حرمسرا جون پهري واريون زالون ١٤/١

آڙڪ - اٽڪ، عقدو، صلاح، منسا ٢٧/١

آڙٽ - اٽڪٽ، ڦاسٽ

آڙي - اٽڪي (آڙٽ اڙجڻ مان) ٣/١ ٣٥/٣ اٽڪ، مشڪلات ٣/٥

ازار - سٽرٽ يا اندرين چادر (ح ٦٣)

ازل - اصل، شروعات ١/١ (د ٣٤٤/١)

ازلي - آزل يا دنيا جي شروع کان وٺي (د ١٥٦/٣)

ازوري - بي زوري، بي واهي ١١/٣

اژدهام - گوڙ، انبوه، گڙٻڙ (ث ا)

أسات - أڇ، سوزش، سڪ، شوق ٦/٣

آسان آسارو - غافل، اويسلو بي طاقت، ري سار، ري سڌ، ري ٻڌ ٢/٥ ٣/٣ ٣/٥-٣ ١٢/١ ٢١/٣ (ح ٣٩-٩٨) (ث ا-٢)

است - ڪوڙو (س ا)

استخوان - هڏو (فارسي) ٣٤/١

استدراج - جادو، سحر (ع)

استغفار - توبهه، توبهه جو ڪلمو (ح ١٤٣)

استفتا - فتوىٰ پڇڻ (ع)

استقامت - مضبوطائي (ب)

استنبول - قسطنطنيہ جو شهر ٧

استنجا - ع وضو، پاڪائي (ح ١١٦)

أسڦت - واڪاڻ (س ا)

اسڦر - نيمهہ، قائم (س ا)

اسد الله - خدا جو شينهن، حضرت عليؑ جو لقب ٢٤/٣

اسرار - ڳجهہ ٨/٣

اسراف - اجايو خرچ (ح ١٦)

أسرڻ - مٿان اچڻ، أڏامڻ، جرڪڻ، ڪڙو ٿيڻ ٣/٣ ٩/١٢ ٢٩/١

أسهڻ، روانو ٿيڻ، وڃڻ، هلڻ (م ١٤٧) (ث ا) (ب)

أسرير - سرير کان سواءِ، نرآڪار (س ا)

اُسڪر - بيداري، اوجاڳو، بيخوابي، بي آرامي ٢١/٨٠٧ (س ا-٢)

اسگاهہ - ڳجهو، اڻاهہ، بيحد (س ا)

اسگهتي - سُرڪي، جُڪو (س ٢)

اسلام - مسلماني، خدا کي تسليم ڪرڻ ٢٠/٣

اسلم - ٤ هٿيار (م ١١)

اسم - اسم ذاتي، خدا جو خاص نالو 31/7

اسم اعظم - خدا جو وڏو نالو ۽ گهڻي اثر وارو 2/5

أس - گرمي (س ا)

اسو - ڪڪڙي قسم جو وڻ (م 92)

اسؤر - آس، اڏ رات کان پوءِ 3/201 21/3 24/4 31/11

آسونهو، آسونهي - اڻ سونهو، غير واقف 4/1 9/8 (د 50/1)

سهڻ - وجڻ، روانو ٿيڻ، تيار ٿيڻ 2/8 (ج 19)

اسڙو - بيعقل (ڪ 98)

اسير - ع قيدي، قيد ياٺي، بند ياٺي 31/4 (ث ا)

اسي ڪي - أنهيءَ جي (هندستاني) 23/2

اسين ۽ آءٌ - اهنڪار، مني خودي، انانيت، خود بني 30/4

اشارت، اشارتون - اشارا، ڪنايا، نشانيون 9/11 21/5 (ب)

اشتياق - شوق، سڪ (د 124/9)

اشراق - سجھ أيرڻ جو وقت (ح 144) (ب)

اشڪبار - ھنجون هاريندڙ (ث ا)

آشهد - شهادت جو ڪلمو - اشهد ان لا اله الا الله واشهد ان محمد عبده ورسوله، يعني آءٌ شاهدي ٿو ڏيان ته خدا هڪڙوئي آهي ۽ محمد سندس ٻانهو ۽ رسول آهي 30/1 شهد آگر (د 161/4)

آصح - زياده صحيح (ح 47-79)

اصل - بنياد، نسل، ذات (د 168/7)

آصلاً - اصل کان، ڏر کان، ازل کان 8/4

اصغر - ننڍو، ننڍو جهاد يا جنگ ڪافرسان 24/3

اصيل - اصل ۽ نسل وارو 9/8 ٻٽائتو، سردار، بادشاه 11/1 12/5 14/4

اطاعت - ع بندگي، تابعداري، فرمانبرداري (د 168/4)

اطفال - ٻار ٻچا، ننڍا ٻار (ث ا)

اطهار - پاڪ شخص (ث ا)

أظلام - ظلم، زبردستي ١١/٤

آظلم سخت، ظالم (ث ا)

أعدا - ع دشمن (ث ٢)

إعانت - ع مددگاري (ح ١١٢)

آعراب - زبر زير پيش، حرف يا نشانيون ٦/١

إعتراضي - اعتراض جهڙو نا مناسب (ث ا)

آعرابي - عرب ماڻهو، جهنگلي ماڻهو عرب جا ٣١/١٠

آعراف - قرآن جي ٧ سور جو نالو ٣١/١٠

اعزاز - ع عزت (ا ث)

اعلام - ع جاڻائڻ، علم ڏيڻ، پڌرو ڪرڻ (د ١٢٦/٤) (ح ١٦٣) (ب)

أعلىٰ - وڏو، مٿانهون ١/١ ٣١/١

آغيار - ع جمع غير جو، ٻار جو صد، ڌاريان، ٻيا (د ١١/٢ ٧٩/٥)

أف - ڏکرء ارمان جو لفظ (ح ٩٣)

افتخار - فخر (ث ا)

افتراق - فراق، جدائي (ث ا)

افزود - زياده (فارسي) ٢١/٩

آفسر - چٽ (ث ا)

إفطار - ع روزکولڻ يا چوڙڻ (ث ا) (ح ١٥٠)

افضل الذکر - سڀ کان ڀلو ذکر (د ١٦٨/٤)

آفعي - ع نانگ، سَبُّ (د ١٧/٦)

افغان - ف دانهن، ڪوڪ (ث ا)

افواج - فوجون (ث ا)

أفيون - ع آفيم، آمل (د ٣٠/٤)

إقتدا - پيشوائي، مهنداري (ب)

اقتضا - ضرورت، گهرج، خواهش (ث ا)

اقدس - مقدس، پاڪ (ث ٢)

آقربا - قريب، ويجها مائٽ (ث ا)

آکابر - وڏا، هشيار (م ١٠٩)

آڪاج - آڪاج، نڪمي، ڪنهن ڪم ڪاج جي نه $\frac{9}{12}$ $\frac{31}{11}$ ( ب )

اڪارڻ - لنگهائڻ، پار نيڻ، چاڙهڻ $\frac{2}{3}$ $\frac{4}{1}$ $\frac{18}{2}$

اِڪارهن - يارهن ( ب )

اُڪاس - شوق، اشتياق، سڪ ( د $\frac{94}{2}$ )

آڪال - ڪال ڪان ٻچيل ( س ا )

آڪبر - وڏو، وڏو جهاد يا ديني جنگ $\frac{24}{3}$ ( د $\frac{38}{2}$ )

اڪت - نرڪتڻ يا جوڙ جهڙو ( س ا )

اڪثر - ڪثرت، گهڻائي $\frac{2}{5}$

اُڪرڻ، اُڪار - پار لنگهي وڃڻ ( د $\frac{128}{2}$ ) ( ح ١١٠٣٦ )

اڪمل - ڪامل ( ش ٢ )

اُڪنڊ - سڪ، اُڪير $\frac{6}{1001}$ $\frac{12}{10}$

اڪنديو - اُڪندي - آسروندو، سڪندڙ، اُڪيروارو $\frac{2}{1}$ $\frac{5}{1}$

اُڪهر - نر ڪهڻ يا جوڙ جهڙو ( س ا )

آڪيچار - بيشمار، گهڻا ( م ٩٢ )

اُڪير - سڪ، سڪ، خوشي $\frac{4}{1}$

اُڪيرڻ - سنيالڻ، سڪڻ، اُڪير ڪرڻ، ياد ڪرڻ $\frac{6}{5}$ $\frac{25}{4}$

اُڪيل - اُڪلاءِ، جلدي $\frac{36}{1}$

آڪا - آن وغيره جو درياهه جا پوچارا درياهه ۾ وجهندا آهن، آڪو $\frac{5}{1}$

اُڪتيؤن - نڪتيؤن، لنگهيون ( اُڪڙڻ مان ) $\frac{6}{8}$ $\frac{7}{1}$

آڪت - خواري، بدنامي، عيب، گلا، بدسگڻي $\frac{11}{3}$

آڪت - اُگهت، اُگهاڙ، پڌر، ظاهري $\frac{11}{6}$

اُڪت - اڻ ڪت، بيشمار، گهڻا $\frac{28}{6}$

اڪر - سبب، رستو $\frac{2}{4}$

اُڪڙڻ - نڪرڻ، ڏرو ٿيڻ، ڌار ٿيڻ $\frac{26}{1}$

أکنڊ- نرپاڇڻ جهڙو، سمجهوئي سمجهو (س ا)

أکوڙڻ- کيڏڻ، پٽڻ، ڦٽائڻ، جدا ڪرڻ ٢/١ ١٢/١ (د ٤٧/٢) (م ١٢٨ا)

أکيا- اکين کي پڌڻ جا کوپا ٣/٤

أکيون کيڏڻ- ڪاوڙجڻ، سخت تابش ڪرڻ سمجھ جي ٧/٢

اگاڌ- بيحد (س ا)

أگر- اگرهتي، واس، ڌوپ، خوشبودار ساڙڻ جي دوا ٣/٥ ١٩/٢

أگلو- عيبدار، ميرو، گندو، گدلو ٢٢/١ ٢٣/١ ٢٦/١ (د ٧٥/١)

أگلائي- گدلائي، ميرائي، بدي، عيب ١٩/٣

اگن- آگ، باھ (هندي) ١٥/١

اگوچر- جو ظاهر ڏسڻ ۾ نہ اچي (س ا)

اگوندرو- گوندر يا غم لاهيندڙ، غمنان، خوش ڪندڙ، گهٽو ٧/١ ٣١/١١

اگوني گون- عجيب قسم جو نيارو ٢٥/٣

آڳاٺجهو- آڳاٺو، اڳيرو، واڌو، ڏکيو، سخت، مشڪل ٩/١ ١٣/٢

آڳانهن- اڳيان، پري ٣١/٨

اڳاهون، آڳاهين- اڳتي، اڳيرو، اوري، اوريان ١٣/١٢٠١١٠٦ (ب)

أڳرڊائي- بيت پيريل، نياڳيي، مٺي ٣١/٩

أڳرائي- زيادتي، پيشدستي ٢/٩

أڳرو- گهٽو، واڌو، بهتر ١١/٣ ١٣/٣ (ح ٦٨) (ب) اڳي ١/٢

أڳليون- اڳيون، پيون زالون، اڳليون، عيبدار ٢٣/١ ٢٢/١ ٢٦/١

اڳوارڻ- پيشوا، مهندار ١١/٦

أگهاڙ- اوگهڙ ڪپڙي جو نر هڻڻ ٢٦/١

آگهائڻ- عرض قبول ڪرڻ ٤/١

آگهائي - بيماري، رنج، درد، ڏکر ½

اگهر- نرآکار، بي روپو (س ا)

آگهڻ- قبول پوڻ، پسند اچڻ ½ ¾ (م ١٢٢)

آگهور- اوُنهو پاڻي، کُن، کوُهه ٢٨/١

آگهورو- ڏکيو، مشڪل، اڙانگو (د ١٣٦/٦)

آڳ- آڱڙا- انگڙا- عضوا، بت جا پاڱا ١٨/٢ ٢٤/٩ (د ١١٨/٤ ١٤٣/٤ ١٥١/٤)

آل- ويڪ، عيب ٥/٣

آلاپ - نقصان (س ا)

الا، اِلا الله - ڪامي جو اثباتي پاڱو يعني فقط الله ½ ٢١/٣ (ڪ ٨٤)

آلان- شعلا باهه جا ٢/٢

الانسان سرّي وانا سرّه- حديث قدسي- يعني انسان منهنجو ڳجهه آهي ۽ آءٌ سندس ڳجهه آهيان ١٣/١ ٢٧/١ ٢٠/١

الله علي كل شيءٍ قدير- قرآن مان- يعني خدا سڀ شيءِ تي قدرت وارو آهي (م ٧٤)

الله الصمد- قرآن مان - يعني خدا بي پرواهه ۽ بي نياز آهي ٥/٣

الله لطيف بعباده- قرآن مان- يعني خدا تعاليٰ پنهنجن ٻانهن تي مهربان آهي ٢١/١٠

الله نور السموت والارض- قرآن مان- يعني الله آسمانن ۽ زمين جي روشنائي ۽ نور آهي ٥/٥

الله وكيل الغافلين- خدا غفلت وارن جو وڪيل آهي- عربي قول ٦/٦

الله ولي الذين آمنوا يخرجهم من الظلمات الي النور- قرآن مان- يعني خدا ايمان وارن جو دوست آهي ۽ انهن کي اوندهه مان ڪڍي سوجهري ۾ ٿو آڻي يعني هدايت ٿو ڪري ٢١/٥

آلائڻ - ڳالهائڻ جوڙڻ (ث ٢)

الائڻ - اولائڻ - خالي ڪرڻ، لاهي ڇڏڻ ٢٦/١

الايمان بين الخوف والرّجا - حديث - يعني ايمان خوف ۽ اُميد جي وچ آهي ٢١/١

اُلاڻو - لاهي ڇڏيو، خالي ڪيو (اُلائڻ مان) ١٣/١٢

اولاڻو لولي ٩/١٢-١٣

آلپ، آليا - اڻ لپ، ڪمياب (د ٨/١ ٣٠/٣ ٨٠/٥)

آلتائب من الذّنب ڪمن لاذنب له - حديث - يعني گناهہ کان توبهہ ڪندڙ اهڙو آهي جهڙو جڻ تہ اُهو جنهن گناهہ ئي نہ ڪيو ٤/٢

التجا - عرض احوال ڪرڻ، منت آزي ڪرڻ (د ٣٦/٣)

التحيات لله والصلواة والطيبات .... - نماز ۾ ويهي پڙهڻ جو ياڙهو ١٥/١

المنفلت - ع ميل، لاڙو (ب)

اُلنڊڻ - ڳجهو رکڻ يا لڪائڻ، سانڍڻ يا سانڍڻ جو ضد (آلنديم = لڪايم) ٣٠/٣ (س ١)

اُلنڊڻ - اوندو ٿي ڪرڻ، اچي ليٽڻ ٢/٣

الٽي - اُبتي، برعڪس ١/٣

اڙانگي، جهان ڪان ٻي ۽ طرح (س ١)

آلحب لله والبغض لله - حديث - يعني دوستي بہ خدا ڪارڻ گهرجي ۽ دشمني بہ خدا ڪارڻ ٢١/١

الحمد - الحمد لله - يعني شڪرانو خدا جو، خدا جي تعريف ١٤/٣

آلدنيا جيفةٌ وطالبها ڪلابٌ - حديث - يعني دنيا ڍونڍ آهي ۽ اُنهيءَ جا گهرندڙ ڪتا آهن ٤/١

آلذين آمنوا وكانوا يتقون- قرآن مان- يعني أهي جن ايمان آندو آهي ۽ جي پرهيزگار آهن يا ۽ چند ڙ آهن $\frac{٣٠}{٤}$

آلذين كفروا- قرآن مان- يعني اهي جن كفر كيو $\frac{٣١}{١٠}$

ألرحمن علي العرش استوي- قرآن مان- يعني خدا تعالي تخت تي قائم ٿي ويٺو (د $\frac{٣٤}{٢}$)

آلڙ- اڻجاڻ، بيعقل، ڀورڙو، ڪچو، جت $\frac{٢}{٨}$ غير واقف، نا آزمودگار $\frac{١٨}{١}$

الساٽا- آلسي، سست (س ٢)

الست- يعني الست بربكم قالوا بلي يعني خدا جو سوال روحن کان ته آءٌ اوهانجو رب ناهيان ڇا؟ هنن جيو ته هائو- قرآن مان- $\frac{١}{٤}$ $\frac{٥}{٦}$ $\frac{٦}{٦}$ $\frac{١٩}{٣}$ $\frac{٢١}{٩}$ $\frac{٣١}{٨}$ (د $\frac{٦١}{٤}$ $\frac{٦٣}{٢}$)

آلسفر قطعة من السقر يا من النار- حديث- يعني سفر باهر يا دوزخ جو ٽکر آهي $\frac{١١}{٢}$

السلام عليك ايها النبي- يعني اي نبي، توتي سلام هجي- نماز ۾ پڙهبو آهي $\frac{١٤}{١}$

آلعطش- ع أج، أج جي پڪار (ث ا)

العشق حجاب بين العاشق والمعشوق- عربي قول- يعني عشق عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ حجاب يا پردو آهي $\frac{٩}{٥}$

العشق نار الله اذا وقع- عربي قول- يعني عشق جڏهين ظاهر ٿئي ٿو، تڏهين خدا جي باهر آهي $\frac{٢١}{١٠}$

العشق نار الله الموقدة- پونيون پاڳو قرآن مان- يعني عشق خدا جي ساڙيندڙ باهر آهي $\frac{٩}{٥}$

العشق نار يحرق ما سوي المحبوب- عربي قول

يعني عشق باهه آهي، جا
محبوب کان سواءِ ٻيو
سڀ ڪجهه ساڙيو ڇڏي
٩/٥ ٢١/١

الغياث- فرياد، پڪار (ث ا)

الف- پهريون اکر، الله
٢/٥ ٢١/٥ ٣٠/٤ ٣٤/٨ (د ٣٠/٣)

الفت- دل جو ميل يا لاڙو
(د ١٦٦/٢) محبت، دوستي ٢١/٩

الفراق اشدّ من الموت- حديث-
جدائي موت کان زياده
سخت آهي ٩/٥

الکون- اکين جون پاڪون،
ڇپر (س ٢)

الم- اڻ اکر، جنهن جي
لکا يا سڌ نه پوي، بي انتها،
بيحچون، بيچگون، يعني
خدا ٢/٥ ٢١/٩-٣-٢ ٣٥/١ (س ا)
(د ٣١/٣) بيحد، گهڻا
(ج ١٠٩)

الم- الف لام ميم- قرآن
جي پهرين سور جو پهريون
لفظ (د ١٥٣/١)

الماس- هيرو، وڏو جو
اوزار، تراز، وحدت ١٩/٣ ٢١/٦

الست- مست، مستانو،
ديوانو (د ٧/٧)

النار نصيب العاشقين- عربي
قول- يعني باهه عاشقن جي
قسمت ۾ آهي ٢١/١

النوم آخّ الموت- حديث-
يعني ننڊ موت جو ڀاءُ
آهي ٢١/١

الو، الا- باهه جو شعلو (د ٤/٣)

الوداع- موڪلاڻي، خدا
حافظ ١٤/١ (ث ا)

الولو- اُٺن، مناجهيل (س ٢)

الوڙڻ- اُکوڙڻ ٥/٢ (ب)

الوڻي- لوڻ کان سواءِ، ڦڪي
(س ا)

الوڻي- ننڊ، ڀنڪي، گهر ١٢/١

الوهيت- خدائي، خدائيائي،
وحدت ٦/٧ خدا، خدا جي
ذات، الله تيرڻ ٢١/٥

الهارڻ- اٿارڻ (ب)

الهام - خدا جي طرفان دل ۾ وڌل ڳالهه ( د ١٣٦/٣ ) (ب)

آلهت - پٽ ( د ٦٦/٦ )

الهڻ - الهڻ ( اُلٽي = لٽي ) ١٣/١ ( ح ٤ ) (ب) (ماضي - اُلٽو)

اليپ - سيڪان نيارو (س ا)

الير - اُليل - سست، ٽپ، چال، ڳٽتي ١١/٤ ١٢/٦ ٢١/٧ (م ٥٧)

آليڪر - جو چاڻڻ کان ٻاهر هجي ( س ا )

اليوم سيروا - عربي - اڄ سير ڪري ولو يا ڏسو ١٢/١

آماتو - بي مٽو، بيعقل، اندو اوندو ٦/٧

امارو - چڪ، ڪاڍو، ڪام ٥/٣ ( م ٣٢-٤٤ )

امازو - سانباهو، تياري، ڪام ( م ٣٢ ) ٥/٣ ١٣/١

ايرڻ يا نڪرڻ جو وقت، چمڪات، اوير ٣/١

امام الانام - ماڻهن جو پيشوا يا مهندار ( ث ٢ )

امان - مهمان ٦/٨

آمانو - بي مانو، بي آبرو، ڏکيو، ڏهيرو (ضد - سمانو) ٤/١ ١٢/٣ ٣١/١١

امارَڻ - اُماڻڻ جي جاءِ، روانگي، قبر تائين پهچائڻ ٩/٥ امانت ٣١/١٣ ( اماڻڻ مان )

اُماڻڻ - پهچائڻ ٦/٦

اُمّت - خلق، مخلوقات، تابعدار، پيروي ڪندڙ ١٨/٣ ٣٧/١

امتياز - ع تميز، پسندي (د ٩/٤)

آمجد - ع سڳورو، وڏو (ث ا)

امداد - ع مدد، واهر (ث ا)

امر - خدا جو حڪم، فرمان، تقدير ٢/٨ ١١/١ (د ٧٣/٣) ڪم، ڳالهه، طرح (د ٨٧/٦ ١٢٤/١ )

امري - گدامڙي ( م ٩٢)

امڙ - امان، جيجل ٦/٩ ٩/٤

آمل - ع اُميد، مراد، خواهش ( ث ا )

آمُل - املهه ماڻڪ، بي بها موتي، موتي ۲/۵ ۴/۴ (د ۵۱/۵)

آمن - خيال کان سواءِ (س ا)

آموت - اَڻ موت، نہ هنڊڻ وارو ۸/۶

آمول - اَڻ ملهه (س ۲)

آميري - پاءُ، پاند، چادر، اجرڪ، ڪنڌار جو ڪپڙو ۲/۸ ۱۲/۶

آميو - اَڻ ميو، ماپڻ کان ٻاهر، گهڻو ۱۳/۶ ۱۹/۳

اميس - بندگي، سيوا، هندو ڪو نالو خدا جو ۲۱/۶

آمين - امانت وارو، سچي ۱۴/۱

آنا احمد بلا ميم - حديث - يعني آءٌ احمد آهيان ميم کان سواءِ يعني احد يا خدا آهيان ۱۴/۱ (س ا)

أنا الحق - منصور جي بولي تہ آءٌ خدا آهيان (د ۳۵/۴)

آناپو - ناپو، نياوفر جو ٻج ۳۵/۱

آنار - ڏاڙهون (م ۹۲)

آناڙي - نادان، جٽ (م ۸۳)

اِنّا فتحنا لڪ - قرآن مان - يعني تحقيق اسان توکي فتح ڏني ۳۱/۱۰

آنان - مست، سمجهہ کان ٻاهر ۲۱/۹

اِنّ الله وترٌ يحبّ الوتر - حديث يعني تحقيق خدا چڙهو يا هڪ آهي ۽ هڪڙائي يا اڪي هنکي پسند آهي ۲۱/۵ ۲۷/۱ ۳۰/۱

اِنّ الله هو الرّزاق - قرآن مان - يعني تحقيق خدا تعالىٰ ڏو رزق پهچائيندڙ آهي ۲۱/۱۰

اِنّ الله يحبّ المحسنين - قرآن مان - يعني تحقيق الله تعالىٰ نيڪي يا احسان ڪندڙ کي دوست تو رکي ۲۱/۱۰

اِنّ الله يغفر الذنوب جميعا - قرآن مان - يعني تحقيق الله تعالىٰ سڀ گناهہ معاف ڪري ٿو ۱۲/۳

انّ الذين آمنوا وعملوا الصالحات -
قرآن مان - يعني تحقيق
جيڪي ايمان ٿا آڻين ۽
چڱا ڪم ڪن ٿا (تنکي
بهشت ۾ جاءِ ملندي) ٢١/١٠

انّ الذين فتنوا المومنين -
قرآن مان - يعني تحقيق
اُهي مومنن جي آزمائش
وٺن ٿا ٢١/١٠

انّ الذين يخشون ربّهم با
لغيب لهم مغفرة - قرآن مان -
يعني تحقيق جي پنهنجي
رب کان ڊڄن ٿا تنهنجي
لاءِ بخشش آهي ٢١/١٠

انا عبد - حديث يا عربي قول -
يعني آءٌ ٻانهو آهيان ٣٠/١

انا مولاڪ و انت محبوبي -
حديث قدسي - يعني آءٌ
تنهنجو ڌڻي آهيان ۽ تون
منهنجو محبوب آهين ١/١

ان اوليائي تحت قبائي لا يعر
فهم غيري - حديث - يعني
تحقيق منهنجا اولياءِ يا
دوست منهنجي قبا جي
هيٺ لڪل آهن، مون
کان سواءِ ٻيو اُنهن کي
ڪونه سڃاڻي ٿو ٣٠/٤

اَنائڻ - مڃڻ، قبول ڪرڻ،
اَگهائڻ ١٣/١

اَنبر - اُڀ، آسمان (س ا)

اَنبوُر - لهار جو ڪٽرو اوزار
ڪلين جڪي ڪڍڻ لاءِ ١٩/٣

آنبيا - قرآن جي ٢١ سوُر
جو نالو ٢١/١٠

آنيئي - جاڻ، اندر (س ا)

آنت - خبر، ڳجهه، حقيقت،
ماهيت، نهايت، پڇاڙي
ترو ١/٢ ٢/٩ (د ١٣٧/٥) (س ٢)

آنتر - اندر، اندريون (هندي)
١٥/١ (س ا)

انتقام - ع ويرونڻ، بدلو وٺڻ،
ٻاڙو جهاڙو (ث ا)

اِنتها - پڇاڙي، آخر نهايت
٣٠/١ (ابتدا جو ضد) (د ٦٢/٧)

انجام- پڇاڙي (آغار جو ضد) (د ١٣٦/٥) (ث ٢)

آنجن- سرمو (هندي) ١٥/١ (س ٢)

اِنجيل- حضرت عيسىٰ تي نازل ٿيل ڪتاب (د ٥٧/٢ ١٦٥/٢)

اِنجا- مرضي (س ا)

اندارو- اٽڪل، جٿائڻ، نظر جمائڻ (د ١٣١/٣)

آندام- عضوا، بت ٦/٣ (د ٦٠/٢ ١٣٣/٥) (ج ٣٠)

اِندريون، آنداريون- لوھ جون ڪڙيون، ڪانيءَ جو گھيپ ٢٢/٢

آندڪ- ف ٿورو (ث ا)

آندوھ- غم، ڏک، فڪر، ڳڻتي، انتظار (فارسي) ١/٢ ٦/٧ ٢١/٢ ٣٣/١ (د ٧٠/٢ ١٧٠/٣) (ث ٢)

آندوھيانِ- اوندھ اُنھنکي، ڏکر انھنکي ٢١/٢

آنديشو- ف فڪر، ڳڻتي، ڏپ ٣/٢

آنذار- انذارو، اونداهي (ث ا)

آنڌي- ڪنڌي، ڪنارو ٦/١

اِنرا- نيا ڳا، بيمار ١١/٢ (ضد سنري جو) (د ٥٩/٣)

اُنراگر- پيار، محبت (س ٢)

اُنڙ- مڪڙي ذات، جام جو نالو ٢٣/١

اِنزال- ع مني جو نڪرڻ، جماع (ج ١١٦)

انصار- ع يار، دوست، مددگار (ث ا)

انشق القمر- قرآن مان- يعني چنڊ ڦاٽو ۽ قيامت ٿي (د ٢٥/٧)

انعامي- انعام جو لائق، معاف، قابل ٢٣/٢ ٣٥/١

انفال- قرآن جي ٢١ سورجو نالو ٣١/١٠

آنگ- قسمت، نصيب، لکيو، لوح محفوظ، سرنوشت ٢/٢ ٦/٨ (د ١٣٣/١ ١٥٦/٣) بت، جسم، بدن، عضوو، ١/٢ ٣/٢

$\frac{٥}{١}$ $\frac{١٨}{٢}$ $\frac{١٩}{١}$ $\frac{٢٣}{٩}$ $\frac{٣٠}{٣}$ $\frac{٣١}{١١}$ (ح ٩٩)
وڻ جي ٽاري، ڏنگر، نشانِ، داغ، ڏنبِ، $\frac{٥}{١}$ $\frac{٣}{٢}$ ڇِٽ، ڪڪرن جا ليڪا ۽ شڪليون $\frac{٧}{١}$

انگاس - عَلَم، جهنڊو امامن جو (هر)

آنگرکو - ڊگهو کهِين وارو ڪُڙتو (د $\frac{٦٠}{٥}$)

آنگڙا - انگ، عضوا، بت جا ياڱا $\frac{١٨}{٢}$ $\frac{٢٣}{٩}$ (ب) (ح ٧-٨)

آنگڙيارو - انگڙي ۾ اٽڪيل، ڏکويل، وڏيل، ڦاتل، بدن، جسم، عضون واري شي $\frac{٩}{١٣}$ $\frac{١٣}{٩}$

انگن چاڙهيو انگ - سُورين تي بدن چاڙهي $\frac{٩}{٧}$

آنگڻ - انگ يا جت ڪڍڻ، رنگ ڏيڻ، نشان ڪڍڻ $\frac{٧}{١}$ $\frac{١٨}{٢}$

آنگور آنگوريون - وڻن جا گونچ ۽ ٽاريون، گل $\frac{٢٢}{١}$ $\frac{٢٧}{١}$

آنگون - سُوريون، ڦاسيون $\frac{٢}{٧}$ $\frac{٩}{٧}$

آنگون پائڻ - ڦاڙڻ، چير وجهڻ $\frac{٥}{٢}$

آنگيلي - انگل ڪرڻ واري، ناز واري (م ٢)

آنل - جو نظر ۾ نه اچي (س ٢)

آنل - آسمان ۾ رهندڙ پکي (س ١)

آنُمان - آنومان، گمان (س ١)

إنّما يوفي الصابرُون أجرهم - قرآن مان - يعني تحقيق صبر ڪندڙن کي اجريا انعام ملندو $\frac{٢١}{١٠}$

إنّ مع العسر يسرا - قرآن مان - يعني تحقيق ڏکن سان گڏ سک آهن $\frac{٣١}{١}$

إنّني ابصرت في النوم الرسول - في بديه المثنوي وهو يقول - (شعر) يعني تحقيق مون ننڊ ۾ حضرت رسول کي ڏٺو ته سندن هٿ ۾

مثنوي جو ڪتاب هو ۽
همَن ٿي جيائون ١٦/١٠

انواع - گهڻا قسم، طرحين
طرحين ٢/١

آنوپ - عجيب، لاثاني
(س ٢)

انور - زياده يا گهڻو روشن
(د ٢٤/٦ ٥٧/٥)

آنهد - هميشه هڪ جهڙو (س ا)

أنيراءِ - راجا جو نالو جنهن
راءِ ڏياچ جو سر وڍايو هو
٢٤/٢ ١٤/٢

انيس - ع هم نشين، سنگتي،
صحبتي (ث ا)

آڻاس، آڻاسو - بي نڪو،
بي ننگو، بيشرم، بيعقل
١٢/١ ١٩/٨ ٢٥/٣ (س ا)

اُڻ تڻ - هڻ تڻ، انتظار، ڳڻتي،
فڪر ١١/٢ ٢٠/١ (م ٥٦)

آڻ توڻيو - ڏوڻ يا سمر ڪان
سواءِ ٢٤/٣

آڻڪي - نه ڪيل ٢/٨

آڻڪو - ڪاچو، ضعيف،
نه مضبوط ٦/٨

آڻي - نوڪ، چهنب، منهن
٤/٣ (د ٥٩/٣) (م ٧٠) نڪ
جي چوٽي، خود مطلب
٢٤/٣ آسرو، آڌار (س ا)

آوات - ڪُوات، اُبتو رستو،
گمراهي ١٢/٦

اواچ - جيڪي چوڻ ۾ نه اچي
سگهي (س ا)

آواڙ - اجائي، بيهودي،
نڪمي ١٠/٧

آوائي - توائي، بيفائدو،
خراب وائيءَ وارو، جنهن
ڳالهائڻ جي فضيلت نه
هجي ٢/٨ ٩/٨ ١٨/١ نادانيءَ،
بيعقلي ١١/٢

اوٻار - اوٻر، ٻاقي ٻچيل (ب)

اوٻارڻ - آلو ڪرڻ، ٻچائڻ،
ٻچائڻ (ح ٤٦) (ب)

اوٻاهڙ - ٻچائڻ ٤/٤ اوٻارڻ،
ٻڌاڪرڻ ٣٧/١ (ح ٥-٦-١٤٣)

اوپارا- اُپارا، خوشبو، هبڪار ٦/٥

اوپار- اوپارو، وهڪري جي ابتڙ ٦/٥

اوپارو- اُپرڻ، اُپرڻ جو وارو يا ڏينهن ٣/١

اوپالو- عتاب، ڏوراپو ١٢/١ ٣١/٨ (ح ٣٥) (ب)

اوپر- جاڙهو ٦/٣

اوپڙ- وڻ، ٻوٽو (ب)

اوت- پلت، محبت جي زيادتي، گهٽائي، پاٽڻ جي ليٽ ا (اوتڻ مان) ١٣/٧ (ح ٤٦)

وتارو- گهر جاءِ ٧/٣ (ث ا)

اوت اوت- جام، گهڻو، مڙُو (د ٢٣/٣)

اوت هوت- اندر ٻاهر (س ا)

وتڙون ڏيڻ- اوتجڻ، زور سان لڳڻ ٢١/٢

وتڙ- اوجهڙ، اُٿوتڙ، ڏکيو تڙ، اُپ ڪپري ١/٢ (ح ١١٠)

اوت- واقفيت، پناه، آڙ، پردو، آڏ، اجهو، جهلو ٩/٤ (د ٢٩/٤) (س ٢) (ث ا)

اوتار- اُن جو گلو يا وڳ ١١/١

اوتي- اُٿ وارو، جَتُ ٦/٢

اوپرو- ڌاريون، بيگانو، غير ماڻهو ١١/١

اوج- جاڙهي ٤/٦

اوجارو، اوجر- اُجارڻ، صاف ڪرڻ، غير يا ڪس لاهڻ (د ٢٧/٢) سوجهرو، روشنائي (د ٥٧/٢) (د ٧٨/٤) (م ١٨) (ع)

اوجُون- عاجز، بيزار، ڪڪ، ڳنڍيون ڳوڙها ٢/٥

اوجهرڻ- سمهڻ، ننڊون ڪائڻ، گهر ڪرڻ ١٢/١ ٢٥/٢ ٢٦/١

اوجهڙ- گمراهه، بيراهه، پليل ٩/٩ ١٣/١٢ (د ٣١/٣)

اوچ- اوچائي، اونچائي، وڏائي (د ٥٣/٢)

اوچائڻ- ڏيکڻ، ڏيکائڻ (ح ١٥)

اوچنگار- اچنگار، دانهن ڪري رئڻ ٨/٤

اوچڻ- چادر، ڍڪڻ جو ڪپڙو ٧/٣ ٢١/٥ (ح ٩٩) ڍڪ، پناهه ٢٦/١ ٣١/٣

اوچو- عاجز، منجهيل، حيران ٢١/١

اوچڙن- پرزا، عاجز بيزار، مونجهه، حيراني، پريشاني ٢/٧

اوچي- عاجز، ضعيف، ڪميني، خسيس، گهٽ، حيران ٢/٤ ٢١/١ ٢٣/١

اوِديا- اگيان، بيعلمي (س ا)

اوڏ- وڻ جي ٽاري زمين ۾ لڳل (د ٧٤/١)

اوڏ- آهڊ، خراب مت وارو ٣٦/١

اوڏاڻ- اوپڙ، مٽي جا وار ٣٧/١

اوڏوت- مست، سائين لوڪ (س ا)

اوڏ- آڏ ٻندڙ ٢٥/٣ (د ٧٥/١)

اوڍو- اوڍو- يادگيري، فڪر، خيال ٢٥/٤

اوڍڻ- ڍڪڻ، اوڙهڻ ١٩/٦ ٢١/٩ ٣١/٧

اوڍر- ڍڪ، پردو، پناهه، چانئو ٢٤/٣

اوڍڪو- ڍڪ، پردو، چانئو ٢٤/٣

اوڙ- وڏيڪ، عجيب، عمدو، ڏور ١/٣ (د ١٧/٦ ٤٣/٣)

اور- اور ڪرڻ، حال اورڻ، رهاڻ ڪرڻ، وندر، گفتگو ١٩/٤ (س ا)

اوُر- ميڙ ميڙاڪو، ڪاهه ٧/٤ ٨/٣ زور ٣١/١١

اوراتو- اوراجو- روڄ، راڙو، غم- مصيبت ٢٢/٣

اوراٽڻ- پرڻ، پورڻ، اندر ڪرڻ ٩/١١

اوراڙان- اورينءَ پران ٦/٩

اورانگهڻ، اورهانگڙ- لنگهڻ، انجام وسارڻ، ڦيرائي ڇڏڻ ٩/٤

اوراھون- اورتي، ويجھو $\frac{١٣}{٣}$
اوُر سُڪتي جاءِ- وڏيڪ
سُڪندي وجي $\frac{١٥}{٥}$
اوُرڱ - ٻچا، ڳالھ ٻول،
ڳولڻ، نهارڻ $\frac{١٣}{١٢}$ $\frac{١٩}{٣}$ گذار،
واھپو رکڻ، مشغولي $\frac{٢٣}{٣}$
اوُرن- اوُلڙ (س٢)
اوَرڻ- حال بيان ڪرڻ،
وندرڻ $\frac{١}{٣}$ $\frac{٣}{١}$ (د $\frac{٨٢}{١}$)
اوروار- اورينءَ ٻير (س٢)
اورھون - اوري، ويجھو،
ساڻي $\frac{٦}{٥}$
اوڙ- ھرجي کيڙيا ليڪ $\frac{٢}{٥}$
اوڙاھہ- کُن، اونھو درياھہ،
سمنڊ، درياھہ جو ترو $\frac{٣}{٢}$ $\frac{٢١}{٥}$
$\frac{٢٣}{٣}$ $\frac{٢٨}{١}$ $\frac{٣٦}{١}$ (ڪ ٥٠)
اوڙڪ- اوڙڳ- آخر، عاقبت،
نيٺ، پوءِ، ٻلڪل $\frac{٢}{١}$ $\frac{٦}{٥}$
(ح ١٠٩) ميڙ، جماعت،
گھڻا (م ١١)
اوڙڪڻ- پروڙڻ، معلوم
ڪرڻ $\frac{٢٣}{٣}$

اوس- اوسو، گرمي، اسات
اُڃ، تاٻش (د $\frac{٨}{٣}$ $\frac{١٣}{٦}$ $\frac{٩٦}{٥}$)
آوَس- بيوس، بيچارو،
لاعلاج، بي واھو $\frac{٣٣}{١}$
اوسا- سُڪا $\frac{٣٠}{٣}$
اوسات- اسات، اُڃ ($\frac{٩٣}{٢}$)
اوسار- آسرو، آجھو، تارو $\frac{٣}{٢}$
اوسارڻ- ماتم ڪرڻ، رئڻ
رڙڻ، ياد ڪري رئڻ،
پار ڪيڻ (ث٢)
اوسٽ اوسٽ لڪ- اسات،
اُڃ $\frac{٣٢}{١}$
آوسر- اڻ ھوند، مصيبت،
ڏکر $\frac{٢١}{٧}$ لاچاري، مشڪلات
(م ٦٢) وقت (س١)
اسڙڪڻ، اوسڙڪڻ، اوسڙڻ-
انتظار ڪرڻ، اوسيڙو
ڪرڻ $\frac{٢٨}{١}$ (ب)
اوُسھہ- اوچتو آواز، فال $\frac{٣}{٥}$ $\frac{٥}{١}$
اوسيڙو- انتظار، فڪر، غم،
ڏکر $\frac{٦}{٦}$ $\frac{١٣}{١٢}$ $\frac{١٩}{١}$ $\frac{٣٣}{١}$ (د $\frac{٣٨}{٥}$)
(ح ٧٥)

اوصاف- وصفون، گڻ ٣١/٣

اوطاق- وهڻ جي جاءِ، رهڻ جي جاءِ ٢/٥ ١١/٢

اوڪ- وسڪارو، مينهن وسڻ، (اوڪڻ = قي ڪرڻ) پاڻي هارڻ ٧/٣٠١

اوڪار- لانگهو تيڻ (د ٣٥/٣) مشڪل يا ڏکيو هنڌ (ح ١١٠)

اوڪارڻ- نڪرڻ، پاسي تيڻ، بس ڪرڻ (د ٢٢/٣)

اوڪائڻ- موگو تيڻ، موڳائي ڏيکارڻ ٧/٤

اوڪر- اُڪرائڻ نيڪال، نڪرڻ ٦/٨ لانگهو، گذر، رستو (م ٣٨)

اوڪڻ- قي ڪرڻ (د ١٣٠/٥) (ب)

اوکر- ڏکيائي، مشڪلات (م ٧٠)

اوگاهي- آگاهي، اطلاع، خبر (م ١٣٣)

اوگڻ- بُرائي، کُهري، نا مهرباني ٢/٨

اوڳارڻ- ڪاڻڻ ٣٦/٢

اوڳاٽڻ- موڳائي ڪرڻ، غافل تيڻ ٢٢/٢

اوڳ توڳ- مٿاڇرو، ردي ياڳو (د ١٣٢/٥)

اوگو، اوگهي- موگو، موگهي، نادان، غافل ٦/٨ ٩/٨ ١١/١ (س ا) (ع)

اوگهڻ توگهڻ- اُٿلائڻ پٿلائڻ (م ١٧)

آوگهٽ- اُتانهون، آٽانگو (س ا)

اول- بند، روڪ، ٺڪ، اُهو هنڌ جتي درياهه ڪڪر ۽ ڪاٺ لوڙهي آڻي چڙهي ٦/٩ (د ٥٣/٥)

اولاڪو- اُلڪو، فڪر، ڳڻتي، ارمان ٩/٨-١٢-١٣ ١٩/٤ ٢١/٨ (ب)

اولانبو- الو، شعلو، مچ (م ٨٦)

اولاٽو، اُلاٽو، اوراٽو- لوليِ، لاڏو، راڳ $\frac{12}{6}$ $\frac{9}{13 \cdot 12}$ (ث ا)

اولاٽيو- خالي، ٽپڙن کان سُواءِ $\frac{3}{1}$ $\frac{26}{1}$

اُولٰئِک اصحاب الجنۃ- قرآن مان- يعني اُهي آهن بهشت جا حقدار يا رهاکو $\frac{31}{10}$

اولائڻ، اُلائڻ- خالي ڪرڻ، ٽپڙ لاهي ڇڏڻ $\frac{3}{1}$ $\frac{26}{1}$

اولڻ- اولي سان ڍڪڻ، لهوارو ڪرڻ، لاهڻ، اجلڻ، اولجڻ، لڙهڻ، ڦاسڻ $\frac{1}{1}$ $\frac{4}{2 \cdot 1}$ $\frac{6}{9 \cdot 5 \cdot 1}$

اولو، اُولي- جهاز جو وڃهر يا ٻيڙيءَ جو ڳن $\frac{4}{3 \cdot 1}$ $\frac{5}{4}$ $\frac{35}{2}$ اَجهو، آڌار، پردو، پناهه (د $\frac{57}{7}$) (ح ٨٢) (س ا) ڍڪ، ٻڪو، ڀُنگو، ڏکر، غم $\frac{23}{1}$

اُولو العزم- ع وڏيءَ سگهه وارو، طاقتمند (د $\frac{153}{5}$)

اولوُن ٽيڙ- ٻرزا ٻرزا ٽيڙڻ، ٽڪجڻ، لڙهڻ، بيزار يا بيحال ٽيڙڻ $\frac{11}{5}$ (د $\frac{42}{5}$)

اولوُن ڪرڻ- ياد گيريون ڪرڻ، ڍڪ ڍڪڻ، پردو ڪرڻ $\frac{7}{3}$

اُولاي- ع ٻهرين (د $\frac{103}{4}$)

اوليان- اِوليٰ کان، ڏنگي رستي کان $\frac{33}{1}$

اوُن- ياد گيري، اُڻ تڻ $\frac{30}{4}$

اوُنائڻ- اُنائڻ- ٻڌڻ، آگهائڻ، عرض قبول ڪرڻ $\frac{4}{1}$ زاري ڪرڻ، منت ڪرڻ $\frac{21}{1}$ $\frac{30}{3}$

اُوناڇو- عمدو، خاصو، عجيب، يعني شراب $\frac{2}{4}$ مٺي، اُڌانهون، بلند $\frac{1}{3}$

اوُنڌ آنڌ- اوُنڌا اُبتا ڪم (د $\frac{73}{1}$) (ب)

اونڌ ڪنڌ- ٻنن جي هڏي ورائي ويٺي ڪيل (د $\frac{130}{4}$)

اوُنڌ- دوا (س ٢)

اوُنهو- عميق سمنڊ، آخرت يا هوُ جهان $\frac{4}{6}$ $\frac{18}{1}$

اوٺت - اڻ ٺهٺت، ناسازي، ڏاگ ٢٣/١

اوهرڻ - نکرڻ، لڏڻ، لڙڻ، نمڻ ٣/٣ ٥/١ ٦/٨ ٢٨/١

اوهير - انهي وقت، تيهر (جيهر جو جواب موصول) ٦/٥ ٣٦/١

اوهيرو - مينهن جو جوهو ٧/٣٠١

اوء - هوء، اهي ١/٣

اوير - بي قت، اڌئ رات جو ٢١/٧

اويسار - گهٽي، نه وسرندڙ، هميشه ياد ٢/٥

اويسي - انهي طريقي وارو جنهنکي سڌي خدا کان هدايت ٿئي نه کنهن مرشد ولڙ سان جيئن اويس قرنئ کي ٿي هئي ٢٠/٣

اويو - نشان (س٢)

اويُن، اوئيُن - ٻاٽيءَ جون کليُون، ننڍيون سانداريون ٢٠/٣

اهاءِ، اهائي - روشنائي، سوجهرو ٦/٥ ٧/١ حال اورڻ، قصو وري ورڻ، ڳالهه ڪرڻ ٢٣/١

اهت، آهت - عادت، ڏاهٺي ڏسڻ ١١/١

اهترو - نالائق، خسيس، هلڪو (م٤٨)

اهپارا - هٺن ٻارن وارو، مهڙن نشانن سان ٩/٣

اهڃ - اهڃاڻ، نشان، ڏسُ ١٣/١١٠١ ٢٧/١ ٣٦/١ (ع)

اهڃاڻو - اهڃاڻ، نشان (م٧٩)

اهدنا الصراط المستقيم - قرآن مان - يعني ڏيکار اسانکي سنئون رستو ٣١/١٠

اهرائڻ - هاڪارڻ، هلائڻ ٣/٣

اهرڻ - لڳڻ، ٽُلڪڻ، لڏڻ ٣/٣

اهڙائڻ - سيرن يا جيرن ۾ ڏاڳا ۽ آڱرين وجهي بند ڪرڻ ٣/٣

اهس - عشق، شوق، سڪ، اهارو ٣/٣ ٦/٣

اهکر، آهُکي- اوکائي، ڏکيائي،
ڏکر، مشکلات ٢/٣ ۴/٥ ١٢/٢ ٢٣/١
(د ١٧٠/١) (ع)

آهَگ- خوشبودار تيل ۴/٢

آهل- لائق، موزون، نهارڻ،
تک ١٨/٣ ماڻهو، ڀھ، بندو
٣١/٧ نشاني، نمونو، شکل،
عادت، ڍول ٣٥/١ زال، ٻار
ٻچا، عيال (م ٦٦)

آهل دنيا جا- دنيائي ماڻهو،
دنيا دار، دولتمند (د ١٣/٢)

آهلبيت- نبيءَ جي گهر جا
ڀاتي، سيّد، سادات ۵/٢
(ث ا)

آهلحرم- آهلبيت، گهر جا
ڀاتي (ث ا)

اِهل کين- ف دشمن، ويري
(ث ا)

اهنجھ- ڏکر، درد، سور ١/٢

آهنجو- اوهانجو (ح ١٣٦)

آهدڙ- وگهو ٢٣/١

آهن ميو- ٻاڦٽو، خودي
(س ٢)

آٿان- اتان، هُتان ١٩/٣

اياز- محمود بادشاه جو
پيارو ٻانهو (د ٩٠/٢)

آياڻ، اياڻو- اڻ ڄاڻ (ح ١١٠)
(د ١٣٠)

ايت- چرخو، نار (د ٣١/١)

ايثار- سيکڄھ خدا جي
وات ۾ ڏيڻ، قرباني
(ث ا)

ايڄھ- هيڄھ جو ضد، آزار،
آهنجھ ٣٩/٢ ٩٩/٢

ايداننډ وايگوا- (ٻلوچکي)
هو هنطرف آئي؟ هتي
ويھ، آ؟ هتي وهنديس ١١/٧

ايذائڻ- ايذاءِ ڏيڻ (د ١/٢)

ايريير- اجڻ وارو، ييري
کرڻ وارو ٣١/٢

ايريو- کڙي دوا، ٻاهيتو
(د ١٤٤/٢)

ايرا ٻليشي- (ٻلوچکي)
(فارسي- اينجا بنشين)
هتي ويھ- هنکي هتي چڙ
١١/٧

ايسر- ايشور، ڌطي (س ا)

ايشان ايشان - ( بلوچڪي) هي شي هي شي، هنڪي هنڪي، هي هي ١١/٧

ايڪ - هيڪ، هڪ، هڪڙو ٢/٤ (د ١٦٥/١)

ايلاچو- هڪڙي قسم جو ريشمي ڪپڙو ٣١/٧

ايلاچيون- قوتا، الاچي ٣/٢

ايندو- سچو باطني (د ١٤٢/٥)

أينما تولّوا فثمّ وجه الله - قرآن مان - يعني جيڏي اوهين منهن ڦيرائيندؤ اوڏي خدا جو منهن آهي (د ٣٤/٨)

## ب

باب- ڪتابن جا باب يا ڀاڱا، دَرَ، حڪم، رستا ٣٠/٤ حق ۾، بابت ٦/٤ (د ٩٧/٤) (ح ١٥٨) ٻيءِ، بابو (ث ١)

بابو- ٻرد ٻيمي، سامي ٢/١ ١٣/١ ١٩/٢ ٢٠/١ ٢١/٤

بات- ڳالهه، پيغام ٣٤/٢ (د ٩٤/١)

بادل- ڪڪر ميگهن سان ٻريل ڪڪر ١/٣ ٧/٢ (س ٢)

بادي- آجايو بيسود (م ١١٨)

بارانو- بار، بوجهه، ٽڪو، داغ، چٽو ١١/١

بار برادري- برد باري، تحمّل (د ٦٣/٢)

بار گاهه - ف درگاهه (د ١١٨/٢)

باربار- بار بار، ذري ذري ٢٦/٢

باري - باري تعالى، خدا، ٢/٦ ٩/١٣-٢ ٣١/١٠ (م ٨) (ع) گهرو يا سخت، ٻاروارو (د ١٧/١ ٣٢/٥)

بازندو- بازي ڪندڙ، هنر ڏيکاريندڙ ٢/٥

بازي - راند، هنر، چالاڪي، ٺڳي، دغا ٢/٥ ٤/٤ ٣٠/٢ (م ٢٢) (ث ٢)

باسڻ- سڄڻ، قبول ڪرڻ، دعوا ڪرڻ ٩/٧ ١٣/٢

باطن، باطون- اندر، دل ۽ گهڄهه ٣/١ (ع)

باعث - ع سبب، ڪارڻ ( د ٣٧/١ )

باغ باغ - بهار، خوش ا د ١١٦/١)

باغواڻ - باغبان، باغائي ( د ١٠٣/٧)

بافتو - مشهور سوٽي ڪپڙو ٣١/٧

باقي - ع بقا وارو، سلامت ( د ٣/٤ )

باڪ - ف ڊپ، خطرو ١١/٦

باڪر - باڪون - شاخون ١٩/١ ( د ١٣٣/٤ ) پرهه، پرهه ڦٽي

باڳو - واڳو ٦/٣

بال وپر - ف ڪنبڙا ٿيون، طاقت ( ث ا )

بالا - ف مٿي، مٿان. بالابين = مٿان ڏسندڙ ١٣/١ ( د ١٦٧/٤ )

بالله - ع قسم خدا جو ١/١ ٣/١ ٦/٤ ٣١/١ ( د ٢٦/٦ )

بالم - خوش، بي پرواهه، بيخوف، محبوب ١/٢

بالوصول - ع لڳو لڳ، گڏيل ( ث ٢ )

بالين - ف سيراندي، بسترو (ث ا )

بام - ف ڇت، ماڙي (ث ٢)

بان - باڻ - تير ٢/٦ ( م ٧٢ )

تارڪ، دنيا ڪان بيزار ١٣/٣ ١٩/٣

بانا - بيان، احوال، راز، رنگ شڪل، پردو ٣/١

بانبو - لٺ، ڏنڊو، لڪڙ ٣/٢

باند، باندي - بندي، پورهيت، قيدي، قيدياڻي ١٢/٤ ( د ٦٣/٤ ) (ث ا )

بانڪو - بهادر، زوريرو، اُٺ ١١/٦ (م٩) (ث ا) (هه)

بانڪانير - بيڪانير ملڪ ٧/٣

باني - ٻاڻي، وائي، ٻولي، راڳڻي، گفتگو ١٨/٢

باهرڻ - آڻڻ جڻ، ڏاهو ڪائڻ ( م ٤٤ )

باهڙڻ - برخواست ٿيڻ = بند ٿيڻ ( ث ا )

باهوٽي - ننڊڙي باهه، دونهين ٢٠/٩

ٻبر - ف شينهن، چيتو (ث ا)

ٻتائڻ - ڏيکارڻ، ڏسڻ، ٻڌائڻ $\frac{٦}{٥}$

بُتول - بي بي فاطمہ جو لقب، جا حضرت جن جي نياڻي هئي $\frac{٨}{٤}$ (ث ا)

ٻَٽُ - پٽ، ميدان، گهٽو، جاجهو، اٽ $\frac{٣}{٢}$ $\frac{٣}{٤}$

ٻِٽ - بيٽ، هوڏ، ٻحث، تڪرار، بينڪ، سندرو، جيلهہ $\frac{١٠}{١}$

ٻُٽُ - ٻُني، ڍير، ڍڙو $\frac{٣}{١}$ ٻُنو، ويرانو، غير آباد زمين $\frac{٢٥}{٤}$

ٻنڪائڻ - ٻيڪائڻ، ٻڙڪائڻ (د $\frac{١٤٣}{١}$)

ٻُڌيون - قبرون $\frac{٢}{٤}$ وڏا جُلها ماني رڌڻ جا (د $\frac{١٣٦}{٣}$)

ٻنيون - ڪلال خانا، شراب ڪيڻ جون جايون $\frac{٢}{٤}$

ٻجر - تمام سخت (س ا)

ٻُجهہ، ٻجهي - ٻجهڙي (د $\frac{٥٥}{١}$) (ع) (ب)

ٻَڃہ - ٻچڙ، جيئن ڪتن کي (د $\frac{٥٦}{٥}$)

ٻِچاوان - (هندي يا سرائڪي) وڃايان $\frac{١}{٢}$

ٻُچايون - ٻچڙايون $\frac{١٩}{٩}$ $\frac{٣٣}{١}$ (ع)

ٻِچلڻ، ٻچڙڻ - وڃڙڻ (هندي) $\frac{١٥}{١}$ $\frac{٢٥}{٤}$

ٻچُن، ٻچُو - ٻچڙن، ٻچڙو $\frac{٣}{٤}$ $\frac{٣٣}{١}$ (د $\frac{٦}{٤}$ $\frac{٧٦}{٣}$) (ح ٣٩)

ٻُچيان - ٻچڙائيءَ ڪان، ٻڌيءَ ڪان $\frac{٣٣}{١}$

ٻحر - ع سمنڊ، درياهہ $\frac{٥}{٢}$ $\frac{٦}{٨}$ (د $\frac{٦}{٤}$ $\frac{٣٥}{٣}$ $\frac{١١٦}{٢}$ $\frac{١٣٢}{٢}$)

ٻحر، ٻحري - هڪڙو ننڍو شڪاري پکي، باز $\frac{١١}{٣}$ $\frac{٣٠}{١}$ (م ٣٨)

ٻُحرو - حصو، ڀڃي، نصيب $\frac{٣}{٢}$ (ح ٩٧) (س ٢)

ٻحمل - مخمل، مشهور ريشمي ڪپڙو $\frac{٣١}{٧}$

بِدا ٿيڻ - وداع يا معاف ٿيڻ، گم ٿي وڃڻ، موڪلائڻي ڪرڻ $\frac{٣١}{١١}$

بدان شيئي بشن - (باوچڪي) هي سمجهه ۾ بد $\frac{٢}{٤}$

بدوُ، بدوي - جهنگلي عرب، جهنگلي، نادان، گندو $\frac{٢٤}{٤}$ $\frac{٣١}{١٠}$ (م ٣٧) (هر)

بده ساقي برخيز - (پارسي) اي ساقي اٿ، يعني شراب ڏي $\frac{٢}{٤}$

بديهي - جنهنڪي بدن جي ضرورت نه هجي (س ا)

بَدام - ماڪ جو نالو $\frac{٧}{٢}$

بداماڻي - بدام جو وينل $\frac{٢٥}{٣-٤}$

بَر - پٽ، بيابان (د $\frac{١١٥}{٥}$)

بَرّ - ع ڪٽڪ $\frac{٣١}{١٠}$

برات، براد - سَنَد، روزي، جاجهه ڏي خوشي $\frac{٣٠}{٩}$ (ث ا)

برادي - برات يا روزي ولندڙ

جو تڪي جي سَنَد ولندڙ $\frac{٣٣}{٤}$

بُراق - اصل اهو گهوڙو جنهن تي حضرت صلعم جن معراج وقت چڙهيا هئا. تکو گهوڙو $\frac{٢٤}{١}$ (د $\frac{١٢٤}{٣}$) (ح ٦٥) (ث ا) انگريزي بئرڪون (د $\frac{٧٣}{٥}$)

بُرّان - ف وڍيندڙ، تکو (ث ٢)

برباد - اجايو، ضايع (د $\frac{٥٨}{٣}$)

بربل - بلبل (د $\frac{١٦٥}{٥}$)

برتن - ٿانو $\frac{٢٠}{٩}$

بُرج - قلعي جو ٿلهه، آسمان جو برج $\frac{٥}{١}$ $\frac{٧}{٢}$

بِرچ - وڻ (س ٢)

برخوردار - ف مراد ماڻيندڙ، پٽ، نيڪبخت (ث ا)

بَرد - ڏاند، ڍڳو $\frac{١١}{١}$

بردار - ف کڻندڙ (اڪثر جو) $\frac{١٠}{٤}$

بَرجنگ - مردنگ، وڄائڻ جو ساز $\frac{٧}{٢}$

برحق - سچو، سچو، حق تي $\frac{٦}{٥}$

بَرسڻ - وسڻ (هندي - بَرسنا) $\frac{٧}{٢}$ (د $\frac{٨١}{٧}$ $\frac{١٧١}{٣}$)

بُرفت - جاہلو ماڻهن جي هڪڙي ذات يا قوم ١١/٥

بَرق - ع وڄ، کِوِڻ (ث ٢)

بُرقعو - ٻت، بدن ٢/٣

بَرملا - ف ظاهر ظهور، کُلئي کلائي ٣٣/١

برميچڻ - بحث يا هوڏ ڪرڻ (م ١١٨)

بُرو - (بلوچڪي) هل، وڄ ١٠/٣

بروبگيردبامربليدخا - (بلوچڪي) وڄي موڪل وٺ ته هاون، هو پاڻ سان زال وٺي هلندو ١١/٧

بُروبگيردبي - (بلوچڪي) وڄي وٺ ١١/٧

بُروقازا - (بلوچڪي) وڄ هليو، اُٺي هل، اُٺي وڄ ١١/٧

بروو - سُر يا راڳڻيءَ جو نالو ١٨/٢

بروهي، بروئي - جبل جي ماڻهن جي هڪڙي ذات ١١/٥

برهم - عشق ١١/٣ (د ٢/٣)

برهمن - ٻانيڻ يا ٻانيڻيائي، سسئي ١١/٢

بَري - ف بيزار، تارڪ، آزاد، صاف صفا، برهم رهندڙ ١٩/٣

بِريان - ف پُڳل، باهه تي سيڪيل، سڙيل، جليل ٢٠/١ ١٣/١٠ (ث ا) (ب)

بَڙبَڙ - آجائي بڪ بڪ، پٽاڪ (د ٨٨/١)

بَڙبُند - وڏا، ٽلها، گرا (د ٦٨/١)

بَزم - ف مجلس، جماعت (ث ا)

بُستان - ف باغ (د ٤٥/٦)

بِستر - بسترو، هنڌ، سمهڻ جي جاءِ ٧

بسرات - (هندي) منشا، ارادو ١٥/١

بُسطامي شاهہ - بسطام جو رهندڙ اوليا، بايزيد (د ١١٤/٥)

بسماد - عجب، حيرت (س ٢)

بسم الله - قرآن جو مفيد يعني خدا جي نالي سان، شروعات ٢/٥ آڌر ڀاءُ جو جملو، پلي آئين، جي آئين ١٨/٣

بسنت، بسند - بهار جي موسم، سُر يا راڳڻيءَ جو نالو ٣٧/١

بسيار - ف گهڻو (م ٩٢)

بسيهر - بسيار، گهڻو، نانگ ٢/٤

بشات - بشارت، وسعت، دولت (م ١٥)

بشارت - ع خوشخبري (ح ٥٨)

بشاشت - ع تزيل منهن، کل مُکائي (ح ٥٨)

بشريت - ع انسانيت، ماڻهپو (ب)

بشڪڙ - بخشڙ (م ١٤٣)

بصير - ع ڏسندڙ، دل جي اکين وارو، خدا جو هڪ نالو ٢٠/٣ (د ٦٥/٣)

بصيرت - ع دل جي اک يا روشنائي ٣٠/٣

بُعد - ع دُوري، پرانهون پنڌ، (قرب جو ضد) ٢٠/٥

بغدادي - بغداد جو وينل، پيران پير ٣٣/١

بُغض - ع ڪينو، دشمني، حسد ٢٠/٥

بَغي - ع نافرماني، فساد (ث ١-٢)

بقا بالله - خدا ۾ واصل ٿي بقا وارو ٿيڻ (د ١٦٨/٧)

بَقر - قرآن جي ٻي سورة معنيٰ ڳئون ٣١/١٠

بڪ - چغلي، بڪار (د ١١٨/٧)

بَڪار - ملڪ جو نالو ٧/٤

بَڪاءُ - ع روئڻ، روڄ ٩/١ ١٢/٦

بڪاءُ - (هندي) وڪامي ١٥/٢

بڪت العينين في هوالڪ دماً - حديث، يعني ٻئي اکيون تنهنجي محبت ۾ رت ٿيون روئن ٣١/١

بُڪليون - ٻريون ، ڳڌيون $\frac{31}{6}$

بُڪم - ٻڪر ، ڳاڙهي ڪاٺي ( د $\frac{133}{5}$ ) ( م ٤٦ )

بُڪيوُن - ڳُردا $\frac{2}{2}$

بُڪاڄڻ - بڪيو ٿيڻ ، بڪ لڳڻ ( ب )

بَڪڻ - چمڪڻ $\frac{19}{9}$

بِڪيا - ڀيک ، پِن ، خيرات $\frac{20}{4}$

بِڳاسي - کُلي ، ٽڙي ( س ا )

بِڳر - بغير سواءِ ، ڌاران $\frac{24}{1}$ $\frac{25}{2}$

بُڳري - جهولي ، ڳوٿري ، زنبيل $\frac{20}{9}$

بَڳلو - پاڻيءَ جو هڪڙو پکي ( س ٢ )

بڳهاڙيون - نيڙ ، زنجير ، پاڪڙي جا لوهه جا پنا $\frac{3}{4}$

بڳهياڙو - هُل ، گوڙ ، ڌمچر ( م ٣٢ )

بلا - ع مصيبت ( ضد نعمت جو ) ( د $\frac{21}{1}$ $\frac{78}{5}$ $\frac{110}{7}$ $\frac{124}{4}$ )

بِلا تي - بلا ئتي ، مضبوط ، هٺيڪي جاءِ $\frac{5}{2}$

بِلاد - ع ڳوٺ ، شهر ( ث ا )

بِلا شيخ من يمشي في الطريق

كمن يمشي في البحر بلا سفينة.

(عربي قول ) جيڪو مرشد

کان سواءِ رستي تي هلندو

سو اهڙو آهي جهڙو ڪو

ماڻهو سمنڊ ۾ ٻيڙيءَ کان سواءِ

هلي $\frac{11}{2}$

بلاغت - ع جوان ٿيڻ ، بالغ ٿيڻ ١٢٦ ا

بَلَد - ( عربي ) شهر $\frac{11}{1}$

بِلو - آسرو ، جاءِ ، ماڳ ، حوالو ، ذمو ، علاج ، بند وبست $\frac{6}{801}$ $\frac{25}{2}$ $\frac{34}{1}$

بِلوڙنهار - هر ولوڙڻ وارو $\frac{15}{3}$

بلهاري - ( هندي ) قربان ، صدقي $\frac{15}{1}$

بلهزير - بلا ، آفت ، خراب زال ( م ٤٥ )

بِلي لائڻ - پهچائڻ، آگهائڻ (٣٤/١)

بمعر - ف ساڙ، سوڙ، گڏ (ث ا)

بُن - جهنگ (م ٤١)

بُن - ف بنياد، اصل، پاڙ، نهايت ٣٠/٤

بِنا - ع بنياد، پِت جي پاڙ، بنهه (د ١٤/٢ ٦٢/٦)

بنات - بناوت، بنات جو ڪپڙو (م ٤٦)

بناحق - ناحق، مفت (م ٩٤-١٠٨)

بنبال - وبال، پِٽ (م ٣٩)

بَناڇي - پالو، نيزو ١١/٢

بند - سند، بندي (د ١١٤/١) ازاربند، اگٺ (ح ٩٨)

بندگير - قيدي، بنديوان (ح ٦٩)

بندو - ماڻهو، انسان (د ٦٦/٧)

بن راهه - وٽ راهه، وٽڪار، نيا ٽات، اوبڙ ٣٧/٢

بنرو، بنو - وئو، گهوٽ (د ١٢/٥) (ث ا)

بني اسرائيل - قرآن جي ١٧ سُور جو نالو ٣١/١٠

بَٽڻ - بنڇڻ، ٿهڻ (ث ا)

بوتا - بودا، اُٺ ٩/١٣ ١٠/٢ ١١/٢ ١٢/٦

بُوتراب - حضرت عليءَ جو لقب (ث ا)

بوڇ - ٻاجهه، ٻاجهاڙائي، بدي ٢٤/١ (ع) (ب)

بُود - ف هئڻ، هستي، وجود بقا (ضد نابود جو) ٤/١ ٢٠/٩ ٣٠/١ (د ٦٥/١)

بور - گهوڙو ٢٤/١

بورائو - نگهبان، پهري وارو، هشيار وارو ٩/٩ ١٣/٣ ١٤/١٢ ٢٦/١

بوهيارو - هل، حشر، دانهون (م ١٩)

بهار - ملڪ جو نالو ٧/٤ بهار جي موسم، خزان جو ضد (د ٤٨/٦)

بهاري - بهار جي (د ١١٥/٥)

بهاؤالدين - شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني ٣٣/٢

ٻُهتان - ع ڪوڙو طوفان، خواري (د ١٤٥/٤) (ع)

ٻهر - ف گڏ (ث ١)

ٻهڙ - ڪني جي ٻاهوڙ ڪرڻ، يونڪڻ ١٠/١

ٻهوت - هه گهڻا (م ٩٢)

ٻهير - جماعت، قطار ٤/٥ ٦/٥ ١١/٦

ٻٺي - ٺهرايل يا مقرر هنڌ، منزل مقصود (م ١٢)

بيائيد بنشينيد - اچو ويهو، آذرياء جا لفظ (پارسي) ٣٤/١

بي باق - ف سمورو، سڄو، باقي ڪان سواءِ (د ١٦٥/٢)

بي باڪ - ف بي ڊپو، بيخوف، بي پرواه ٩/١٢ ٣١/٣

بيابان - بيابان، بٽ، ويرانو ١١/٦

بي بها - ف بي قيمت، اڻ ملهه ١/١

بي بي - سيد جي زال، بي بي فاطمه ٥/٣

بي پر - بي وس، بيوسيلو (ث ٢)

بيتاب - ف بي طاقت (د ١٧٤/٦)

بيت السڪينته - ع آرام جو گهر (ث ٢)

بيت المعمور - ع بيت المقدس ۾ آهي (د ١٧٣/٥)

بيت المقدس - فلسطين ۾ هڪڙو پاڪ شهر يا گهر (د ٣٤/٤ ١٧٣/٥)

ٻيٽ - ٻٽ، ٻينڪ، ملڪيت، جائداد، جيلهه، سمنڊ رو ٥/٣ ٦/٣ ٢٠/٣ ٢١/٧ ٣١/٥ (د ٢٦/٦ ١٣٧/١)

بيد رنگ - ف ديرڪان سواءِ، جلد (ث ٢)

بيدي - خالي، ويران، بيابان ١١/٤ (د ٤٨/١)

بيديو - ڏکويو، ڏيو (س ٢)

بير - ع کوهه، جشمو ٣١/٨ وبي سوُرهه (س ٢)

بيڏي - وڏي (س ١)

بيراڳ - ويراڳ، وڇوڙو، ترڪ ڪرڻ (ث ١-٢)

بيران - پريشان، بيزار، حيران، ويران، بيابان ١١/٦ (د ١٣٤/١)

بيراني - ويراني، لاحاصل، بي معنائي، خراب ٣٠/٤

بيراهه - آچ يا لس پاڻي جي، درياهه، اُنهو پاڻي، اوجهڙ، گمراهه ٦/٦ ٦/٨

بيرق - جهنڊو، جهنڊي جو ڪپڙو ٥/٢

بيرنگي - رنگ جو نه هئڻ، وحدت (د ٢١/٥ ٣٠/٥)

بيس - (هندي) ويهه، وسواس، فڪرات ٣٢/١

بيعت - ع تابعداري، فرمانبرداري (د ٩٧/٣) (ث ١)

بيعد - بيشمار، بيحد ٣٠/١

بيڪانير - ٻانڪانير - ملڪ جو نالو ٣/٤

بيڪران - ف بيحد، گهڻا (ث ٢)

بي مانڪا - بي مانا، بيقدر (د ٧٥/٣)

بيڪاري - بيکر ونندڙ، پنڻو، فقير، پرديس ۾ پنڻ لاءِ ويندڙ ١٩/٣ ٢١/١

بيڪارياڻي - پنڻي، فقيرياڻي ٩/١٢

بيڪڙ دار - بيندار، پنڻو، بيکر ونندڙ ١٤/١

بيڳ - تڪ، تيزي (س ٢)

بيگم - جنهنجي گم يا ڀروڙ نه هجي (س ٢)

بيگارياڻي - پورهيت زال، زوري يا بيگر ۾ وهندڙ ٩/١٢

بيمناڪ - ف ڊڄندڙ، خوفناڪ (ث ١)

بين - وڄائڻ جو هڪڙو ساز ١٤/١ (س ٢)

بينا - ف ڏسندڙ، روشن ٣٠/٣

بينوا - ف سڃو سڪڻو، بيڪس (ث ٢)

بيوقار - بي عزت، بيمانو (ث ا)

بيهودي - نادان، بيعقل، نپاڳي ٦/١

بي يبصر وبي يسمع - حديث قدسي - يعني مونسان ڏسي ٿو ؛ مونسان ٻڌي ٿو ٢٠/٥

بي يمشي وبي ينطق - حديث قدسي - يعني مونسان هلي ٿو ؛ مونسان ڳالهائي ٿو ٢٠/٥

## پ

پاپاٽا - مائٽ مٽ ٣١/٥

پاٻر - ٻير جون ڪانيون، جنهنجي باهه تکي ٿي ٿئي ٢/٣

پاٻل - پاٻو، ڇاڇو ٣/٢

پاپيهل - پاپيهو پکي، خوبصورت آدمي ٩/٢ ١٣/٢ ٢٥/١

پاتاڙو - پاتاڙي - پاتو، وائي بتاليل، مکڙ رڙيون ڪري ٿڪل، بيزار، نا اميد، منجهيل، موڙهل، بتال ١١/٨.٥ ٢٥/٣ ٣٦/١

پات - ماڻهو، مسافر ١٩/٢

پاپُ - باپ، پيءُ ٢٩/١

پاڦڙ - ڪُڇڙ، ڳالهائڻ (س ا)

پاڇارو - پاڇهه يا رحم اچڻ جهڙو ٢١/٢

پاڇائڻ - زاريون ڪرڻ، منت ڪرڻ، مهرباني ڪرڻ، پاڇهه ڪرڻ، اهو ڪي ڪرڻ جنهن تي پاڇهه اچي ٢/٦ ٩/١٢.٧ ١١/١ ١٤/٢ ٣١/٧ ٣٤/١ (ح ١٠٦)

پاڇائي - پاڇائيندڙ، ٽڪيندڙ ١٤/١

پاڇون - سواءِ (سرائڪي) ١٧/٠ (م ٧٩-١١٤) (د ٤٨/٢)

پاڇ - پاڇا (د ١٣٦/٢)

پاڏ - ڳُٿي، منهن يا آڳ جو ضد (د ٧٧/٢)

پار - پاري، سمنڊ جو ٻيو ڳو، اُنهو پاڙي، ڪُن ٤/٢

ٻاراڻو - ٻاراڻا ڪپڙا، رليون وغيره ۱۱/۱

ٻارُٽ - ڳائڻو، مڱڻهار، فقير ۱۴/۱

ٻارو - ٻنيءَ جو ٻارو ۱۳/۶

ٻاروتا - ٻاراڻا ڪپڙا، ٻاراڻي وهي ۳۰/۴

ٻاروچو - ٻروچ، دوست، يعني پنهو ۵/۴ ۹/۳

ٻاروچا ٻيئي - يعني ٻه ملائڪ ڪراماً ڪاتبين جي ماڻهن جا عمل لکندا آهن ۱۱/۵

ٻارهين - يعني ٻارهين مهيني ۲/۴

ٻارٿي - ڏري، جاءِ (س ۱)

ٻاڙڻ - ٻاڪارڻ، ٻيڪرڻ، رڙڻ (م ۸۸)

ٻاڙو - ڪارو ٻاڙي سمنڊ جو ۳۱/۹ (م ۳۲)

ٻاڪار، ٻاڪر - رڙيون، دانهون، ٻيڪر (ش ۱)

ٻال - ٻار (م ۵۹)

ٻالا - ٻار (س ۲)

ٻالاپڻ - (ڏتڪي) ٻاراڻي وهي، ننڍپڻ، جواني، ۲۳/۱ ۳۲/۱

ٻالاپڻ رو نينهن والا جم وسارئين - (ڏتڪي) ننڍي هوندي جو عشق، پيار، متان وسارين ۳۲/۱

ٻانُ - ٻانهو، غلام ۴/۴

ٻانيڻ - برهمڻ زال يعني سسئي ۹/۱

ٻانڌي - پورهيت، هاري، ٻاڻي ورائڻ وارو ۱۳/۴

ٻانڌ - ٻڌي، انجام، اقرار (د ۴۳/۴)

ٻانڌاڻ - ڳنڍ، ٻڌڻ جي شي، شرط، انجام ۱۳/۱۲

ٻانڌڻو - رڱيل چُني ۶/۹ ۳۱/۷

ٻانڌي - ڪاٽ، بُند، درياهه ۶/۲.۴ ۳۵/۴ ٻانڌڻو ۳۵/۵

پانڊيٺو- پانڊٺو، رڳيل ڪپڙو ٦/٩

پانڊ، پانڊي - ڪاٺ، وڻ پاڙان پٽيل ۽ لڙهندڙ ٦/٢ ٣٥/٢ ( د ٦/٤ ٨٦/٣ )

پانڊو- لنڊو ڪتو، بدمعاش، خراب ماڻهو، نالو ٢٤/٤

پانگ- اذان، فجر جي پانگ، فجر، آسر ١٩/١

پانگو- پانگ ڏيڻ وارو ملو (د ١٣٥/٥ )

پانهن- زال، مڱيندي، محبوب ٦/٥

پانهوتو، پانهوتي- پانهن جو زيور، پانهرڪي ٢٣/١

پانهوتي- پانهي، غلام، پانهن جي پانهي ١٢/٣

پاڻ- تيں ڪان ٢/١ ١٣/٦ ٢٥/٣ ( م ٧٠ ) سمجهه، نيت ( س ا ) مناسب، وقت سان لاڳو ( د ١٠١/٣ ١٣٣/١ )

پاڻا- لباس (س ا)

پاون- اکر، پاڻي (س ا)

پاوندوير- پاونگير، ڏاهو، ناليرو، سردار، بهادر ( م ٨-٢٢ )

پاهه- پاهر، عشق، شوق، خواهش ٢/٣

پائڙ- نار جو سامان ١٣/٩ ( د ٤٠/٢ )

پايون- مايون، گهرڙ يا ٽيون ١٤/١

پپاران- پن طرفن يا پاسن کان ٤/١

پڻڙي- پن پڙن واري، سپ ٣١/٩

پڦ پڦ- پاڦ نڪرڻ جو آواز، ڦڦ ڦڦ، ڦڦڪو ( د ١٢١/٢ )

پڄهه- سمجهه ( ح ٧٩ )

پڄهارت- ڳجهارت، پرولي، ڳجهي ڳالهه ٢١/٩ ( م ٦٧ )

پڄهان- آءٌ پانيان ٿي، مونکي پڪ آهي، يقين، شايد، مٿان ٦/٧ ١٩/٩

پڇهل - پڇل - زور مان
ايندڙ ٦/٢.٩

پڇهڻ - پڌل رهڻ، پڇهي
پوڻ (د ٤٢/٢)

پُڇهڻ - جاچڻ، سمجهڻ،
يا ڄاڻڻ ٢/١-٢.١ ٤/٢ ٦/٧ ٢١/٤

پُڇهڻا - پوجهه يا سمجهه وارا
(ڪ ٣٠) (د ٤٢/٢ ٨٩/٧)

پُڌ - سمجهه، عقل، هوش،
علم ٢٠/١

پُڌا - احسان، تورا، پلايون
١٠/٦

پرهي، افسوس، پرحال،
مصيبت، افسوس، ارمان
٢/٣ ٤/٦ ٢٠/٣ پُل، طاقت، سَتُ،
قوت ٦/١-٨ ٢٠/٣

پُر - ڪنڌ جا وار ڇڳ،
چوٽي ١١/٣ ٻاٽي ١٣/٩

پُراٺڻ - وجائڻ، سازمان آواز
ڪيڻ ١٤/١

پرپر - هي هي، افسوس ٦/٥
١١/١ ١٣/٥ ١٤/١ ٣١/٧ ٣٤/١ (ث ٢)

پرد - پرد، ڏاند ١١/١

پرڪڻ - ڪٽڻ ٥/٢

پرنگو - پن رنگڻ وارو، تورن
مُڪرن يا تجويزن وارو
٢٣/١

پُرڻ - وجڻ، گهنڊن يا ڇڙن
جو آواز ڪرڻ ٦/٤ ٢١/١ پُڌڻ
ٻراچڻ ٣١/٨

پرو - تپ، اندر جو جوش ٢١/٢ ٢٢/١

پڙڪ - ڏرو، دانهن ٣٠/٤

پڙڪڻ - سڏ ڪرڻ ٥/٢

پُڙو - ڪپهه جو ڏرو، پُنجو،
چِٽُ، پڻاهه ٣١/٤ (د ١٦١/٣)

پڙهه - مان (د ٨٦/١)

پڙهڪڻ - زور ڪرڻ، رڙ
ڪرڻ، پڙڪڻ ٩/٦ ١٣/١١ ڪاهڻ،
سڙڻ ١٣/١١

پڙي - ادي، اڙي ١٠/٦

پست - هڪدم، آرپار،
سامهون، تمام جلد ١٩/٣

ٻُڪَڙ - وات مان ڪيڙ، پاڙ تي سهڙ، ڦَڪڙ، جهنڙ ١١/٢

ٻُڪي - دوا درمل، توتڪو سفوف ٢/١ (د ٣٩/٢ ٩٩/٣ ١٠٣/٤ ١٣١/٤ ١٦٩/٣)

ٻُگر - ٻاڪر ڳراٽي ١/١ (د ١٣١/١)

ٻگهه - بي سمجهه، موڳو (ح ١٠٩)

ٻگهو - بگلو ٻاڻيءَ جو پکي ٦/٧ ٢٥/٤ ٣٦/١

ٻلد - بلد، شهر ١١/١ برد، ٻليدو، ڏاند، ڍڳو ١١/١

ٻلر - زال، جو ڪري، ٻلن سان ٩/٧ ١٢/٥

ٻلو - اڪ جو تارو ١٢/٤

ٻَلهه - سوئي مرون (د ١٥١/١)

ٻِلهاڙو - ويڙهه، ماهه، ٻا زيءَ جاڙ (م ٣٢)

ٻُلهڙ - ٻگا هٺي ٽٽن مان ڪير ڪيڙ (د ١٣٣/٥) هڪڙي قسم جو ٻاڻيءَ جو جانور (م ٣٣)

ٻلي - تير جي جهنب ١٢/٤

ٻَليار - مڪان جو نالو ٢٥/١

ٻَن - ڳُهه، کوءِ، ڪڏ ٦/٥ ٩/٨ (ح) ٻوٽو، جهنگ، ٻيلو ميدان ٧/١

ٻَنان - حد، ٻنڌن (س ١)

ٻُنيان - ٻنيي مان، دران، گهران، اندرئي اندران ٩/٤

ٻُندا - ڪَن جا زيور، ڏُر والا (ح ١٢٣)

ٻِندي - نقطو، ٻُڙي (س ١)

ٻَنڌ - ٻنڌيون، ٻنڌ (د ٧٣/٤)

ٻنڌاڻ - ڳنڍ، شرط، انجام ١٣/١٤

ٻنڌڪ قاسائيٻنڌ ڙ (س ١)

ٻنڌڻ - ڪمر ٻنڌ، همت جي ڪمر ٣/١ ٻنڌ، ٻانڌاڻو، پيوند، ڳنڍ، تنجڻا، ٻڌڻ جو رسو ٩/٦ ١٣/١٤ ١٩/٤

ٻنڊ، ٻنڊڻ - ٻُنڊو ڏيڻ، ٻنڊ ڪرڻ (م ٣٠)

پنگ - پنگا - فرصت جو وقت، وجهه ٢/١ ٦/١ تين ڪانُ، اٽڪل، تجويز ١٤/١ (د ١٣٤/١)

پٽي - ڦُڙيون ٢٤/٣

پُوتڻ - بند ڪرڻ، پُورڻ ٣٠/٣

پُوتي - پيرو، رڌل گوشت جو ٽڪر سڌي ١٠/١

پوجهه - عقل، مت، سمجهه، خبر، واقفيت ٣٠/١

پوڌ - سمجهه، چاڻ (س ٢)

پوڌ - قوت، يعني وجي پڌ ١٠/١ ٨/٢

پوُر - پُورو، اتو ٣/٢-١ اُٺ، ڏاگهو، وڻن جو پُور يا مکڙيون ١١/٢ ١٩/٣

پورا - پور، پولي، آواز ٢٥/١ پرزا پرزا ١٣/٥

پورائڻ - جربو ڪرڻ (س ٢)

پوڙ - پوڙ پوڙان، پاڻي جي اُٿل، گهڻو مينهن ٧/٤ جام، تار، پريل ١٣/٦

پوڙت - پوڙائي، [illegible] پ (م ٣٧)

پُوڙو - گاهه جي مٺ، ننڍڙو وڻ ٦/١

پوڪ - ڦُوهه، حُسن، سونهن، وڻن جو پوڪڻ ٢٣/١

پوگهلو - پگهر، پورڙو (م ٣٧)

پول - انجام، اشاروالست جو ٩/٤ (د ٤٣/٢)

پولائي - تاڪيد سان، جنائي سان، ظاهر طرح (د ١٢/٤)

پولايون - ڳاڙهي رنگ جون مينهون ٧/١

پوهٽ - پيڙي (س ٢)

پُهه - (سرائڪي) ويهه ٣٤/١

پهه پهه - واهه واهه، خوشي، خوشبو. پهه پهه ڪرڻ - پهڪڻ، بهار ٿيڻ، خوش ٿيڻ، سونهڻ ٦/٤ ٧/٤ ١١/٧ (ح ١١٣)

پُهار - پهر، خاڪ، ڪيري، ڦليار ٨/٣

ٻهار - پاهر ٢٦/٢ (ح ٦٥) (ش ١)

ڀِهار- ڀيو ڀيرو (ث ا)

ڀِهڙ، ڀهڙو- ٻه ڊلا گڏ (ڪ ١٣ ا)

ڀَهڳيڙ- گهڻن ۾ چڱن ڳڻڻ وارو نيڪ، چڱو، ساڃاڻو احسان ڪندڙ، سياڻو بهادر ٢١/١ ٣١/٨ (ح ٧٤) (ث ا) (م ٢٠-٤٤)

ڀَهل- زخم، ٽُنگ، ٽڪر (د ١٦٠/١)

ڀَهڻ- (سرائڪي) ويهڻ، رهڻ ٢٥/٤ (م ٣٧)

ڀهُون- گهڻو، بهوت، جاجهو ٢/٥ ٦/١ ٩/٤ ٢٩/١ ٣٠/٣ ٣٤/١ (ح ٩١-١١٣) (م ٣٥) (ب)

ڀهيڙا- ڪڪڙي قسم جا وڻ (م ٩٢)

ڀئي- ڀئي اڪيون ٣٠/٣

ڀيتو- (هندي- بيتا) گذريل ٢٩/١

ڀيٺي- (هندي- بيٺي) ڏٺل، نياڻي ١١/٣ (م ٢)

ڀيانجهل- ڪڪڙي مڱٽهار جو نالو ١٤/١

ڀيانجهو- ڀيو، ڪو ڀيو (سرائڪي) ١٤/٣

ڀيرو- ويڙهل ٽڪر گوشت يا مڇيءَ جو (د ٧/٩)

ڀيڙ- زال، عورت ٩/٩

ڀيڙو- ڳاني، ڪڙو زيور پاٺهن جو ٣٥/١ (م ١١٠) (ث ٢)

ڀيڙياتو- ڀيڙيءَ وارو، ماٺهو ٤/٣

ڀيڙيون- لوهه جون ڪڙيون، پيرن جا زنجير ٣١/٥

ڀيل- ڀيلهه- ڀيلي، همراهه، همراهي ٩/٩ (د ٣٩/٦)

ڀيلاٽ- گهڻن ڀيلن وارو هنڌ (د ٣٩/٦)

ڀيلاٽي- ڀيٺهري، ٻن ڍاطين جي وچ زمين ٣/٣ ٣/٤

ڀيلانگ، ڀيلانگهه- ڀٽي يا ڀيشاخي توطي، ٻه ٽاريون گڏ ٣٤/١

پيلائي - پيلي جا رهاڪو، ميهار ٦/٦

پيلو - شهر جو نالو، لس پيلو ٢٤/٢

پيلهه - پيلپو، سنگت، دوستي ٣٦/١ پرگڏ جي جڙهڻ (د ١٥٠/١)

پيلهه پڌرڻ - گڏ ٿيڻ، انبوهه ڪرڻ ١٩/٢

پيلي - مددڪندڙ، واهرو، ساٿي، ساٿي ٤/٦ ٦/٩ يار، يرَ، آڌا، پلا ٦/٥

پيلياٽي - همراه، سنگتياٽي، نوڪرياٽي ١٣/٥

## پ

پاڄ - پاڄندڙ، پاڄوڪڙ زال، بدڪار ٩/٤

پاڏ - قتل ڪوهه يا ڪڌ (د ٧٧/٣)

پارَ - پائر ٤/٢ (ب)

پارو - وڏو، ڳرو (س ا)

پاروڙي - ساهيڙي، سرتي، ڪٺي، اُن جو ڪپڙو ٣١/٥

پارِي - بارِي، ڳرو، وڏو ٢٤/١

پاڙ - پڙوت يا حرام جو پيسو، پاڙو، ڪِرايو (د ٨٧/١ ١٣٧/١)

پاڙو - ڪِرايو، بدلو، عيوض (ح ١٠٧)

پاس - جاڙ (س ا)

پاسڻ - ڏسڻ ۾ اچڻ (س ا)

پاڳيو - مالدار، نصيبوارو ٣١/١١

پاڳيُون - مينهون، ڳئون (د ٧٧/٥)

پاڳو - حصو، نصيب، قسمت ٦/٨

پال - پلائي، مهرباني ١٢/١ (د ٨٠/٥) (ث ا-٢) (ع) (د ٦٦/٧)

پالو - نيزو (د ١/٢)

پاڻُ - لنگهو، مگٽهار، پنڻو ٤/٢ ٦/٦ ١٤/١ ٢٧/١ پاڻُ، گهر، پاٽو، وڻاڻ ١٩/٥ ٢١/١

پانڊا - انبارخانا، اَن جون جايون (د ٢/٥)

پاڻ - پاٽو، گهر، وڻاڻ، جاءِ، پيالو، وتو ١٩/٥ ٢١/١ ٢٥/٤ ٢١/١

(د ١٦٤/٩) (م ١٠٨)

پانڌڙ، هٺ، مغروري، خود پسندي ١٢/١ ٢٣/١ صورت ١٤/١٣

پاٽو - پاڙ، وٿاڙ، رهڻ جي جاءِ ٦/٥-٨ ٣/٢ رضا، خواهش (س ا)

پانگو - سُکل، سڙيل، ري قر ٢٥/١

پانڌڻ - چڻ ته شايد (م ٤٧)

پاونا - ويساهه، ارادو نيت (س ا)

پائي - پائيوار، شريڪ (ح ١١١)

پاپاٽي - شريڪ يا پائيوارڻ ٩/٨

پٻ - ٻٻ، پيٽ (د ٥٠/٣)

پڀوُت - خاڪ، مٽي، ڦايار ١٩/٢

پٽ - قسم، طرح، دستور ٢/٥ ٢/٦ ١٣/٦ ١٣/١٢ ٢٣/١ (د ٢٣/١ ١٠٤/١) (ح ٨٥) (ب) تڪيو، نوڪ، آسرو ٣/٢ ٥٠/٢

پٿ پڇڙ - اندران يا پردي ۾ان ڪيدي پاهر ڪرڻ، پرهيز ماڻ ڪيڙ ٢١/١

پٿار - گهر ڌڻي، مڙس، خاوند، خدا تعالى ٤/٢ ٦/١

پٿو پٿ، پٿون پٿ - قسمين قسمين، طرحين طرحين ٢/٨ ١٣/٦ (ح ١١٣)

پٿو، پٿي - پراڻي، گريل، ضعيف ٣/٥ (ڪ ٥٤)

پٿيؤن - قبرجا پاسا، قبره ٤/٥

پٽ - وارڻ جو ڏڳ، ڏِب، مڪان جو نالو ٧/٢

پٿارو - پلو، مٿارو جانور، اُت ٣/٢

پٿرڙ - ناپاڪ ٿيڻ، ڇُهڻ (س ٢)

پٿؤن - وڄؤن ٦/٧ (ح ١٢٨) (ب)

پڄهرو - پنبڻي ٢٦/٢

پڇر - شهر جو نالو ڪڇ ۾ ٧/٣ ٢٥/٣

پاڇي رات - رات نري، ٽڏ پوي ١٢/٢

پُڇ - پاڇيٺي، پوگهڙو (د ٨/٤ ٣)

پَر - آڏار، ڀروسو ٣ (د ٥٧/٧ ١٦٣/٩) (ڪ ٣٠) ڪپ ڪنارو، پاسو ٦/٧ (ء ٢٩) هٺ، غرور (س ا)

پرسان، پاسي ۾، وٽ ١٨/٢

پُر - زور، ست ٦/٨

پرانت - سفسو، هڪ کي پيو سمجهڻ (س ا)

پُرپيل - پيل (د ١٣٤/٩)

پرتُ - سامان، موجودي، سُئي جو پرت ٢٦/١

پربور - گهٽو، پريل، پُر ٣٠/٢

پرجهلو - پروسو، پشت پناهه، آجهو، آسرو ٢٤/١ ٣٣/١

پرڪو - پيرو، دفعو، وارو (ع)

پرم - شرم، حيا، آمن، ستر، پردو ٦/٧ ٩/٥ ٣٣/١ (د ١٥٢/١)

پرنگي - گهرپيٽڙي (س ا)

پرڻ - ڦرڻ، ورڻ، پيرو ڪرڻ، ٿوڻ، هرڻ، پرچڻ، راضي ٿيڻ، دور ڪرڻ، موافق اچڻ ٦/٨٠٧٠١ ٢٠٢/٧ ٩/٨ ١٩/٢ ٢٢/١ ٣١/١ ٣٦/١ (د ١٥٥/٣ ١٥٩/٣) گڏڻ، ملائڻ ٣٦/٢

پري - پوڄو، مٿي جو بار ٣٠/٣

پريون پائڻ - درياهه جو پائڻ يا ڪنارا ڪائڻ ٦/٣

ٻُڙ - ڏاهو، هشيار، قابل، بهادر، مردانو، سردار، سائين ١٩/٦ ٢٢/١ ٣٠/٦ (د ٥٩/٧) (ع) (م ٥٨-١١٢)

ٻڙو، ٻڙي - ڪمهه جي گهٽي، عُقد و ٢٦/٢-١ ٣٠/٣

ٻڙڪ ڪرڻ - ٻڙڪڻ، باهه جو زور سان ٻرڻ ٢١/٩

ٻڙڳ - ٻڙڪ، باهه جو ٻڙڪڻ (د ١٣١/٩)

ٻڙوو - حرامزادو (د ٣٠/٣)

پس - ڏوڙ، ڄائي (س ا)

پسر - رکر (س ا)

پَڪليو - پريل ٢٠/١ ٢١/٢

پگنهڻ - جهيڙو ڪرڻ، اجايو سڄايو ڳالهائڻ (ڪ ٣١)

پَگَ - پڳل ٿانءِ وغيره (د ١٤١/١)

پگو - پڳل پراٺو (هتي چرخو ٢٦/١

پُل - پلو وهت، جڳو، موافق ٣/١ ٢٥/٤ فائدو، پلائي، نفعو، فيض ٩/١

پُلائڻ - وسارڻ (ث ٢)

لڪار، پُلڪر - غصو ڪاوڙ، سختي، تنگي، هُل حشر، ڏمڇر ٣/٤ ٦/٨ (م ٤٤)

پَلو - جڳو، سڳورو، بزرگ ٢/٧

پُلڻ - پُل پلان ڪرڻ، پاڪار ڪرڻ، ڏيکارڻ ٦/٨

پليڻ - ڪائي ڪپائي جڏڻ، انگهڻ، لتاڙڻ، وجائڻ، جت ڪرڻ ٩/٨

پن - رچ، چار ٤/١ ٢٨/١

پنيرو، پنيو - زلف، وار (د ٢٥/٢)

پنيو، پنيا - ڳتيل وار، وتيل وار، زلف، جڳو، موچارو، سهڻو ٧/٤ ٩/٦ ١١/٤-٧

پنيور - شهر ۽ مڪان جو نالو ٩/١

پنيولڻ، پنيلڻ، پنيولجڻ - مست ٿيڻ، بگڙي بيهڻ، بيهوش ٿيڻ، پريشان ٿيڻ، ڏکن ۾ پوڻ ٣/١ ٩/٨ ١٠/٧ ١٩/٧

پنييا - آڪين جا ڪوپا، آڪين جون جايون يا خانا ٣٠/٤

پنيئون - اکيون، جڳيون، موچاريون ٣٠/٣

پنڄر - پنگ (ع بنج) (د ٣٠/٤)

پنڄرِ - پنبٽيون (د ٣٧/٢)

پنڄڙ - منٽي، قبر ١٨/٢

پنڊ - پت، مگٺهار (د ٦٦/٧)

ڀنگ - هيبت، خوف، آنڪ
تڪليف، مشڪلات،
رولو، شڪست، ڀڃڪڙ
ڀڙڻ ٩/٧ ١٩/١ ٢٢/٢

ڀنگو- گهر (د ١٧٤/٣)

ڀنڻ - ماتم، مُنهن متو پٽڻ،
دانهون ڪرڻ ١٢/٦ ١٣/٦ ٢٠/٣
(ث ٢)

ڀنوار- گهمنڊ، ڦرنڊ ٢٦/٢

ڀنواري، ڀواري، ڀوارون،

ڀنواريون- ڀوواري، هيبت
؛ خوف جهڙي ١١/٥ ٦/٧ ١٢/٤٠١

ڀنوڻ - رُلڻ، ڦرڻ (س ١)

ڀي - (سرائڪي) ڀگو ١٧/١

ڀني - ڀيڄي ڀني، پرهه ڦٽي،
فجر، رات ٣/٢ ٦/٣ ٢١/٩ ٣١/٨

ڀڻ جهڻ - ڀڻ ڀڻ، آواز ٦/٥

ڀڻڪ - ڀڙڪ، گاله ٻولهه ٢/١

ڀڻڻ- هلڻ، گهمڻ، سفر ڪرڻ
٥/١ ٩/١٠ ١٣/١٢ ٢١/٢ ٣١/٨ (د ٧٧/٥)

ڀوڏ - ڀُڏو، ڏندن ڀڳل،
ڪُراڙو (د ٧٥/٤)

ڀؤر- اُٺ جو رنگ، ڀؤرو
اُٺ يا مينهن ٣/٢ ٢٥/٤ ريتي،
واري، رائو ٩/٨

ڀور، ڀورڻ- ڀڃڻ، پرزا
ڪرڻ ٩/٨ (د ٨٢/٥)

ڀورو- ذرو ذرو، پرزو ١٢/٢
ڀورڙو، نادان (د ٧٦/٣)

ڀوري- ڀورڙي، اَڄاڻ،
آپوجهه، ڀولي، ڀُلڻ ٤/٤ ٩/٣
١٩/٣ ڀورو، بلبل پکي (د ١٥٧/٧)

ڀوري سيڻَ- ذري تائين،
لحظي تائين ٢٦/١

ڀوساگر- سنسار روپي سمنڊ
(س ١)

ڀوڳ - ڪاڏو، طعام، لذت،
جرجو، ڀڳل طعام، ڀوڳهڙا
٢١/٧ (د ١٤٢/١)

ڀوڳڻ- خوش ٿيڻ، راضي
ٿيڻ ٢١/٢

ڀول- ڀولو، ڇُڪ، ڀُل، ڊپ
ڀو (د ١٢٧/١ ١٤٨/٧ ١٦٣/٩)
(م ٨٣)

ڀُوميو - سرزمين جو رهاڪو يا واقف ( د ١٢٨/٢ )

ڀُون - زمين، ملڪ، جاءِ، وهڙ جو هنڌ ٢/١ ٦/١ ١٣/١٢٠٣ ٢١/٣ قبر ( د ٦/٥ ٩٣/٣ ١٢٨/٢ )

ڀونر - ڪارا، ڪارا ڏينهن ١٨/٢

ڀونري - خوبصورت زال ( م ٢٣-٩٣ )

ڀُوڻ - خبر، واقفي، گهوم، مسافري ١٣/١٢ ٢٠/٢

ڀورڻ - رُلڻ (س ٢)

ڀُوڙڻ - ڀِٽڻ، گهمڻ، ڦرڻ ١٣/١٢ ١٤/١ ٢٠/١ ٢٩/١ ( ب )

ڀوڙو - گهمندڙ، ڦرندڙ ١٤/١

ڀي، ڀو - ڊپ، ڊاءُ، خوف ٣/٣ ٩/٧ ١٠/٦ ٢٢/٢

ڀَي - ڀو مان، ڊپ مان، ڊڄي ٢٦/١

ڀيت - حال پائي، محرم، سنگتي، صحبتي ٢٢/٢

ڀيٽڻ - زيارت ڪرڻ ٢٢/٢

ڀيائچ - ڀيائچ پڻي - ڀيائچ پائجڻ - ڀرهه ڦٽي، گذري رات ٣/١ ٣١/٨ ( د ٢٧/٢ )

ڀيائچ - پائجائڻ، آلاڻ، ريائچ، تري ٧/٣

ڀيائچي - شريڪ، سنگتي، هڪاڄيڏو ٢١/١١

ڀيد - گجهه، راز، تفاوت، فرق ١٤/١ ( س ا )

ڀيڏي، ڀيڏي ڀر - آگر جي تيڪ يا پاسو، ڪرائيءَ جي هڏي جي تيڪ ٣/٣ ٢٦/٢

ڀير، ڀيرو - مدد، ڦيرو، ڏور، سيل ڪُن ٢/٥-٦ ٦/٧ ( د ١٦٣/١ ) ( ث ا ) هيبت، خوف ١/٧ طرح، دستور، ڏول، نمونو، وُر ١٤/٣ ٢٠/٣ ٢٥/١ ( د ٢٣/١ ) ( ح ١٠٥ ا ) ( م ٥٨ ) ( ث ا ) ( ب )

ڀير - پرتو، نور، نشان، چمڪاٽ ٣٠/١

ڀيرم - چرخي، ڪتڻ ٢٦/١

ھيرٽ - ھيرڪرڻ - ڦيرائڻ
هلائڻ، ورائڻ، وڪڙ ڏيڻ،
ڏور ڪرڻ ٢/٥ ١٣/٢ ٦/٣ ١٩/٥
٢١/١ ٢٦/١ (م ١١٠) (د ١/٣)

ھيرو ڦيرڻ - ورين نر اچڻ،
سنڀال نر ڪرڻ (د ١٦٣/٩)

ھيريون - نغارا، واڄا (ث ١)

ھيڙ - ڪاھر، سستي، گوڙ،
سوڙھر، گھرج ٢١/٩ ٢٥/١

ھيڙڻ - چڪڻ، تنگ ڪرڻ،
ڪشڻ ١٣/٦

ھيڙو - ھيڙي - گڏ، ساٿ،
ويجھو ٨/٢ ١٢/٩ ٩/١٣ (د ١٢٧/٩)

ھياٽ - چرڻ، ڪائڻ، لتاڙڻ،
لنگھڻ ٢٤/١ (م ٨٤-١٠٨)

ھيڪانڊ - گهڻي جا ڏاڪي ۾
اچي وڃي ٢٦/٢

ھيڪڙيو - جھنگلي جانور،
مرون، ڏڪ، تنبڙ ٩/٨ ١٠/٧

ھيڻگ - ساھم، ساھو، سڪتو،
بي سمر ٢١/٩ (د ٢٨/١)

ھيٺي - حد، ھير ھنڌ، جاءِ،
واھر ٣/٢ ٤/٤ ٦/٦ ١٨/٣ ٢٥/١ ٣١/١١
(م ٤٤)

ھيئو - ڏنؤ (س ٢)

## ت

تاب - ف تابش، گرمي،
سڪ، (د ٤/٢ ٧١/٥) دهشت
دٻ (د ١٧٤/٦) طاقت،
سگھه (ث ١)

تابع - ع تابعدار، فرمانبردار،
مريد ٢١/٤

تا بلب - ف جڀ تي، جڀن
تائين، مرڻ تي (ث ٢)

تابوت - ع جنازو، جنازي کڻڻ
جي صندوق يا تختو،
امامن جا تابوت (ث ١)

تابعو - تابعداري، فرمان ۵

تات - گهٽي، ڳالهه، پچار،
ياد گيري، ذڪر، طلب،
گفتگو، تابعداري ١/٣ ١٣/١٠
(د ٣/٥ ١٦/٤ ٢٢/١ ١٤٢/٦) (م ٥٤)

تات تؤت- گولا قولا، جستجو ١٣/١٠

تاتڙ- سنيالڙ (د ٤٠/١ ٧٩/٤)

تاتو- جلد، تکو، تتل، گرم (د ٥٠/٣)

تاثير- اثر ٤/٣

تاپ- تپش، رياضت (س ٢)

تاق- ثاق، ذار جون ڪانيون هڪبئي تي آڏيون تيڏيون رکيل (د ١٢٢/٣)

تاخير- ع دير (ح ٧٦)

تاڏو- ڏُکيو ١٣/١٢

تار- تال، ڪوڙ (م ٣- ٨١)

تار- گهڻي، بيحد، اڻ کٿ پاڻي، اُونهو، بحر ٩/١ ٢٠/١ (س ١) طلب، گهٽتي ء واسطو، تعلقو (د ٣٢/١)

تارا- اکين جا تارا ١٩/٣

تاراج- ف لُٽ، ڦُر، ناس (ث ١)

تار ڪرڻ- پيري چڏڻ ٢٤/٣

تارو يرو- ويروتار، هميشه، هردم (د ١٦٣/٧)

تاري- طلب، يادگيري، مهرباني، تات ٤/٣ ٧/٣ ١٤/١ ٢٨/١ (د ١٦/٤ ٣٢/١) (م ٨٤)

تاري ڏيڻ- ترڻ (د ١٤/٦)

تاريڪ- تاريڪ، هرروز، ڏهاڙي (د ١٦/٣)

تاڙ- تاڙي ٢١/٧

تاڙو- ڪويل، هڪڙي قسم جو پکي جو مينهن جي موسم ۾ بوليون ڪندو آهي ٧/١ ٢١/٨ (د ٢٢/٣) پڃارن جي پڃڙ جي ڪاني (م ٣٢)

تاڙي- درجي تاڙي بند ڪرڻ لاءِ، روڪ، اٽڪ ٢/٥ ١١/٣ (ڪ ٩٦) (م ٨٣) هٿ جي تاڙي هڻڻ، يعني پکو انجام يا ٺهراءُ ڪرڻ ٢١/٧

تازي- گهوڙو ٧/١ ١٤/١ ٣٠/٤ ٣٥/١

تازيانو- ف چهبڪ (ب)

تاسري- وتي، ڪٽوري، پيالي ٢٢/١

تاسيارو- تاس وارو، اُڃيو، اُڃايل، خشڪ ٢/١

تاسيل- تاسيارو، اُڃايل (د ١٩/٣)

تَاڪُل- (عربي) ڪاڻ ٣١/١٠

تاڪو- تڪيندڙ، دشمن، مارڻ وارو ٦/١ ٢٠/٣

تاڪڻ- چڙڻ، ترڪ ڪرڻ ٢١/٣-٢ تڪڻ، سهي ڪرڻ، وڪرسان پرڻ ٤/٤

تاڪون- تڏهانڪون، تڏهانڪران ١١/٧

تال- فريب، صورت، ڏيکر، ڍول ١٩/٣

تام- تمام، گهڻو، تانر، شالنر ١٠/٦

تام- ف تمام، سڄو، سارو (ث ٢)

تان- آواز، راڳ روپ، آلاپ ١٣/١ تانر، ترنر ٣٣/١

تانگ، تانگهه- ترو، اوُنهائي، تاپيڙ ٦/٧ (م ٣٨) چڪ،

رغبت، گهوڙ، طلب ٩/٤ (د ٣/٥ ١٦/٤ ١٣٩/١)

تانگهار- تانگهو پاڻي (د ٥٦/٣)

تانگهڙ- گهوڙ، ترولهڙ، نهايت يا پڇاڻي ڏسڻ ٩/٤

تانگهو- تورو پاڻي، هيءَ جهان ٤/٦

تاڻ- چڪ، ڪشش، پنڌ ١٠/٥ ١١/٣ (م ١١٣) تاڃي ٢٦/١

تاڻڻ- تڪوهلڻ، جلد وڪرڪٽڻ يا پنڌ ڪرڻ ١٣/٣

تاءُ- تابش، گرمي، تکر ٩/٢ ٢٤/٤ (د ٣٩/٣ ٥٠/٢ ١٢٩/٥) (ث ١)

تائب- ع توبهه ڪندڙ، پڇتائيندڙ ٣/١ ٤/١ (م ٥٥)

تاءِ ڪتاءِ- جاءِ بجاءِ (ڪ ٤٨)

تائڻ- تپائڻ، تئو ڏيڻ ٢/٣ (م ٨٦)

تب- (هندي) تڏهن ٣٠/٤ علاج، ڪوشش (م ١٢٣)

تبار- تبارڪ- قرآن جي ٦٧

سور $\frac{٣١}{١٠}$ اعتبار، پروسو ( م ٢٣ ) اصل، نسل (ث ا)

تّبت - قرآن جي ١١١ سور (لهب) $\frac{٣١}{١٠}$

تبر - ڪهاڙو، ڪهاڙي جنگ جي $\frac{٨}{٦}$ $\frac{١٩}{٣}$

تبّرڪ - ع برڪت، سڳوري (ب)

تت - عناصر سار (س ١-٢)

تتر ڏا ئو تيڻ - تتر جو ڪبي پاسي لنوڻ، جو ٻچڙو سگهڻ آهي $\frac{١١}{٢}$

تتڪال - بروقت، هينئر جو هينئر (س ٢)

تُث - منزل، رهڻ جي جاء، پڇاڙي، نهايت، حد، منع ڪندڙ، روڪيندڙ $\frac{٩}{٢}$ $\frac{١١}{٥}$ (د $\frac{٣٢}{٢}$)

تِڦ - ڪچرو، گندگي (د $\frac{١٢٣}{١}$)

تِڦ تِڦ - تِڦ تِڦ، سنڌ ڪنڻ جو آواز (د $\frac{١٢١}{١}$)

تاجر - گول چت واري جاء، محل (م ١٤)

تاجريد - خدا کان سواء يعني غير کان آزاد رهڻ (ڪ ١٧)

تاجڻ - چڏڻ (س ١)

تاجلّي - ع نمايو ڏيکر، چمڪاٽ (د $\frac{٤٦}{٤}$)

تاجلا رو - تاجاو (م ١٨)

تاچڻ - ڦنڊڻ تير يا نيزي سان، زخمي ڪرڻ $\frac{١}{٢}$ ڪپڻ، وڍڻ $\frac{٨}{٦}$ (ث ١)

تاچاجڻ - ڦنڊجڻ (ح ٥٢)

تاحت الثّري - ع هيٺيون دوزخ (ث ٢)

تاحرير - ع لکپڙهه، لکيو (ث ١)

تاحريم - ع تعظيم (ح ٨٢) امام جي پيروي ڪرڻ (ح ٩٤)

تاحصيل - ع علم حاصل ڪرڻ $\frac{٣٠}{٣}$

تاحفو - سوکڙي (ب ١)

تاحقيق - ع حقيقت، حق جو ڻ $\frac{٢١}{٥}$ سچ پچ، حقيقت ڪري $\frac{٤}{٢،١}$ ٣

تد روپ - هڪ روپ (س ١)

تڏو - فرش، منزل، مڪان، گهر ٢١/٤ (م ١٢٦)

تر - ترائي، هيٺانهين زمين ٧/١ ف تازو، آلو (ث ٢)

تِر - ذرو ٤/٣

تراب - ع مِٽي ٦/١ ٢١/٥

تُراڙو } ترازو - ترازي } ساهمي ١٩/٥ ٢٦/١

تراز - طراز، پيڙي ٤/٥

تراءِ، ترائي - هيٺانهين زمين، درياهه جي نزديڪ، ڪنارو، ڏورو، چشمو ٥/١ ٧/١ ١٩/٣

تراهه - ترائي، تلاءُ (د ٨١/٢)

ترِبيڻي - ٽن ندين جو ميلاپ (س ٢)

ترهنگ - جهڪيل، نميل، ويندل ١١/٢

ترتيب - اڳڀو ءِ ڪرڻ جي رٿ (ج ٧٧) (ب)

ترس - قياس، رحم، همدردي ٢/٢ ١٠/٦ (د ٩٩/٣)

ترسائڻ - سِڪائڻ، سِڪڻ، اچ مارڻ (ث ١)

ترسڻ - انهارڻ، واجهائڻ، انتظار ڪيڻ ٣/٢ (ث ١)

ترشنا - (هندي) اُڃ، لالچ، حرص، (پارسي - تشنه) ١٥/٢ (س ٢)

ترڪ (ڪرڻ يا ڏيڻ) - ع ڇڏڻ ١/١ ٦/٧ (د ٣/٥ ٤٨/٣)

تُرڪ - مسلمان، هڪڙي ذات ٢٤/١

ترڪ الدنيا واجبُ - حديث - يعني دنيا کي ترڪ ڪرڻ يا ڇڏڻ واجب آهي ٢١/١٠

تِرڪ تار - تِرڪ تال، ڍونگ، مڪر (م ٩٢)

ترڪ جلائڻ - وِيڪ ڪيڻ (س ١)

تِرڪُٽي - ٽن ندين جو ميلاپ (س ٢)

ترڪش - ڀٿي، تيرن رکڻ جو خانو ٧/٢

ترميز - تجويز ٤/٤

ترو - ڀچائڙي، نهايت ٩/٤

ترور - (هندي) وڻ ١٥/٢

تروڪڙي - ٽِڪو، خال، ڇِٽ جو سئي هڻڻ سان ڪل تي ڪيندا آهن ٣/١

ترهنجڻ - ٽڪڻ، ٽڪجڻ، هڏ جڻ، پاڻ ڀجاري ۾ وجهڻ ١١/٢

تُرهو - ڪاٺين يا ڪکن جو ويڙهو ترڻ لاءِ ٤/٢ ٦/٨ ٢٠/١ (د ٣٥/٣)

تُريا - جاڳرت جوت، ٻيائيءَ ڀا حالت (س ا)

تريون - ترا، تري جون زمينون ٢٨/١ ٻن يا ڪکن جون ٻريون جن تي ماڻهو ويهي ترندا آهن، ترها ٣٥/١

تڙ - پاڻي ڀرڻ يا ٻيڙ جو هنڌ، درياهه جو تڙ، کوهه، چشما (د ٨٩/٣)

تڙهنگ - اڙهنگ، هشيار، اٽڪلي، ڀنگ يا هنر ڄاڻندڙ ١١/٢

تڙپيڙ - گهل گهيندڙ، گڙٻڙ لڳُ، جبل ١٠/٦ ١١/١

تڙڪرڻ - وهنجڻ، غسل ڪرڻ ١٠/٦

تَڙڻ - هڪالڻ، تڙي ڪيڻ، لوڌڻ ١/٢

تڙي ڏيڻ - ضرب ڏيڻ، ڌمڪائڻ (م ٣٠)

تزئين - ع زينت، زيب، سينگار (ث ا)

تسا - تسيا، فاقا، بکون، ڏکر ٤/٢ ٥/٢ ٢١/٣ ٣٤/٢

تسائڻ - ترسائڻ، سڪائڻ (ث ا)

تسخير - ع ملڪ فتح ڪرڻ، جيتڻ (ث ا)

تسلائي - تسلي، آرام، ڀروسو، ويساهه ١٣/٤

تسليم - سپ ڪرڻ خدا کي سونپڻ، توڪّل، خدا تي ڀروسو ٣/٣٠١ مڃڻ، قبول ڪرڻ، لاهي رکڻ (د ١٠٣/٢) (ث ا)

تُسڙ - راضي ٿيڻ، مهرباني ڪرڻ، خوش ٿيڻ ٢/٥ ١٢/١ ١٨/٢ ٣٣/١ (ڪ ٦٦) (ح ٥٧) (ب)

تَسو - تسيو، ٻڪر، ڏڪر، فاقو ٣/٢ ٥/٣ ٣١/٣ ٣٣/٢

تَسوُ - (عربي - طسو) تمام هلڪو وزن، ذرو، ترن ۾ رتيون ٦/٧

تشنگي - ف اُڃ، پياس، سڪ ٩/١ (ث ا)

تشنه دهن، تشنه ڪام، تشنه لب - ف اُڃايل (ث ا)

تضرع - ع زاري، نياز (ث ا)

تعب - ع ڏکر، رنج، ايذا (ث ا - ٢)

تعجيل - ع تڪڙو، جلد (ح ٨ا) (ب)

تعدي - ع جُٺ، ظلم (ح ٧٠)

تعزيه - ع ماتم، عزاداري، تابوت (ث ا)

تعزير - ع شرعي سزا (ث ا)

تعظيمان - تعظيم ڪان يا تعظيم جي ڪري ٣٠/١ ٣١/١

تعلّق - ع واسطو، ڳنڍ ٢١/٣ ٣٣/٢

تعيّن - ع مقرر ڪرڻ (ح ٧٨)

تغافل - غفلت (ب)

تغير، تغيري - ع ڦرڻ، مٽجڻ متڻ ٣٠/٣ (ح ٥٨)

تفاق - اتفاق (م ١١٩)

تفاؤل - ع فال، چڱي فال، فال وجهڻ ٦/٦

تفرقات - ع تفرقا، جدايون (ب)

تفريد - ع ٻاڻ ڪان فنا ٿيڻ (ڪ ١٧) (ب)

تفڪّر - ع فڪر ڪرڻ، ويچار، خيال جمائڻ ٢١/٥

تفويض - ع توڪّل، ھٿي تي تعلق رهڻ، ڏيڻي چڙ لڻ (د ١٠٣/١)

تقابل - ع سامهون ٿيڻ (ث ٢)

تقاوت - ع تقويٰ، پرهيزگاري، دهل $\frac{٦}{١}$

تقلّب - ع قرڻ، ڦيرائڻ $\frac{١٦}{٠٠}$

تقويٰ - ع پرهيزگاري، خدا ترسي ( د $\frac{١٠٩}{٤}$ ) ( ح ١٤)

تقاي - ع تقويٰ، پرهيزگاري، خدا جو ڊپ $\frac{١٦}{٠٠}$

تڪ - اٽڪل $\frac{٤}{٢}$ تڪر، ڀاڱا ( م ١١٦ )

تڪ - ڳيت، ڏڪ، تڪو يا تڪر گوشت جو، گاهه جو قسم $\frac{١}{٢}$ $\frac{٢}{٤}$ $\frac{٣}{٢}$ $\frac{٩}{١}$ $\frac{٢٤}{٣}$

تڪبّر - ع هٺ يا وڏائي $\frac{٢١}{٥}$

تڪبير - ع الله اڪبر چوڻ، تڪبير و جهڻ، ڪُهڻ $\frac{٢١}{٥}$ $\frac{٣٠}{١}$ ( د $\frac{٤٨}{٤}$ $\frac{٦١}{٤}$ $\frac{١٠٣}{٣}$ $\frac{١٣٩}{٤}$ )

تڪرار - ع تاڪيد، وري وري چوڻ يا ڪرڻ ( د $\frac{٢٣}{١}$ ) (ح ٨٠) بيشڪ برابر (م ١٨)

تڪڻ - نظرڻ، اکيون وجهڻ، جاچڻ، سهي ڪرڻ، نهارڻ، ڳولڻ $\frac{٢}{٤}$ $\frac{٦}{٢}$

تڪيو - منزل، مڪان، رهڻ جي جاءِ، اوطاق $\frac{٤}{٤}$ $\frac{٢١}{٣-٢}$ $\frac{٣٥}{١}$

تڪر - تيزي، تابش، سختي $\frac{٩}{٢}$ $\frac{٢٤}{١}$ ( د $\frac{١٣٩}{٥}$ )

تڪارڻ - تڪرار ڪرڻ، وري وري چوڻ يا پڇڻ ( د $\frac{٥٥}{٢}$ )

تُڪي - مينهن، گاوميش، رات $\frac{٦}{٤}$

تگرگ - ف ڳڙا، ڳڙن جو مينهن ( ث ٢ )

تڳائڻ - هلائڻ، جيارڻ ( م ٨٤ )

تڳڻ - جيئڻ، رهڻ، گذارڻ، جٽاءِ ڪرڻ $\frac{٣}{١}$ $\frac{٤}{٢}$ $\frac{٣١}{٨}$

تِل - تر، ذرو (ث ١)

تُل - تلاءُ $\frac{٧}{٢-١}$

تُل - مٽ، برابر $\frac{٢٠}{١}$ $\frac{٣٢}{١}$ (د $\frac{١٠٩}{٦}$)

تلاوت - ع قرآن پڙهڻ ( ح ٤٣-٧٩ )

تلف - ع چٽ، ناس، نابود (ث ١-٢)

تلقين-ع هدايت، تعليم، سيکارڻ ١٦/٠٠

تلڪ- سنڌر جو چٽو جو هندو پيشانيءَ تي ڏيندا آهن ٣٠/٣

تلڪ ڪي پرپنگ-(ڏ تڪي) تلڪ جو پنگو يا نشان پڳهر مرياچي پيو آهي ٣٢/١

تليون- ٿر جون ڏوريون، پٽن جي وچم هينڌانهيون، ترايون ٣١/١

تمُ- (هندي) تون، توکي، اوهين ٧/٢

تمَ- ع پورو ٿيو (د ١٧٥/٨) اوُندهه (س٢)

تماچو- ف چماٽ (ب)

تماچي- سمو جام تماچي، سنڌ جو حاڪم ٣٥/١

تُماري- هه تنهنجي، اوهانجي ٢/٢ ٦/٨ ١٣/٣

تمام-ع پورو، زبون، ناس، نيست نابود ٢٠/١

تمر- ع ڪاجون، ڪارڪ، ڪتل ٣١/١

تُنَ- تنگ، سوراخ ٣/٣ ٦/٦ ٣١/٥

تناهه- تنها، اڪيلو ٢٥/٢

تُنبائڻ- ڪپهه کي هٿن سان ذرو ذرو ڪري ڌار ء صفا ڪرڻ پڃائڻ لاءِ ٢٦/١

تُنبو- ساز وڄائڻ جو، طنبور ١٣/١

تنبورو- وڄائڻ جو ساز، طنبوُر (د ١٠/٣)

تُنبير- تنبو وڄائيندڙ، مڱڻهار ٢٧/١

تُنبيرو- تنبورو، تُنبو، تنبي وڄائڻ وارو ١٣/١

تُنبيل- تنبيرو، ستار، ساز ١٣/١

تناجهه- تناجڻ جا ڪپڙا يا پٽا (د ٣٠/١)

تُند- ف تندي، شوخي، ڪاوڙ، ڏمر ٢/٨

تندون پائڻ- چِڪي هلائڻ، چورڻ، جيئن بازيگر پتلين کي چوريندا آهن ٢١/٣

تُنرا - آکين جون کنڊون يا جهنبڙيون نک جي پاسي ( د ٢٥/٦ )

تنزيل - ع نازل ٿيل يا لٿل ڪتاب يا قرآن ( د ١٦٥/٣ )

تنزيهي - ع هلڪي ڪراهت ( ح ٨٨ )

تُنڪا - طعنا، مهڻا ٣٤/١

تَنگ - تونگ، جهل، تلاءِ چشمو ١١/٦-٢ تنگي، تڪليف، اُڄ، اوسو ٦/١ ٣١/٩ ڪشش، زور، ڏاڍائي، مشڪلات ١٢/٢ ٩/٨٠٢ جم جو پٽو گهوڙي جي زين ٻڌڻ لاءِ (د ١٧/٢ )

تُنگ - لشڪر، سُڄيو ١١/٢

تنگهه - تانگهه، طلب (د ١٣٩/١ )

تنناتون - ٽان، ڳائڻ (د ٥/٤ )

تُنڻ - تن يا تنگ ٻڌڪرڻ، ڏ گهوڙي هڻڻ ٣/٢

تنوار - تنوارڻ - ٻولي، ڏڪر، آواز، پڪار، دانهن، تند چورڻ، سڏڻ، هلائڻ

ٻولائڻ، وڄائڻ ١/١ ٢/٢ ٦/٩٠٢ ( د ٧٥/٣ ) (ث ١)

تَنيان - تَن منجهان ٢٦/١

تَنڙ - تَن، ٻت، بدن، جثو ٣٤/١

تَنڙ - تاڻ، ڇڪ، تائين، تاڻين ( م ١٠٠ )

تَنڻ - تاڻڻ، ڇڪ تاڻ ڪرڻ، وڙهڻ، اجائي هلت ڪرڻ ٢٣/١

تَنڻي - ٻاؤ، سيخو ٢٥/٢ ٢٨/١ ٢٣/١ تاڻ، ڪشش، ڇڪ ( د ٥٩/٢ ) طاقت، سگهه، نسون ( د ٩٣/٥ )

تواضع - ع نياز، نماڻائي، نيچائي ٣٠/١

تو - تاءُ، تابش ( د ٥٠/٣ ٧١/٥ )

توانو - ف توانا، سگهو، تندرست ٣/٢

توائي - ٻڌال، گمراهه ٣/١ ١١/٢

توبوا الي الله توبةً نصوحا - قرآن مان - يعني خدا وٽ سچي دل سان توبهه ڪريو ٣/٢

توبهہ - قرآن جي ٩ سورۃ ٣١/١

تؤت - تات، طلب، ڳولا ١٣/١٠

تؤدا - ف ڏڳ، ڏير، ڏڙا منٿئِ جا (د ٣٠/٤)

توڏ، توڏو - اُٺ، ڪڙائي، وڏائي ١١/٣-١-١ ١٢/١ ١٣/٤ (م ٧٦)

توڏي - ڏاچي، خوبصورت زال يعني سهڻي، راڳ جو نالو ٦/٩-٣-١ (س ا)

تورتڪ - سنڀال، خبرداري (د ١٢٨/١)

تؤر - گهيڙ ٦/٧ ڦر، وري ڦنل وڻ ٣/٢ ٣١/١ طعنو، مهڻو، ڏوراپو، هڪ جيڏي، سرتي ١٩/٦-٤ ٣١/١ فصل يا پوکر جا وري ٿئي ٣١/١

توريت - حضرت موسيٰ تي لٿل پاڪ ڪتاب (د ٣٤/٦ ٥٧/٢ ١٦٥/٤)

توڙ - نهايت، پڇاڙي، آخر، منزل، وطن، اصل، مؤر ٣/١ ٣/١ ٣/٥ ١٢/١ ١٨/٣ ٣١/٤ ٣٤/٦

توڙي - آزل ٦/٣ (م ٥ ٤ ٣ ٥ ١٣٢) (ب) (ع)

توڙا - توڙان - توڙ ڪان، اصل ڪان، بلڪل، مؤر ١٣/١٢ (د ١٥٩/٦) (ح ٢) نيٺ، آخر ٣٥/١

تؤڙي، تاوڙي - تاهش، اس، سخت گرمي (د ٤/٢)

توشڪون - توشاخانا، جواهرن ۽ هٿيارن وغيره جي رکڻ جي جاءِ، بسترو، هنڌ ١٩/٥ ٣١/٢

توشو - ف سامان، سمر، آذوقو ٣١/١ (ح ١١١)

توفيق - ع صبر، تحمل، طاقت (د ٥٨/٣)

توقف - ع ترسڻ، بيهڻ (ب)

تول - تور (د ١٥٨/٥)

تونر - ماري، شڪاري ٣٦/١

تونس - اُڃ، پياس، سڪ ٦/٦

تونگ، تنگ - جبل ١٣/١٢

تؤڙ - گذران، سمر، سامان، سيڌو ٨/٩

تۇڻي - ڪاچ، قوت، سمر ١٣/١٢ ١٧/٣ ٢١/١٠

توھ - مھرباني، ڀلائي، فضل، آسرو ٤/٥-١ ٦/٥ ٧/٤ ١٨/١ (د ٧٦/١ ١٧٢/٣) (ح ١٤١-١١٤)

تُوھان، توآھان، تُھار - تنھنجي آڌار، تنھنجي آسري ٦/١

توھڻ - راضي ڪرڻ (ڪ ١٠١)

توءِ - تہ بہ، تڏھن بہ، تہ تڏھن، تہ پلي، توڙي ١/٢ ٣-٦-٦/٧ ٩/٤ ١٠/٤ ١٣/٩ ٢٩/١ (د ٦٦/٥) (ب)

تُئان - توڪان (د ٩٨/٦)

تُھارڻ - تُھہ پاسي ڪرڻ، تارڻ (د ١٣٣/١)

تُھان - توڪان (ڪ ٢١)

تُھائڻ - ڪوتي ڪيڻ، ڏير وجھڻ، سيڙائڻ، راضي ڪرڻ، خوش ڪرڻ، پرچائڻ، حرصائڻ، پسند ڪرڻ ٦/٣

تھدل - ف دل و جان سان، صدق مان (ث ٢)

تھہ ڪرڻ - خوش ڪرڻ، راضي ڪرڻ ٢٤/٣

تھو - تيھو، تھڙو، جيھو جو جواب موصول (ح ٤٩)

تھوارُون - تھبارُون، ليڙون، ڀرزا ڀرزا، بُرا حال ٩/٧ ٣١/٥

تِھن، تھير - تيھن، تنھن وير تڏھن ٢٣/١ (ب)

تي - تڏھن، تيلانھن، تہ بہ، تيئَن ٢/٨ ٥/١ ٦/٩ ٩/٣ ٣٥/١ (د ١٥/٢) تنھنلاءِ، تنھنڪري ١٣/٣-٥ ١٩/٩

تِيان - تِتان، اُتان ٥/١

تِيائين - تِتائين، تِتان ٢/٥

تيبر - تکو، ڏاڍو، جلد (س ١)

تيجھ - تيزي، تابش (د ٣٩/٣)

تيرباران - ف تيرن جو مينھن يا وسڪارو (ث ٢)

تيرٿ - ھندن جي زيارت جي جاءِ ٢١/٤

تيرگيھا - ف اؤنداھيون ١٦/٠٠

تيرو - ( هندي ) تنھنجو ٣٣/١

تيز - تيزي ، تڪليف ، ڏک ، زخم ( د ١٢٨/٥ )

تيغ - ترار ٢/٣ ٧/٣

تيلھ ، تيلاھ ، تيلانھ ، تڏھن ، تيئن ، تيڏھن ١/٢ ( ح ١١٤ )

تيلي - تيل جھڙي ، رنگ جو قسم ، بد شڪل ، ڇاڪي ٣/١

تيوڙا ، تيئڙا - . ترار يون صفا ڪندڙ ، صيقلگر ٧/٣ ٨/٦

تيؤن - تئيءَ جو جمع ، حلوائن جون يا ترڻ جون تيؤن ٣١/٩

تيھي - تھڙي ١٢/٣

## ٽ

ٽاريلا - ٽر جا رھاڪو ٣١/١

ٽاڦ - ھٿ سان ھٿ تي ڏڪ هڻڻ يا تال تي ھورو ٻيھڻ (د ١٢٢/١ ) ٺڪڻ ، ڪوڙ ، ٻٽاڪ ( د ١٢٣/١ )

ٽاڪ - جاءِ ٣١/١١٠٢ ( د ٨٣/٣ )

( ح ٦٠ ) ٽڪ ، ٽڪاٻجڻ ( د ١٤٣/٢ )

ٽانور - واٽئي جو نالو ٧/٤

ٽاٽو - جاءِ ٣/٢

ٽاھر - ٽانھر ، تحمل ، آرام ، صبر ، بچاءُ ، مدد ١٠/٣ ( د ١٩/١ ) ( م ٣٣ )

ٽُپ ٽُپ - ٽُڪر ٽڪر (د ١٤/٣) ٻُٽ گاھ جا ( د ١٥/٣ )

ٽِپ - ٺڪڻ ، ڪوڙ ( د ١٢٣/١ )

ٽِڙڻ - آٽڙڻ ، ڦٽڪڻ ( م ٢٩-٣٠ )

ٽر - ريگستان ، واريا سو ھٽ ٦/١ ٧/١ وڏو جبل ٧/٢ ٩/٢ قائم ( ح ١٠٤ )

ٽِرٽا - ٻيھڪ ، مڪمائي ( س ١ )

ٽرٽاڻ - ڏڪڻ ، ڪنبڻ ٨/٤

ٽِرداس - آرسي ، سست ( س ١ )

ٽرھڙي - ھڪڙي قسم جو وڻ ( م ٩٢ )

ٽڙ - ٽڙا پاڪڙي يا پلاڻ جا (د ٨٩/٢)

ٽڙڦڻ - ڦٿڪڻ (ث ا)

ٽِڙڪڻ - جاءِ تان نڪري وڃڻ، ٽِڙڻ ٢٣/١

ٽِڙڻ - ٽڙڪڻ، بگڙڻ، ڦرڻ ٢٣/١

ٽڙڻ، ٽڦڙڻ - آٽڙڻ، ٽاپا ڪائڻ (م ٢٩)

ٽَڪڻ - گذرڻ، لنگهڻ (ح ١٠٠)

ٽُڪڻ - ٽُوڪڻ، ٽُوڪي اُڇلائي ڇڏڻ، نا پسند ڪرڻ ٢/٢

ٽُڪ هڻڻ - اُڇلائي ڇڏڻ، برباد ڪرڻ، ضايع ڪرڻ ٣٠/٤

ٽَلِ - مال جا ٻُجا جنمان ڪير نڪري (١٣٠/٢)

ٽوبي - نڪر جو ٽڙو ماني پچائڻ لاءِ (د ١٣/٢)

ٽوپ - واهر، مدد، پروسو ١٠/٣ (د ١٩/١)

ٽوڪ، ٽوڪو - شي، ٽول، جيئن مطلب، مراد، اسباب، وڏي وٿ يا شي ٢/٨ ٢/٢ ٧/٢ ١٤/٤ ٢٢/١ ٢٨/١ ٣١/١ (د ١٣٨/٦ ڪ ٨-١٨) (س ا-٢) موسم، منڊائتو ميوو، ٣١/٨-٧ زيور، گهر ٣٥/٢

ٽُوٽا هڻڻ - ٺٺو هڻڻ، نڪ هڻڻ ٢٥/١

ٽُوٽي - ٽنب، ٽيڪ، جهلو ١٣/٤ ٢٥/٢ (د ١٤/٢ ١٩/١)

ٽُوهر، ٽُهر - هڪڙو ڪنڊن وارو جابلو وڻ ١٠/٣

ٽَهر - ٽهر (م ٤٥)

ٽهمرجڻ - تحمل ۽ صبر ڪرڻ (م ٤٥)

ٽيڙ - ٽاپا، ڏڪا (م ٣٠)

ٽيڙو - ٽيو (د ١٧/١)

ٽيڪڻ - صبر ڪرڻ، قياس ڪرڻ، بس ڪرڻ، ڪمر جوڙڻ، ترار مياڻ ۾ وجهڻ، ڪم بند ڪرڻ ٢/١

تيلهہ - تيلهو، گوتري (د ١٥٠/٢)

تيلهڙ - ڏِکڙ، هنائڙ ٥/١

تيلهي - هڪڙو ماڇيءَ جو قسم ٦/١

## ٽ

ٽاٽا - ميهن يا پاڻيءَ ڪِرڻ جو آواز (د ٨١/٥)

ٽاٽون - ٽٽون، گهوڙا ٢٥/٤

ٽاٽونڪڙ - ڇنبڙ، ڦُوڪڙ ٢٥/٤

ٽاڏ - رنبڙ (ٽڏڙ) (د ٧٧/٤)

ٽاڙهون - رنيون، رڙيون (د ٧٧/٤ ٨٤/٥)

ٽاس - باهہ، سيڪ (د ١٧١/١)

ٽاڪُر - ننڍو ٽڪر، ٽڪري ١٢/٢ ٣٠/٢

ٽاڪڙ - ٽُڪڙ، وڏڙ، پاڇڙ ٩/٧ ١١/٦

ٽالو - گُساهہ، ٽرٽي (س ١)

ٽامٽي هٽڙ يا مارڻ - ٽامي جهڙو رنگ وٺڻ (م ١٤١)

ٽاڻ - ٽاٽو، وقت، طعنو ١٨/١ ٢٨/١ ٣٠/٣ (د ١١٧/٣ ١٦٠/١١) (ح ١٢٠)

ٽاٽا - ماٽا (م ١٢١)

ٽُبڪ، ٽُبڪڙا، ٽُبڪٽا - ٽبٽيون، ٽبٽا، ڇاٽيون ٣١/٦

ٽِرپِٽڙ - ٽن هٿن تي هٿ هٽي پِٽڙ، يعني مٿي ڇاتيءَ ۽ گوڏن تي ١٤/٤

ٽُرڙ - هلڻ (د ١٠٧/٣ ١١٩/١)

ٽِڙهہ - تمام کٽو ترش (د ٨٥/٢)

ٽِڙڻ - ٽُڙڻ، ڇڄڻ، ٽڙي پکڙي وڃڻ (م ٣٠)

ٽُس - ڏگهہ ٣١/١٦

ٽسڪڙ - ٽهڪڙ، ٽاچڪڙ (د ١٧١/٢)

ٽِسٽي - ٽيٽي، ٽن ٽندن واري، ٽن سون تاچين يا ٽندن وارو ڪپڙو ٢٦/١

ٽِڪ - داغ، ڏڪ، ڦٽ (م ١٢٤)

ٽڪاٽو - گهہ، جاءِ ١٩/٩

ٽِڪڙي - ساهمي، ترازو (س ٢)

ٽڪور - ٽونڪار، ڏونڪو هٽڻ ٣٢/١

ٽَگو - ڏاگهو، جٽيو ٢١/٩ (ب)

ٽُلڪڻ - رلڻ، ڏار ٽيڻ، پري پوڻ (د ١٢٥/٣)

ٽِلڻ - نازسان هلڻ، ٽپا ڏيڻ ٣٤/١ (د ٥١/١ ٨٢/٢)

ٽِمڻ - هنجون هارڻ، روئڻ ٢٠/١

ٽَنگ ٽولڻ - ٽنگون هٽڻ يا جوڙڻ (د ٣٥/٣)

ٽِٽڪڻ - آواز ڪرڻ (د ١٦٥/٥)

ٽِٽو ٽٽون - بلبل يا ٻين ننڍڙن پکين جي ٻولي (د ١٦٥/٥)

ٽوٽ - ٽڪر، ٽوٽو (د ٢٩/٥)

ٽوڙڻ - ٽوڙ ڏيارڻ، گهمائڻ ٩/١٢

ٽوڙ - هالن واري پير جو مريد گهٽي ماني کائيندڙ ٢٤/٣

ٽوڙڻ - چنڊڻ، ڀڃڻ ٢١/٤

ٽوڪ - ٿهل، سنڀال، چاڪري (د ١٣٠/٢)

ٽول - شي، اسباب، سامان، مال متاع، مطلب ١٩/٩ (ب) (د ١/٦ ٨٠/٥ ٨٣/٧)

ٽُون ٽُون - ٻٽاڪ، ٻڪ، مستي، چاوچلائي (د ١٥٦/٢)

ٽونڪار - آواز، ٽڪار ١٣/١٠

ٽُوهه - مشهور ڪڙي شي، زهر، ٽوهه جهڙا ڪڙا ١/٢ ١٨/١

ٽويو - ڪڏ (س ١)

ٿَهه ٿهه - کل جو آواز، خوشيءَ مان، مزي مان، ٽمڻ جو آواز ٧/٣ ٢٠/٣

ٿارڻ - ملائڻ، ٻارڻ، ٽوڙ نباهڻ، مدد ڪرڻ ٩/٨

ٿهڪڻ - سهٽو لڳڻ، وڻڻ، جڳو لڳڻ ٧/٢

ٿِهڙيون - پيشانيءَ جا گهُنڊ (د ١٥٩/١)

تهل- خدمت، سنڀال (د ١٣٠/٢) (م ٢)

تيپ- قيد، بند (د ٦٦/٤)

تيڏي- تيڙي، ڏنگي (س ا)

تيڙ- لُچ گهوڙو، جڙ مستيءَ وارو، ڏنگو (د ١٧/٢)

تيڙوُ- ٽي تارا آسمان ۾، برج جوزا ١٩/١

تيڙيو- مستي، حرڪت، نازنخرو، آنگل، هٺ، وڏائي ٢٧/١

تيڪر- هڪڙو پکي جو پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻي مڇي ماري نڪرندو آهي؛ تير، جو لڳي پار نڪري ٢/٣

تياهه- ٽي گڏجي جڙهڻ (د ١٥٠/١)

تيرٽ- پيشانيءَ جا گهنج (د ١٥٩/١)

تيو- نشان (س ٢)

## ٿ

ٿاٿا، ٿاٿنا- سڪتا، ٿلها، خالي ٢٧/١ ٣٠/٣

ٿاڌ- ٿڌ، سردي، ٺنڍائي (د ٧١/٥)

ٿارُ- فائدو، آرام ٢/٢ سيءُ، سردي، ٿڌ ٧/٣ ٢٧/١ (د ١٩/٢)

ٿاڪر- سوامي، ديوتا (س ا)

ٿاڪرو- ٺاڪر، راجپوت، ٺاڪر جو ٢٥/٤

ٿام- ماٺ، صبر، آرام (د ١٦/٥)

ٿاٿنارو- ٿامي جا ٿانءَ جوڙيندڙ، مسگر ٥/٢

ٿاڙ- وٿاڙ، ٿاڙو، طويلو (د ١٦٠/٧)

ٿاهر- آرام، ٿار، ٿام (د ٣٩/٢)

ٿاهر ٿوهر- ٿاڇمل (د ١٠٠/٦)

ٿٽ- ڏيکر، ڊول، شان ٢٥/٤

ٿپ- ڦٽ، وڍ، زخم ٢/٢ ٢/٧ (م ١٢٤) (س ا) اُتي جو اُتي، اُنهيءَ وقت ٣٦/٢ ٿاهر ساهي، آرام (د ١٦/٥)

ٽپ- ٽڙ ٽپ، جهت ۾، تمام جلد (د ١٧/٦)

ٽڙهه- گهاٽو، جميل، ڇهنندڙ (د ٨٥/٤)

ٽمپ- سردي پاڻي ڇمڻ ڇهڙي (د ١٩/٢)

ٽسڪڻ- ٽهي اچڻ، ٽهڻ ٽڪڻ (د ١٧١/٢)

ٽُڪائڻ- ٽڙڪائڻ (ب)

ٽگهه تاهه- ٽگهي جو تاهه (د ٥٦/٢)

ٽگهوري- ٽگهي، فريب (س٢)

ٽلهو- خالي (د ١٣٠/٦)

ٽور- جاءِ ١٥/٢

ٽوگهي- ٽگهي (د ٦١/٢)

ٽهه ٽهه- ٽڪاءُ (م ٣٤)

ٽهڻ- صبر ڪري ويهڻ، راضي ٿيڻ (د ١٦/٥)

ٽيلهه- ڏڪ، ڏڪو، ٽيلهو (د ١٥٠/٣)

## ث

ثابت- ع پڪي، سچي (د ٢٢/٤)

ثالث- ع ٽيون (ث ا)

ثاني- ع مثل، هڪجهڙو، مَٽُ ١١/٥ ٢٤/٢

ثبوت- ع ثابت، بقا وارو (د ٨٩/٦ ١٣٨/٦)

ثمر- ع ڦر، ميوو (ث ا)

ثنا- ع تعريف، واکاڻ، وصف ٤/١ (ح ٨٣)

ثناخوان- ف تعريف ڪندڙ، مدّاح (ث ا)

ثواب- ع اجر، پهچ (گناهه جو ضد) ٢١/٣

## پ

پابرهنه- ف پيرين اگهاڙو (ث ا)

پاپوڙا- پيرڻ جا پن ٣٥/١

پاپوهه- مُرڪڻ، خوشي ١٣/١٢

پاپوهڻ- مرڪڻ، خوش ٿيڻ ١/٣ ٣/٢ ١٣/١٢ ٢١/٦ ٢٤/٦

پاتار، پاتال- درياهہ يا سمنڊ
جوترو، اوُنهو پاڻي، غرق،
گم، محو ٤/١ (م ١٣٦)

پاتلي- پاتال جي، سمنڊ جي
تري جي، تياي يا سنهي ٣٢/١

پاتڻي- پتڻ وارو، پيڙهيءَ
وارو ٥/٢

پاتي - پتي (س٢)

پاٽُ- ڳائڻو ميراسي، مڱڻهار،
چارڻ ١٤/١ ٢١/١ ٢٤/٢

پاتوندر- ساٿي، وندينڊڙ،
درپتيندڙ ٢٤/٢ ٣٦/١

پاٽڻ- ڌوئي صاف ڪرڻ
(د ٢٧/٣)

پاٽيل- سُڪايل، اسو ڪيل،
عمدو (د ٧٩/٢)

پاجي - پاجي، پازي،
بدخواه نوڪر، غلام،
ڪمينو، خسيس ٩/٩ (س٢)

پاڇ- پڇاڙي، آخر (د ٣٤/٣)

پاڇاتي- پڇاڙي موسم جي
۽، پوئتي ٧/٢

پاڇاهي- بادشاهي ٣١/٦

پاڇيو- پاڇو، پاڇولو (ب)

پاڇي- پڇت، باقي، آذقو
٢١/٧

پاڇيو- پاڇو، پاڇولو (ب)

پادر رڪاب- ف هلڻ يا
رواني ٿيڻ لاءِ تيار،
گهوڙي تي چڙهڻ جي
تياري (ث ٢)

پاڏارڻ- پڌرو ڪرڻ، پڌر
وجهڻ ٩/١

پاڏ- پٽُ، پنيان (د ٧٧/١)

پاڏڻ- وهٽ کي رسو وجهي
پڌرڻ (د ٤١/٢)

پار- نشان، عادت، ڪم،
طرف، ڏسُ ١/٢ ٦/٩ ٩/٢ ١٠/٢
(د ٧٩/٦) (م ٨١)
پرين ء پر، هو ڪنارو ٤/١
پيغام، پتو ١٠/٢ (د ١٠٦/٢)
پاسو، پاسدار، طرفدار ٢٣/١
اوسَ، دانهون ٨/٢ ١٢/٥

پارايو، پارنيو- پيغام،

ڏوراپو $\frac{١٩}{٥}$ $\frac{٢٢}{٢}$ $\frac{٢٥}{٤}$ $\frac{٣١}{٩}$ $\frac{٣٤}{١}$ (ڪ ٣٠)

پارچا - ف ڪپڙا $\frac{٤}{٥}$ $\frac{١١}{٤}$

پارس - نامي ڪي سون ڪندڙ پهڻ، ڪيميا $\frac{٤}{٤}$ $\frac{٣٥}{١}$ ڪاريگر اُستاد $\frac{١٤}{١}$

پارسي پائڻ - ڳجهه پروڙڻ، ڳجهي ڳالهه معلوم ڪرڻ، پرولي ڀڃڻ $\frac{١٤}{١}$

پارسيون - ڳجهيون ڳالهيون، ٻلوچڪي ٻوليون $\frac{١١}{٢}$

پارڪڍڻ - اوسارڻ، دانهون ڪرڻ $\frac{٨}{٣}$ $\frac{١٢}{٥}$

پارڪر - ملڪ ۽ مڪان جو نالو، ٿرپارڪر، نگرپارڪر $\frac{٧}{٤}$

پارکر - پرک، امتحان، آزمائش $\frac{٣٦}{١}$

پارکو - پرکڻ وارو، پرکيندڙ $\frac{٤}{٤}$ واقف $\frac{١٣}{١٢}$

پارو - (پارسي - پاره) ٽُڪر، قرآن جو سيپارو $\frac{٢}{٥}$ جميل

پاڙي، ساخت سردي $\frac{١٠}{٣}$

پاري - ڪسي، ڪوهاڏو، سير، نهر، پاٽيءَ جي شاخ $\frac{٤}{٦}$ فراقي، جدا ٿيل، پار جبل جي، پاليل، نپايل، پانهي، نمڪ پروردي $\frac{١١}{٧}$ $\frac{١٣}{٥}$ $\frac{٢٤}{١}$

پاريان - پار ڪان، طرف ڪان $\frac{٢١}{٨}$

پاريچا - پار جا وينل، پرينءَ پرجا $\frac{٦}{٤}$

پاريڙي، پارهيڙي - شڪاري، پکي ماريندڙ $\frac{٣٦}{١}$

پاريل - پاليل، نپايل، هيرايل $\frac{١٠}{١}$

پاريهر - پاريهل، پاريل، جهنگلي ڪبوتر (ڪ ١٠٣)

پاريۇن - پاسا، ڪنارا، ڪنڌيون، نهرون، سيرون $\frac{٦}{٩}$ واريون، طرف، پاسا $\frac{٣}{١}$

پاڙڻ، پارڻ - برابر ڪرڻ، مٿ چاڙهڻ، پورو ڪرڻ

٣/١ ٦/٥ ١٠/٥ ٣١/٦ ٻجرا ڪرڻ،
حساب ۾ لاهي رکڻ (د ٨٧/٦)
(ح ٤)

پاڙيچا، پاڙيچي - پاڙي
واري، محلي واري ٥/٢ (ع)

پاڙي - پاڄي، پانهي، گولي،
جدا تيل ٩/١٣ ١٣/٩ ٢٦/٢ ٣٣/١
(د ٦٣/١ ١٦٧/٦) (ح ١٣٦)

پاس - پاسي، وٽ، تي ٥/٣

پاسارو - پاسيرو (م ٦٥)

پاساري، پاسي واري، ويجهو
يا پاڙي ۾ رهندڙ ٧/٢ (ب)

پاسنگ - ڪاٽ، وزن جو
پورڻ يا تورو ١٤/٢

پاسيان - پاسي کان، وٽان ٢١/٨

پاڪي - پاڪائي، پاڪيزگي

پاڪيزو - پاڪ (د ١١/٥)

پاکر - زره، جنگي پوشاڪ،
پناهه، مدد ٨/٢ (م ٤٤)

پاکري - پکريل، پيارو،
عزت وارو ٢/٦

پاکڙي - پيڙي ٤/٢

پاکوڙو - رڪاب، جُتي ١١/١
٢٤/١ ٢٥/٤

پاکي - چِتي، پنڙي ٣١/٣

پاگ - پڳ، پڳڙي، دستار
٨/٥ ٢٤/١ پيرو ١٥/١ (ڪ ٤٠)

پاگارو - پڳ وارو، ملڪ جو
والي ٢٤/١

پاگين - پيرين ١٥/١

پال - ڪکر جن ۾ ميوو رکي
پچائبجي، نڌي و تنبو ٣١/١١

پالار - شاخون، ٽاريون ١١/٣

پالوٽ - لهر، پلٽ، پکڙڻ،
مدد، اشارو ٧/١-٤ (د ١٦٢/٢)
(ح ١٣٦)

پالهو - خالي، بچيل ٣٠/٤

پان - پان جا پن يا بيڙا، پن ٤/٢

پانجاريو - پنجن ورهين جو
اُٺ ١١/٢

پاند - تي، ٽِڪان، پلؤ، سان،
۾، ڏي، پاسي، حد، پتو
٢/٦ ٣/٢ ٦/١٠-٥ ٧/٣ (ث ا) (ب)

پاندورو - پاندر، پولڙو (ب)

پانڊي - پنڌ ڪندڙ، قاصد ٣/٥ (م ١٢١)

پانڊپ - سردار ٢٤/٣-٣-٤

پانو - مڙس، بهادر، دانا، سکي ١٤/٣ ٢٤/٣ (م ١٧-٣٤)

پانهيرو - پوئيرو ٣/١

پانهون، پاهون، پانهين، پاهين - پٺ تي ٦/١-٦-١ ٩/٣ ١٢/٦ ١٣/١ ١٨/٢ ٢٧/١ ٣٠/٣ (ب)

پانو - پير (هندي - پاؤن) ٦/١

پانئر، پانئُر، پائر - مڪان جو نالو، ٿر، پٽ ٢٥/٤-٢ ٣١/٢-١

پاڻ - خودي، هستي ١٢/٣ ٢١/١

پاڻو - مڪان، منزل، جاءِ ٩/١٣-٢

پاڻياري - پاڻيءَ واري، پاڻي ڀريندڙ ١٩/٩

پاڻيٺ - موتيءَ جو آب يا پاڻي، رونق، رنگ روپ، موتي، آبدار شي ٣/٥-٣ ٢٧/١ ٣٥/١ (د ١٣٠/٦)

پاور - سگهه ١٥/١

پاون ڪرڻ - پاڪ ڪرڻ، سڌارڻ (س ١)

پاونگ - وهٽ، پهلوان، بهادر، شوخ ٨/٢ (م ٣٠-١٣١)

پاهه - پهه ٦/١ رنگ، ريجهه، خوراڪ، چارو، ڪاڏو ٧/١-٣-٣ رس، مڪر، طاقت ١٠/٣ گاڙهو رنگ، رنگريزن جو مصالحو ١٣/٤ ١٩/٥ ٣٠/١ ساڻ، وٽ ٣٧/١ گريل، سڙيل، سُڪل (د ٩٣/٤ ١٠١/١ ١٧١/١)

پاهان پگ - پونيان پير ٢/٦

پاهت - موافق، لائق، مناسب ٦/٥ (م ٦٦) صلح، ناهه، اتفاق، محبت ٣٠/٤

پاهه تيڻ - پوريءَ طرح پچڻ (د ٣١/٥)

پاهڙ - پهاڙ، پهڻ ١٠/١

پاهوڙو، پاهوڙي - توبرو، اُن کي داڻي گاهه وغيره کارائڻ جو ڪٿو ٣/٢ ڪاٺ جي

کوڏر (د ٣٠/٤)
پاهون، پاهين - (ڏسو
پانهون) پري، پرانهون
١/٢ پٽ تي، (د ٥٥/٥)
پاهي - ڇڻي، پنڙي، پاڪري،
جهڻ يا لسي ٣١/٣
پاءِ - (ف پاي) پير ١١/٥
لاءِ (د ١٣٠/٢)
پائر - پائنر، ترجو مڪان
٧/١ ٣١/٢-١ ٢٥/٤-٢
پائڻ - ڪٽڻ، ڍڪڻ (د ٧/٣)
ڏيڻ، رجهڻ (ڪ ٦٥)
پاياني - ف پڇاڙي (ث ١)
پايو - گپچهارت پيڇڻ جو
اشارو (م ٦٧)
پَبُ - جبل جو نالو، جبل ٦/٢
٧/٢ (د ١٤/٤)
پپڪڻ - ڪلڻ، خوش ٿيڻ ٢٥/١
پت - ويساهه، وفا، اعتبار،
انجام، وعدو ٢/٢ ٦/١ ٢١/٤
٢٣/١ ٣٠/٢

پَتَتُ - ڪِريل، پاپي (س ١)
پتشاهه - بادشاهه، پاڇا ٢٦/٢
پتنگ - پروانو ٢/٩ ٨/٢ (د ١١٢/٤)
پِتو - ڍِل ٢/٤ ١٣/١٠
پتڙ - پتيو - سهي ڪرڻ،
وسهڻ، پت ڏيارڻ يا پت
اچڻ ٢٤/٣
پتوڙڻ - هلاڪ ڪرڻ،
رلائڻ ٢١/٢
پتيو - رچيو، ڍائو (س ١)
پتيون - تحقيقات سان
(س ١)
پٽُ - چڱي غذا، چڱو ڪاڏو،
جماعت ٢٠/٣
پٽُر - وڇاڻو، هنڌ، وهڻ جي
جاءِ ١١/٦ ٣٠/٢ (ح ١١٤)
ماتم ۾ زمين تي ويهڻ ؛
سمهڻ (ث ٢)
پٽراڻي - پٽڙي، بسترو،
هنڌ، وڇاڻو ١٣/٥
پٽرڻ - پکيڙڻ، وڇائڻ ٢١/١
(ث ٢)

پٽوُن - پرزا $\frac{13}{8}$ (د $\frac{1}{5}$)

پَٽُ - پيالي ٽانڊو، فنڪجان $\frac{14}{3-2}$ $\frac{21}{7-4-1}$ $\frac{24}{1}$ (د $\frac{17}{7}$ $\frac{136}{9}$)

پردو، ڪپڙو (س ١)

پٽاندر - موجب، موافق، مقابل، عاقبت $\frac{11}{1}$ $\frac{12}{1}$ خيال، گُهڻ، ويچار (ح ٤٤) (ب)

پٽاڻو - پٽ يا ريشم کان ٺهيل (نرم) $\frac{9}{9}$ پٽ جي $\frac{22}{2}$

پَٽائي - پٽ تي يا سُڪي تي آئي آهي $\frac{32}{1}$

پٽ پٽيهر - پٽ جا ڪپڙا (ث ١)

پٽ چير - پٽ جا ڪپڙا، پٽ پٽيهر $\frac{31}{7}$ (م ١٢٢١)

پُٽر - پٽ (ب)

پَٽل - پردو (س ٢)

پَٽو - گهٽا، گهٽيون $\frac{14}{4}$

پٽ وجهڻ - ظاهر ڪرڻ (د $\frac{114}{5}$)

پٽولو - پٽورو، پٽ جو جولو، پيشگير، پٽ جو ڪپڙو، ڏوٽيو، انگوڇو، تاجي پَٽُ ۽ پيٽو سُٽ $\frac{10}{7}$ $\frac{13}{5}$ $\frac{21}{9}$ $\frac{31}{6}$

پَٽي - خدمت ۾، حضور ۾، مون، بلڪل $\frac{2}{7}$ $\frac{6}{9}$ ڏکر جي پٽيل $\frac{9}{10}$ ميدان، پَٽُ $\frac{3}{2}$ $\frac{6}{6}$ $\frac{11}{1}$ (م ٣٨)

پِٽي - پٽيل، مُٺي، ڏکي، نيا گهي $\frac{9}{1}$

پَٽيهل - تڙ يا ڏوري جو نالو $\frac{25}{1}$

پٺاڻ - افغان، بلوچ، بروهي $\frac{11}{7}$

پَٺڻ - پهرائڻ، موڪلڻ، روانو ڪرڻ (د $\frac{28}{4}$)

پَڌي - زال، نُکر، پاٽاري $\frac{9}{1}$

پِپ - تکو، گهاتو شراب يا پينگ (د $\frac{17}{7}$)

پپوتو - ڦوتو (س ٢)

پِپوُن - هڪڙي قسم جو گاهه جهنگلي ميوو $\frac{21}{8}$

پڇيھ، پڇيھل - ھڪڙو پکي، ڪارو (م ١١٠) (س ١)

پڇار - ذڪر، بيان، اشارو، ڪلام، چو پڇو ١/٢ ٤/٣ (ح) (م ١١٠)

پڇارڻ - بيان ڪرڻ ٣٤/١

پڇڻ - سڙڻ، سيڪڻ، انتظار ڪرڻ ٢/٩ ٥/٣ ٦/٦

پڇاوي - پاڇي (س ٢)

پُڇم پُڇم - پُڇي پُڇي ٩/٤

پُڇاڙي - نهايت، انتها، پڇاڙي ٦/٩

پُڇتڻ - پڇڻ، پھڇڻ، ھٽ ڪرڻ، جھاڻ، وڻڻ ١٠/٦ ١١/٧ ١٩/٤

پَڇڙڻ - پگھرڻ، ڏُکڻ، ڪامڻ، ھرڻ، پڇڻ ٦/٦ (د ٣٩/٤ ٦٧/٣)

پِڇڻ - پھڇڻ، جھاڻ ٦/٤ ١١/١ وڻڻ، ھوجڻ ٢١/٨

پُڇاڻو - پڇڻ يا پوري ٽيڻ جھڙو، سوکو، آسان ٩/١٢

پِڇيڻو - نار جي لٽ (د ١٥٧/١٠)

پَڇاڙڻ - پاڻ پتوڙڻ، ستوا اُجلائڻ ٦/١ ٩/٧ سنڻ، ڪنڻ، رلائڻ، لوڏڻ ١١/٤

پڇائو - پاڇو (س ١)

پڇنڊڻ - اُجلائڻ ١٢/٤

پختو - پڪو، مضبوط (د ١٣٧/٤)

پد - درجو، منزل (س ١)

پدام، پدام - پيٽ جي ويجهو مڪان ٧/٢

پدم - اربن کان مٿي عدد، ڳاڻيٽي کان ٻاهر ٤/٤

پدارڻ - پير هلائڻ يا چورڻ (د ٢٤/٦)

پذيري - قبولي (بلوچڪي پذيرڻ پارسي پذيرفتن مان) ١١/٧

پَر - دستور، عادت، طرز، ڳجهه، رمز، اندر، حڪم، رسم ١/٢ ١٨/٣ ٢١/٤ لياقت، ڀلائي ١١/١

پُر - گذريل سال يا ورھ ٢/٤

ساٿي، مددگار ۸۵/۲۱ ۱۳/۱۰ ۲۵/۳ ۲۱/۸ ۳۴/۱

ساهان - ساهہ کان ۹/۱

ساهہ ڏيڻ - وير جو چڙهڻ ۴/۵

ساهرا - سهري جا مائٽ ۷/۴

ساهڙ - ميهار جو نالو، سهڻي جو عاشق ۶/۱

ساهنج نياڻ - نياڻ يا ڌيئُ جي هنج يعني سطاح وانگي ۳۲/۱

ساهڻ - چڪڻ، مٿي ڪرڻ، ڪشش ڪرڻ ۹/۵-۷ ۳۱/۳ (د ۲۹/۱) هڏ ساهڻ، آرس پاڇيڻ، ڪرموڙڻ، آرام وٺڻ ۲۶/۱ (م ۲۱) ساهہ ڪڍڻ، سنپيڙڻ، تياري ڪرڻ ۲۱/۷۰-۲

ساهو، سائو - بهادر، پهلوان ۸/۳ ۳۴/۱ سهائو، سهائي، روشنائي ۲/۹ (ح ۷۶) (ب)

ساهوڪار - واپاري، وڻجارا، سوداگر ۴/۵

ساهي - روشنائي، سهائي (ح ۷۶)

ساءِ، ساوِ - الذت، سواد ۲/۴ ۳/۱ (ث ۱) لاءِ، ڪاڻ، ڪارڻ ۱۳/۶ محبت، سبب ۳۵/۱ (م ۹۴)

سائر - شاعر ۲/۴ دريا ھہ ۴/۵ ۶/۹-۱ (ڪ ۷)

سائل - ع سوال ڪندڙ، سوالي، فقير ۲/۳ ۱۴/۱ (د ۴/۵)

سائڙ - ساهڙ، سگهڙ، اشراف، دولتمند ۲/۴ بهادر، دلير ۱/۲ ۵/۳ ۸/۳

سائو - ساوڪ، گاهہ، چارو ۳۵/۴ ڦڪو، زرد ۲/۴

سائون - ڪڪڙي قسم جو ان يا ڏڻ ۳۱/۸

سائين - ڌڻي، مالڪ، خدا تعالائي ۱۸/۲ (د ۸۵/۲)

سابو - ف سابن ياجو (س ۲)

سابون - سڪيون، آسوديون

سَبا - قرآن جي ۳۴ سورت جو نالو ۳۱/۱۰

سَبِّحَ - قرآن جي ٥٧ ۽ ٥٩ ۽ ٦١ سُورن جو پهريون لفظ ٣١/١٠

سُبحان - ع خدا پاڪ ٤/٢ ٢٠/١

سُبحاني - سبحان يا خدا جو (د ١١٤/٥)

سَبط - ع اولاد، عترت (ث ا)

سبزو - ساوڪ، گاهه ٧/١

سبيل - سچي، خالص، گهاٽو، جام، وات ٢/٥ ١٤/٢ ٢٤/٣ (م ٩٢) خيرات جي مال وانگي ١٤/٢

سباجهو - ڀاڄهه ڀريو، رحم آڻڻ جهڙو ١٣/١٢

سبر - گهاٽو، مضبوط، سخت، ڏاڍو ٢٢/٢ ٢٨/١ ٣١/٦-١

سبرائي - ڏاڍائي ٣١/١١

سبوجهه - سياڻو، ڀڙهيل، ڏاهو، عقل وارو ١١/٥ (ح ١٠١)

سُبير - سوير ٢١/٩

سبيري - مضبوط (ح ١١٥)

سُبيلي - چڱا ڀلا يا همراهه ٩/٤

سڀ - ڀلا، ڏاڍيان ٩/٧

سُڀ - تمام چڱو، چڱو نصيب، عمدو داڻو ٩/٧ (د ٢١/٣)

سڀاڳو - جيتڻ سڌا (س ا)

سَڀا - سڀ، سڀيئي، هر طرح ١١/٢

سُڀا، سڀان - سڀاڻي، قيامت جو ڏينهن (د ٧٣/٢ ١٠٣/٢)

سَڀنت - سخت، سعيو، تياري، سڀ ٤/٥ سڀ پنت، هر طرح، سڀ ڪر، هرهنڌ ٦/٩ ٩/٥ (د ٩/٤ ٣١/٥ ٣٤/١ ١٠٤/١ ١٣٩/١ ١٦٤/١ ضروري، چڱي طرح (ح ٨٢) سڀئي جي ٣٥/٣

سَڀر - چڱي طرح (ڪ ا ٥)

سَڀر - چڱي طرح، چڱو ڀريل، مضبوط، سائو ٢/٧ سڀرو، وڏو، ٿلهو ٢٣/١ (م ٣٨)

سَڀرجڻ - ياد پوڻ ٢٢/١

سُڀنت - زور، طاقت، سڌپيا ١٣/١٢ ٣١/٨

ست - سٺي، سچي زال ( د $\frac{٢٣}{٣}$ )

سَٺا- طاقت، وڏائي (س ا-٢)

سٺار-ع ڍڪيندڙ، سترڍيندڙ، خدا جو نالو $\frac{١}{٣}$ $\frac{٤}{٣}$ $\frac{٢١}{٤}$

سٺائيهه - سٺاويهه (ب)

سٺر- ع پوش، ڍڪ، پردو، اوگهڙ ڍڪڻ يا ڇپائڻ پڌرڻ جو ڪپڙو $\frac{٢١}{١}$ ( ح ٨٧ ) ( د $\frac{١٣}{١}$ $\frac{١٢٨}{٦}$ )

سُٺڙ- ڄگو ٺڙ، سهڻا جو ٺڙ، پار $\frac{١}{١}$

سٺگر- سچو مرشد، خدا جو هڪ ڪو نالو $\frac{٢١}{٣}$

سٺمگر - سچي منهن يا وات وارو $\frac{١٥}{٣}$

سٺمگر- ف ظالم ( ث ا )

سٺون - تڪليف، ڏاڪڙو، ڳالهه، سنگت $\frac{٩}{٧}$ ع - آڌر، ٽيڪ، ٿنڀ ( ث ا )

سٺوهه - ڏکر، ڊپ، گهٽتي، ويساهه $\frac{١٣}{٨}$

سُٺهه - سُپائي، طبيعي، پاڻ مراد و (س ا)

سَٺي- سٺيا واري يا ايماندار زال $\frac{٩}{١}$ $\frac{٣١}{٨-٢}$

سَٺَ - مجلس، صحبت، پاڙاري، سنگت، ڪچهري، جماعت، ڏاڏاڻي ميڙ $\frac{١}{١}$ $\frac{٢}{٥}$ $\frac{٣}{١}$ $\frac{٢٢}{٢}$ ( ح ٦٣ ) ( س ٢ ) ( ث ا-٢ )

سِٺ - سِٺ، سٺڙ، ڍير ڪرڻ ( د $\frac{٣٢}{٣}$ )

سُٺاڻي- سٺري، سولي، آسائي سان $\frac{١١}{٢}$

سُٺرو- سولو، آسان، سهڻا جو $\frac{٢}{٧}$ $\frac{٦}{٥}$

سَٺڙ، سَٺو- هڪيڻي مٿان رکڻ، ڍير ڪرڻ ( د $\frac{٦}{١}$ )

سِٺ - سِٺا، جوڙ، ڪم، واسطو $\frac{٢}{٤}$ $\frac{٣}{٢}$ ڊول، طرح، دستور $\frac{١١}{٣}$ رٿ، ارادو، نهرائو $\frac{٢٥}{٤}$

سَت - نیاز، نذر، نذرانو، ودِکڻ، وڻ، سودو، مراد، مٺ ست، عيوض، مال ۱/۲ ۱۱/۳ سان، گڏ ۱۳/۱۱

سَتَ - تورو پنڌ، پرتي وکون ۶/۳

سَتاڻو - سخت، مضبوط، ڪاوڙيل ۲/۸ ۴/۳ ۵/۱ ۸/۳ ۱۹/۱

ستاڻو سانگ - ڏاڍو لاچار، سخت قسمت ۱۹/۱ ۳۴/۱ (د ۱۳۵/۱)

سِتائون - رٿون، سٿون ۷/۴ سامان، اسباب ۲۱/۲ ۳۱/۸

سَتانجڻ - مارجڻ (د ۱۶/۷)

ست جوڙڻ - مقابلو ڪرڻ، سامان پورو ڪرڻ، ترتيب ڀارڻ ۲/۴ ۲/۲

سَتڪڻ - ڏک هڻڻ، ڪامر ڪرڻ (د ۲۹/۴)

ستڪو - ڏک ۳۶/۲ (سٿڻمان)

ست مَت - هڪانجهڙا (م ۴۲)

سِتڻ - جوڙڻ، رٿڻ ۲/۴ ۷/۱

سَتو - سائو، سودو ۱۴/۲

سِٽ - جِٽ، ڦٽ، هانجو، شڪايت (د ۳۲/۳)

سَبُ - نانگ، بلا ۲/۴ ۳۶/۲-۱ نقصان، اهنج، ايذاءِ ۲۰/۲

سپارت - سپارش، سفارش، ڀلائي (م ۴۰)

سَپاڙي - پاڙ ڪان وٺي (س ا)

سپاس - ف شڪرانو، حمد (ب)

سپاهر، سپهر - ف لشڪر (ث ا)

سپاهي - جوڳي، سِر ترئي تي رکڻ وارو ۲۱/۴

سَپت - قسم (س ا)

سُپانجڻ - رهڻ، ماڻڻ، سمائجڻ ۳۰/۴ پيدا ٿيڻ، نپجڻ ۲/۵ ۳۱/۵

سپانجڻ - ملڻ، ليڻ، هٿ اچڻ ۱۴/۲ ۲۵/۱

سپرد - ف پارت، سفارش (د ١٧٣/٤)

سَپڙ - هڪڙو مشهور سخي شخص ٢٧/١

سُپڪ - پورو پڪل، تازو، چڱو ٢/٨ ٦/٨ ٩/٨

سپهر - (ف) آسمان ١٦/١٠

سُپيريان - سپرين، پرين، دوست، محبوب ١/١

سُپيت - سفيد، اجو ٤/١

سِپيون - ڏوائن جون پياليون، سٽيون ٤/٦

سَڦرو - تمام چڱو ٢/٧ ٢٦/١ (د ٦٦/٤) (ح ٥٣) (م ١٨) (ث ١)

سَڄاتي - هڪ جات وارا (س ١)

سُڄاڪي - سڄاڳ، هشيار (س ١)

سُڄان - سڄاڻ، جاڻ ۽ سمجهه وارو (م ١٠٩-٣٤) (س ١)

سڄده - قرآن جي ٣٢ سور ٣١/١

سَڄڪڻ - پرڻ، سِجهائڻ، سڄڻ ١٣/١٢

سَڄڻ - ٽاهڻ، هٿيڪو ڪرڻ ٦/١٠

سڄود - ع سڄدو، سلام، تعظيم ٤/١ ٣٠/١ (د ١١٣/٥)

سُڄاڻ - سمجهه وارو، هشيار ٢/٤ ٤/٤

سڄائي - سڄٽائي، ڀلائي ٣/١

سڄر - تازا، زياده، گهڻا ٧/٤

سُڄي - سڄهي، پُڄ جي (سُڄڻ مان) ١/١

سڄين انگڙين - صحيح سلامت، جنهن جا سڀ عضوا سڄا هجن، تندرست ٢/٧

سَڄهه - وڄهه، فرصت ١٣/٦ (د ٤٣/١)

سِڄهائڻ - پاڻ جو پرڻ، سوُرن جو پيدا ٿيڻ ٢/٢ ساڙڻ، جلائڻ، پڄائڻ ٩/٧-١ ١٩/٣-٢

سِڄهڻ - ڪامڻ، سڙڻ ٢/٤

سَجَ - نسبت، واسطو، اشارو، ڏس، پتو، سڄڻ، جتائڻ، لاڳو ڪرڻ ١/٣ (د ٥٠/١ ٦٣/٣)

سُجَ ڪرڻ - چِت ڪرڻ، ڪپائڻ، ڪُتائڻ ٢/٤

سَڄڻ - اکيون ملائڻ يا اُنهن جو اڳهڻ، نظر ڪرڻ يا لائڻ، نهارڻ ١٩/٥ ٢٧/١ ٣٠/٢ ٣٤/٢ ٣٥/٢ جتائڻ، دل تي رکڻ، نشان ڪرڻ ٢/١٣-٥ ألهاڙڻ، هٽڻ ٢/٢

سچائي - سچو رهڻ، پورو رهڻ، تاحقيق ٣١/٥

سُچيت - هشيار، خبردار ٢/٦ ٤/١

سحر - ع جادو، منتر (د ١٦٥/٣) (ح ١٢٨) (م ٨٠)

سُحور - ع روزي رکڻ جو وقت، اسر (ح ١٥٦)

سخاوت - ع سخا ٢٤/٣

سخن - ف ڳالهه، انجام (د ١٤/١ ٣٦/٦ ٥٤/٣) (م ٦٧)

سداد - ع سچائي، صدق، سڌوت (ث ١)

سدر منتهيٰ - ع بهشت جو ڪڙو وڻ (ث ٢)

سِڌ - سڌو، سڌوت (د ٥٣/١) پاڪائي (س ١)

سُڌ - شُڌ، صفا (س ١)

سِدارڻ - روانو ٿيڻ، وڃڻ ٦/٢ ١١/١ (ث ١-٢)

سِدام - سَريام ٣٥/٣

سَدائتي - سد واري، سد ڙي، خواهشمند ٩/٤

سَدائڻ - حرص جڳڻ، سد ڪرڻ ٢١/٣

سُڌ بُڌ - علم، پوري خبر، حقيقت (د ١٠٧/٦)

سَدر - مضبوط، ٿلهو، گهٽو، سگهو ٤/٣ ٨/٥ ٩/٨ ١٠/١

سدڙيا - اجايون سدون ڪندڙ ١/٢ ٩/٤

سِدو - فدا ٿيو، ناس يا نابود ٿيو ١٠/٢

سُدِير - آراميل، صبر وارو، خاطر جمع، ڏاهو، خبردار، هشيار ٩/٧ ١٢/٣ ١٨/١ ٣١/٨ (م ٣٩ـ ٤٨)

سَدِين - سَدَ ڪرڻ سان ٣/٤

سِدِيون - نعمتون، ٻدارت (س ا)

سَدَا - سدا، سدائين، هميشه (ب)

سُرَ - ڪانهن، ڪانو، تيلي، ڪان ٣/٣ ٥/١ وسندي جاءِ ڊورو ٢/٤ ٢٥/٣ ٢٨/١ ٣٦/١ سارو، سنيار ٢/٧ تلاءُ، ڍنڍ (د ٣٣/٣) (س ٢)

سُرَ - راڳني، راڳ، آلاپ ٦/٤ ١٣/٣ (د ١٣٠/٣)

سِرَ - سسي، منڍ، سردار، مهندار ١٣/١٢

سِرَ - ع ڳجهه، اندر جو مطلب، اسرار (د ٣٥/٥ ٦٥/٦ ١١٣/٥)

سِرسِرَ - ع ڳجهه جو ڳجهه (د ٣٣/٣)

سِرِ - تي، مٿي ٣٤/١

سراپ - پِٽ، بد دعا (س ا)

سراڙو - سنڌون رستو، ميدان ٦/٣ (م ٣٢)

سراغ - ع پتو، نشان، ڏس (ث ا)

سرافگندگي - ف مٿو هيٺ جهڪائڻ، نياز، تواضع ٣٠/٤

سرانجام - ف سامان، اسباب ٩/١٣ تياري، پورائي (م ٣٧)

سُراهجڻ - سُرهو ٿيڻ، واسجڻ ١٩/٥

سِراڻ - ڪپن ۽ ترارين تکي ڪرڻ جو اوزار يا پٿر ٢/٣

سِراڻي - سراڻ وارو، صيقلگر ٢/٣

سَراهي - سَرهي ١٢/٥ سُرهائي، خوشي، دلاسو ٣١/٨

سَرائون - جويايون، جهانَ ١/١

سربکف - ف ترڻ تي سر، مرڻ لاءِ تيار (ث ا)

سَربنگ، سربنگي - سيڻي انگن وارو (س ا-٢)

سرب وياپ - سڀ ۾ حاضر (س ٢)

سرت - سنڀال، سمجهه، خبرداري ٣/٣ (د ١٦٥/١)
(س ا)

سرتاج - ف مٿي جو ڇٽ، سردار، اعليٰ، وڏي درجي وارو ٢١/٢ (م ٦٦)

سُرتيا - سُرت وارا، هشيار (د ٥/٣ ١١/٦)

سَرپ - سپ، نانگ (س ٢)

سُرپر - ڪن جي ڳالهه، سس ڦس، ڳجهه ٣٠/٣

سِرجڻ - پيدا ٿيڻ، ڄمڻ ١٣/١٠

سرجي - سُرجيت، خبردار (س ا)

سَرجهڙ - سمجهڻ (س ٢)

سُرجهو - آزاد، سمجهه وارو (س ا-٢)

سِرجڙهڻ - روبرو يا مقابل ٿيڻ ٢

سرحال - ساروحال (م ٣٩)

سُرخرو - ف آگهيل، مقبول، عزيز، مانوارو ٢/٧

سرحلقه - ف جماعت جو سردار، مهندار (ث ا)

سر در قدم يار فدا شد چه بجاشد - (پارسي شعر جي مصرع) يعني يار جي قدمن تان سر صدقي ٿيو ته ڪهڙو حق ادا ٿيو؟

سَرڙات - سوسات، آواز تڪڙي هلڻ جو (د ١٤٩/١)

سرسو - سرسائي، زيادتي ٥/٣

سرسام - ع مغز جو خلل، بد گماني (م ٥٣)

سرشار - ف مست، نشئي (د ٢٥/٥)

سرعت - جلدي، تکڙ، تيزي (ث ١)

سرفراز - ف خوش، ڀرا يل، نوازيل، مانُ ڏنل $\frac{١٤}{٢}$ $\frac{٢٧}{١}$

سرفرو - ف ڪنڌ هيٺ، لاجواب، فڪرمند (ث ١)

سُرَڪ - سرڪي، ڏُڪ، جُڪو $\frac{٦}{٢}$

سَرڪرڻ - تيار ڪرڻ $\frac{٣}{٦}$ آباد ڪرڻ، خوش ڪرڻ $\frac{٧}{٤}$

سَرڪشي - ف مغروري، حاجت، برابري، وڏائي، هٺ $\frac{١١}{٢}$

سِرڪڻ - سِرڻ، رڙهڻ، وهڻ، جاري ٿيڻ $\frac{١٤}{١}$ (د $\frac{١٢٩}{٤}$)

سِرڪنب - صندل، چندن، سُرهو وڻ $\frac{٣}{٢}$ $\frac{١٩}{٤}$ (م ٦)

سِرڪڻ - سرڪڻ، نڪرڻ، روانو ٿيڻ $\frac{٢٩}{١}$

سرگردان - ف حيران، پريشان، گهمندڙ $\frac{١١}{٤}$

سرگذشت - حقيقت، واقعو (ث ٢)

سرگس - سرگشت، گهمڻ ڦرڻ (ث ٢)

سَرگَٻ - چڱو، خوشبودار، ٻهشت $\frac{٢٣}{٤}$

سَرل - نئيو گهوڙو، وڇيرو $\frac{٨}{٤}$

سَرلو - چڱو، صفا، وڏي سڏ $\frac{٧}{٢}$ جُهڙ، ملار $\frac{٧}{٤}$ $\frac{٢١}{١}$

سرمد - ع هميش، هميشگي (ث ١)

سرميل - سردار (م ٥٧)

سرانجام - تياري، پورائي (م ٣٧)

سُرندڙو، سرندو - وڄائڻ جو ساز $\frac{١٤}{٢}$ $\frac{٣٥}{١}$

سَرندپون - وس پڄندي جا ڪم، ماڻا (م ١١٠)

سرنگون - ف اونڌو (ث ١)

سِرنگهه - زمين جي هيٺ ۾ گُپڇو رستو (م ٤٦)

سرنوشت - ف نصيب، لکيو (ث ١)

سَرڙ - گذرڙ، رهي سگهڻ، گذارڙ ٢/٧ (م ١٦-١٠٤)
پڇاهِ، دامن، وس، ڏ مي ٢٥/٢ ملڙ، حاصل ٿيڻ، نصيب ٿيڻ ٢/٨ ١٠/٣ ٢١/١٠ (د ١/٧ ١٦/٦ ١٣٣/٤) سهسائڙ (د ١٦/٧ ٢٠/١ ٤٣/١ ١٠٥/٢) (ث ا)

سِرڙ - رڙهڻ، هلڻ ٢/٩ ٤/٣ ٧/٣

سُرڙا - سرنڊڙ جانور، نانگ ٻلائون (ب)

سَرڙيا - سام پيل، پناه ورتل، پيش پيل ٢٣/١

سَرو - شراب، شوق، محبت، سڪ ١/٢ ٢/٤ ١٩/٤ (د ١٦/٣ ١٧/٧) (ڪ ٣٨) رستو، مٿو، نشان ٢١/٩

سِرو - سنڌ جي اتر جو ملڪ، پنجاب، لاڙ جو ضد ٢١/١ (د ٨٧/٧)

سروان، سرواڻ - ساربان، شتربان، جت ١١/٣ ١٢/١٢ سرو جي وڻ ڪان ٣٠/٢

سرو جهڙ - گهڻو ٻا گهڻائي وجهڙ (د ٣٢/٤)

سرور - ف سردار، رئيس، حضرت محمد صلعم (د ٥٧/١) (ث ا)

سُرور - ع خوشي (ث ١)

سروس - سيکي (س ٢)

سرو سسو نيسرو مارو ۽ ٻاسي اک - (ڍ ٽڪي) نانگ جهڙي وانگي مارو ۽ جي اک ڏانهن نکري اچجي ٢٢/١

سُروڙا - ڳالهائيندڙ، پڙندڙ (د ١١/٦)

سُرهاڻي - سرهاڻ، خوشبو ٢/٨

سِرهڻ - محڪم ولڻ، سِرڙ سُرڙ ٣٥/٢ (د ١٢١/٥)

سري - سر، ماڻهو، ماڻ، تسبيح ١٩/٣

سريڙ - جسم، بدن ٢١/٨ ف تاخت (د ٧٩/٨) (ث ا-٢)

سڙ سڙ - ٽڪرو ٽڪرو، ست ست (د ٥٥/٥)

سَڙڪ - گس، رستو ١١/١

سَڙڪو - سَٽڪو، وهڻ جو آواز ٦/٢

سَڙهه - سُٽل، ڍگهو ٿي ٻيل (د ٨٦/١)

سَڙي - لاش، مڙهه، بدن ٣١/٩

سزا - ف خوش، تازو توانو، تندرست (د ٣٧/٥)

سزاوار - ف لائق، جوڳا ٦/٩ ٢١/٩

سُس - چنڊ (س ١)

سَسا - گهيتا ٣١/٥

سُسڙ - سهڻ ٢٢/٢

سُسُر - جڳو سر ٣٦/١

سِسيون - ڍورن جو تعداد، ڪن ٧/١

سعادت - ع نيڪبختي، سڀاڳائي، خوش نصيبي ١/٢ ٣١/١٠ (ث ١)

سعيد - ع سعادت وارو، نيڪبخت، مرشد ٣٣/١

سعير - ع دوزخ (ث ٢)

سُفرا - ف خوانچا، طعام جو ن ترا بون (م ١٢٢)

سفيت - سفيد، اڇو ٤/١

سفينه - ع ٻيڙي (ث ١-٢)

سقر - ع دوزخ (ث ١)

سقلات، سقلاط - ٿلهو ۽ مضبوط ڪپڙو، بنات ٤/٦ ٩/١٣

سَقيلو - سڪيلو، ترار ١٨/٢

سقيم - ع بيمار، ضعيف (د ١١/٤) (ث ١)

سقيمت - نياز، نماڻائي (م ٨٥)

سُڪ - ڀڪي طرح (م ٤٠)

سُڪاڄ - سولو، سڀ، وڙوارو، لائق ١٤/٤ ١٩/٥ ٢١/٢ ٣١/١١

سُڪارڻ - سڪار ٽيڙڻ، خوش ٽيڙڻ، آباد ٽيڙڻ ١٠/٢

سُڪاڻ - سوڪ، خشڪي ١٠/٥

سڪرات - ع موت جو وقت، موت جي بيهوشي ٤/٤ ١٠/٧ (م ٣١)

سَکرون - جُهيون، پيار (ب)

سَکڙ - ڏکڙ، ڏهکڙ، ڏچڙ ٢/٣

سُکوت - ع ماٺ، چپ ١/٣ ٩/١١ ١٩/٣

سُکان، سکاڻ - ٻيڙيءَ جو سُکان، ڪُوهو ٤/٣

سُکاني، سکاڻي - سُکان جهليندڙ يا ٻيڙي هلائيندڙ ٤/٤ (د ٤٤/٤)

سُکائون - ٻاسون، منتون، مڃتائون، خوشيون، نذر، سدون ١/٢ ٥/١ ٣٧/١

سَکر - ٻهتر، چڱو، موچارو، رفاقت ١٣/٣ ٣١/٥

سُکوءَ - تنهن جو سکر ١٢/٢

سُکيا - سکي، سکيو، سکر وارو ٢١/٩

سَکي، سکيان - ساهيڙي، ساهيڙيون ١٥/١ (هندي)

سُکيٺي - سکي، سکر واري ١٣/١٢

سَڳ - ف ڪتو ١٠/١ (م ٢١)

سَڳبان - ڪتا رکندڙ ۽ پاليندڙ ١٠/١

سُگهر - سولو (س ١)

سَڳُ - سڳ، ڪتو ٢٧/١ چوري ٿيل مال جو لڏل پاڳو (د ١٤١/١)

سَڳائي - مائٽي، عزيزي، قرابت، دوستي ٢٨/١

سَڳر - رستو، راهه، وات ٢/٥ ٦/٧-٦ ٩/٨ ١٠/٣ ١٣/١٢ جڳهه (ڪ ٨)

سَڳڙو - سڳو، ڌاڳو، ڳاني ٣١/٧

سُڳڻ - شگون، ساڻ (ث ٢)

سڳٽي - ڳٽڙ واري ١/٢

سڳو - تند، تار ٣٥/١ مائٽ ١٢/١

سگهڙ - سورن سهڻ جي طاقت رکڻ، زور لڳائڻ ٦/٩

سڱ - مائٽي، نسبت ٦/١ (د ١٤٣/٥) واسطو، مريدي، سنگت ٩/٤ ١١/٤ ٢١/٤

سڳا - سڳ، سنگت، نسبت ۴/٣ سڳ ڪري، نسبت م ٦/٥

سڳر - زنجير ( ح ٢ ٥ )

سڳڙيون، سڳيڙا - ننڍا سڳ وجائڻ جا ٢١/١-٩

سڳ ساهڻ - مائٽي ڪرڻ، برابري ڪرڻ، مائٽ سڏائڻ ٩/٥

سڳي - وجائڻ جو سڳ، تواري ( س ٢ )

سڳيڙو - سڳ يا سنگت وارو، مگيل، عزيز، مائٽ ٩/٢ ( ث ١ )

سل - تنگ، سوراخ، ڏک، ڦٽ، زخم ٢/٦ ٢/٩ ٢١/٧ ٢٥/۴

سل - ڏيئي گيسر ( د ۴٣/١ ١۴٠/٣ )

گاهه، ٻاجهي، سر، ٻاهڻ ( س ١ )

سلاهت - ع صلاحت، وڏائي، مرتبو، دهشت ( د ٣/١ )

سلام عليڪ - توتي سلام، سلامي ( د ١٢٦/٢ )

سلامت - صحيح، تندرست ( د ١١/۴ )

سلائڻ - سلڻ، سڄائڻ، سمجهائڻ، پڌائڻ، ڏس ڏيڻ ٢١/۴ ( د ١١۴/٥ )

سلاهر - واڪاڻ ( س ٢ )

سلڻ، سلائڻ - ڏس ڏيڻ، سارڻ، ظاهر ڪرڻ ١٢/۴ ١٣/٥ ٢١/٢ ٣٠/۴ ( س ١ )

سلحدار - سلاح يعني هٿيارن وارا ٨/٣

سلڪ - ع سلسلو، ڌاڳو، سنگت جماعت ٣١/٧-١١

سلڻ - چورڻ، ڏسڻ، پڌائڻ، ظاهر ڪرڻ ( ع ) تنگ يا سوراخ ڪرڻ، عذاب ڏيڻ ٢/٢-٧ ٦/۴ ١٣/٨

سلوڪ - ع فقيري جو رستو، تصوف، صلاح، چڱي هلت ٢/٧ ٢١/٩ ( د ٩١/٥ ١١٠/٥ ) ( ب )

سلوڪت - سلوڪ، سالڪي، طريقت ( م ٧۴ )

ساهه - سنڌو، سڳُون (د ١٣٩/١)

سَاهاڙڻ - پٽڻ، ڳنڍڻ، اٿڪائڻ ١/٢

سايم - سالم، ڇڱو ڀلو، نرم، مهربان ٣٦/٢ (د ٣٣/٥)

سم - هڪجهڙو (س ١) سم جو روڪڻ (س ٢)

سُمر - سمنڊ گهوڙي ١ (ث ٢)

سماجو، سماجوڳ - ميلاپ، ملاقات م ٣٠

سمادي - جوڳي، خدا ۾ محو (س ١)

سماع - راڳ، ڳائڻ ٣١/٣ ٣٣/٢٠١ (ب)

سُماڻا - مان وارا، ماڻائتا، عزت وارا، سڪيا، خوش ٣/١ ٨/٤ ٣١/٢ ٣١/٨

سَماءِ - سمائي، ٺهي، جڳائي (سمائڻ مان) ٣١/٥

سمتا - هڪجهڙائي (س ١)

سمرا - سمر رستي جو توشو ٣/٤

سُمرادو - مراد پوري ٿيل، سڀاڳو (ث ٢)

سمڳيو، سمڳيو - نوازيو، نهاليو، راضي ٿيو، سرافراز ڪيو، ني نهوارو ٣/٢ ٢٧/١ (ڪ ٩٩)

سَمن - هڪڙي هندي شاعر جو نالو ١/٢ انجام، وعدو ٦/١ ١٩/٢ ٣١/٥ (ڪ ٩٣) (م ٩٣)

سمنڊ - ف گهوڙو (م ٣٨)

سمنڊا - سمورا، سارا، سڀئي ٣٦/٢

سمو - هڪڙي ذات، سمو جام سنڌ جو حاڪم ٣٣/١ ٣٥/١

سموهڻ - سمجهائڻ ٣٥/١

سمهڻ - سُمهڻ، ننڊ ڪرڻ ٣٣/١ ٣٥/٢

سُمير - جبل جو نالو، محڪم قائم (س ١-٢)

سميع - ٻُڌندڙ، خدا جو نالو ٦/٥ ٣٥/٢

سَن - ماڻ، ڏيان (س ا)

سَنان - وهنجڻ، غسل ڪرڻ ٢١/٩

سِنان - ف نيزو، ڀالو (ث ا)

سِن بالسن والجروح قصاص - قرآن مان - يعني ڏند جي عيوض ڏند ۽ ٻين عضون جي قصاص ۾ اهي عضوا (د ١٠٠/٤)

سنائي - هند و فقير ٢١/١ ١٩/٣ ٣٣/٣

سَنا ور - (فارسي - شناور) تارو، ترڻ جاڻندڙ ٦/٣

سنائي - مشهور حڪيم ۽ شاعر جو نالو ١٦/..

سنڀرڻ - ياد ڪرڻ، ياد رکڻ ٣/٥

سنڀت - سانباهو (س ا)

سنبل - ف گلجو نالو (د ٨١/٧) (م ٩٠)

سنڀهڻ - تيار ٿيڻ، سنڀرڻ، هلڻ ٣٣/١

سنڀندي - واسطيدار، مائٽ (س ٢)

سنپار - سانيهڙ، گهمڻ، جڙڻ ٦/٣

سَنيت - سعيو، تياري ٤/٥

سَنيوڙڻ - سنبرڻ، تياري ڪرڻ ٥/٣ ٦/٥ ٩/٧ ١١/٣ ١٣/١٣ ٢٥/١ ٣٥/١ (ث ا)

سَنيويون - چار سان پڌڻ جون لٽيون، رڃ ۾ جهي ڦاسائڻ جا ٣٨/١

سنيمڻ - سانيمڻ، مُنجهائڻ، موڳو ڪرڻ، دلبر سانيڻ ١٢/٤ ٢١/٨ ٣٠/٣

سُنت - ع رسم، عادت (د ١١٣/٦)

سَنتاپ - ڏکر، درد (س ا)

سنتوکر - راضپو (س ا)

سنجن - سمجهڻ، پورو (س ا)

سنڄ - زين يا هنو وغيره جو گهوڙي تي رکجي (د ٢٧/٦ ٣٠/٥)

سنڄاف - گهوڙو ابلق يا خاڪي (م ٣٨)

سِنڄائجرڻ - پيدا ٿيڻ، نهڻ، جڙڻ، آهستي آهستي نڪرڻ ١٨/٣

سَنڀجڻ - ناهڻ، تيار ڪرڻ، ناچوئڻ، پاڻي ڪيڻ $\frac{٣١}{٨}$

سَنڀجهه - سانجهي، شام، سوير، سنڀجهي جو $\frac{٢}{١}$ $\frac{٧}{٢}$ (د $\frac{٥٤}{١}$) رات، سنڀجهو $\frac{٣٦}{١}$

سِنڀجهي - ڏائي جو وڻ (م ٦٢)

سَنڀچو، سونچو، سونڪو - سعيو، سانباهو، تياري، فڪر، گهٽي $\frac{٩}{١}$ $\frac{١٣}{١٠}$

سَند - ع چٺي، دستاويز $\frac{١٠}{٥}$

سَندائڻ - سدائڻ، سنڌارس ڪرڻ (م ٦٦)

سُندري - سازوجائڻ جو، ستار، سهڻي زال $\frac{٣٥}{١}$

سَند - صوا، سندا (د $\frac{٧٣}{٢}$)

سِند - درياه، سمند (س ٢)

سُند - قسم، ساکر (د $\frac{١٣٣}{٣}$)

سند پند - سنبند، مائٽي، مٽي، خويشي (د $\frac{١٠٧}{٤}$)

سنڌڙي - سنڌ جي لاءِ پيار جو نالو $^{٧}$

سَنڌڻ - هڪ حال ۾ گهٽو رهڻ، رکي چڏڻ، رکڻ $\frac{١}{٢}$

سَنڌو ڪرڻ - پري پاڇڻ، دور ٿيڻ $\frac{٧}{١}$ $\frac{١٩}{٤}$

سَنڌيون - بت جا سَنڌ يا تَوا $\frac{٩}{١٢}$

سنڌيون ڪرڻ - جايون ڪرڻ، وجوڻي ڪرڻ، تمام پري وڃڻ $\frac{١٩}{٤}$

سَنڊ، سنڊ - سيڻاهه، تُنبو، تُرهو ترڻ جو $\frac{٦}{١}$ ڪينگر، پاڻيءَ جا ٽانو $\frac{١١}{٢}$ $\frac{٢٠}{١}$ (د $\frac{٥٦}{٣}$ $\frac{٦٦}{٣}$)

سَنڊڙڻ - سيڻاهه تي ترڻ، همت جهلڻ $\frac{٦}{٢}$

سَنرو - خوش، سرهو، تازو $\frac{١}{٢}$ $\frac{٦}{٤}$ $\frac{٩}{١}$ $\frac{٢١}{٦-٥-٣}$ $\frac{٢٥}{٣}$ $\frac{٢٨}{١}$ $\frac{٣١}{٢}$ $\frac{٣٤}{٢}$ (د $\frac{١٣}{٥}$ $\frac{٥٩}{٤}$) (س ١)

سنسار - جهان $\frac{١١}{٤}$ $\frac{٢١}{٩}$

سَنڪ - شوق (س ١)

سَنڪڙ - ڊڄڻ $\frac{٢١}{١٠}$

سَنڪو، سونڪو- ڏيپ، اُڏڪو، گهٽتي، فڪر، ٣٥/٤ ٣١/١١-٨-٥

سَنڪ، سنڪي- ڪوڏ وجائڻ جو ٢١/٨-٤

سِنگ، سنگهہ- شينهن، بهادر (م ٣٩-٤١-١٠٩)

سَنگ- سانگو، سنگت، جماعت، نسبت ٥/١ ٢١/٢ (د ١٣٦/١)

سُنگ- سرڪاري محصول،

سَنگ يا سنگت (د ١٣٦/١)

سَنگا، سنگها- حمل، پيٽ، ٻار جي نِسرڻ جي جاءِ، سنگ سان، گڏ ٢١/٣

سنگر- سنگهر، گهنڊ، ڄڙا، ڳانا، زنجير ٦/٧

سنگرام- جنگ (س ٢)

سنگسار- ف پٿرن سان ماريل (د ٥٩/٣)

سَنگڙ- ڍڄڙ (س ١)

سنگي- ڏڪڙ ۽ سارنگي وڄائڻ وارا (د ٥/٤)

سَنگهار- سنگهر، گهنڊ، ڄڙا ڏاڻ، محبوب، خوبصورت زال ٦/٨-١ ٢٥/٤ (د ٤٧/٣ ٨١/٦) (م ٤٦)

سنگهر، سنگهرون- گهنڊ، ڄڙا، ڳانا، زنجير ٣/٢ ٦/٧ ٣١/٣ ٣٥/١ (م ١٠٩)

سنمگر- واصل، سرخرو، روبرو (م ١٤٦)

سَنواتي- سپ ۾ پوندڙ بوند (س ٢)

سنوارڻ- ٺاهڻ، جوڙڻ، سڌارڻ ٤/٢

سنواريو- سڀاڳو، نيڪبخت ٢/٨

سنوريا- سنڌ ريا، قابل ٿيا ٤/١

سُنهارو، سونهارو- سونهن وارو، چڱو، ملوڪ ٩/٢

سُنهپ، سوُنهپ- واقفيت، هدايت ٢٠/٣

سَڻي - راحت ٤/٤

سڻيھ - نيڻھن، محبت، عشق ١٥/١

سڻيھڙو، سڻيھو - پيغام، نياپو ١/١ ٣/٢ ١٠/٧ ١٩/٥ (ڪ ٨٨)

سَٽائي - چڱي (ع)

سٽڪڙ - ڏڪڙ، ڊڄڙ ٢/٧-٦

سو، سُئو - ھڏو (سٽڙمان) ٣٥/١

سُوا - ڪير ڏيندڙ ڳئون يا مينھن، ضد ڦَندڻ جو (د ١٣٠/٢ ١٣٤/٥)

سُواڌائي - چڱي واڌائي، خوشخبري ٣/٢

سوارو، سوارا - سويرو ٨/٥ ٩/١٣ ١٣/٤ ١٩/٤ (د ٦٦/٢) (ح ٧٧)

سواري - سوير، سويري ١٢/١ ٢٦/١

سُواس - دم، پساھ (س ١)

سُواھرو - خير ھجي، خيرباد، خوش ھجي ٩/٤

سُواڄ - سٽائو واڄ ٥/١

سُوائي - سائي، چڱي وائي يا ھوائي وارو ٣١/٣ ٣٤/٣

سَوائيو - سڪيو، سُڪاريو ١٠/٣

سَوايو - گھڻو، زيادھ ١٤/٢ ١٩/٣ ٣١/١١ (ٿ ١)

سُوايو - سُڪاريو، سڪيو ٿيو ٣١/١١

سوڀي - سوڀيا يا سوڀن واري ٢٣/١

سُوٽ - روح، آتما، مت (س ٢)

سُوٽ - چڱا ونيل ٢/٣

سوٽ - سخت، ڪھرا، خشڪ ٧/٤

سوڙو، سوڙنو - ڏٻو، ڏڪ ٦/٨

سوڙون - ڏٻ، مھڻا، طعنا، چڙھون ٦/٥ (د ٣٨/١)

سوڙھڙ - سوڙتار، وادو (د ١٧٠/٥)

سونا - انجام، اقرار، وعدا ٣١/١١

سوڻ، سونهڻ، سونهڻ - سهاڻپ، اهڃاڻ ٢/٥ ٥/٢ ٦/٣ ٦/٦

اختيار ڪرڻ، پسند ڪرڻ ٣٠/٢

سونو - ڏمو، ڀار، جوابداري ٢٣/١

سوجهاڻ - خبر، سڌ، معلوميت ٣٦/١

سوجهڻ - نهارڻ، چڪاسڻ، ڳولڻ، جاچڻ، ڏسڻ، ١/٣ ٣٠/١ ٣٠/١ ياد ڪرڻ، سنڀالڻ ٢/٦ ٤/٤٠٢ ٩/٣ ٣٥/٢

سوچ - سمجهه، خبرداري (د ٥٣/١)

سُود - فائدو، نفعو ٣/٥ ٢٦/١ (د ١٦/٦ ٦٥/٦ ١١٣/٦)

سودا ڪرڻ - واپار ڪرڻ ٢/٧

سُودِي - سُودا - سئوان، سمجهو، سُهڻا ٣/٢ (د ٣٣/٢)

سوڌڻ - جڪاسڻ، سهي ڪرڻ (س ١)

سوڊو - راطو، راطي جي ذات ١٩/١

سوڏيون - سوڏن جون زالون، اشراف زالون ٣/٣

سُور - غ ماتم، غم (ث )

سُورا - سُورهه، پهلوان ٢/٨

سُورا - سُور ٢١/١٠

سُوران - سُورن منجهان ٣/٨

سُورت - شهر جو نالو ٢٤/٣

سورٺ - راڳڻي جو نالو، راءِ ڏياچ جي راڻي ١٤/١

سورٺيا - ڳائڻا، مڱڻهار، سورٺ ڳائيندڙ ١٤/١

سُورج - سج ٣/١

سورج ون - سج جهڙو، سهڻو (م) ٩

سور سبحان - سبحان جي تسبيح يا وظيفو ٢١/٦

سورڻ - جورڻ، ٻهارڻ، صفا ڪرڻ، ڌڪڻ ٤/٦ ٩/١٢ ٢٣/١

سُورهه - بهادر، پهلوان ٢/٦

سُورو - سُورهه، بهادر (س ٢)

سُوري - ڦاسي، دار ٢/٦

سؤريا - سؤروارا، درد منددَ، بيمار (د ١٣١/٥) (ع)

سؤريتي - سؤرواري، درد مند ٣٤/١

سوريندل - سوريندڙ، باهه ڏاهيندڙ ٢٣/١

سؤڙ - سوڙ، رضائي ٣٣/٢

سؤڙو - گهٽائتو، وڙن وارو (ع)

سوڙهه - تنگي، مهانگائي، ڏڪار ٧/٤

سوز - ف عشق جي باهه، سوزش، ساڙو (د ١٦/٧ ١١١/١)

سوس - سانگو، سستي، گهٽتائي (د ٩٦/٧ ١٣٠/١)

سوڪ - خوش ٢١/٤ سڙيل، سڪل ٢٣/١ غم، ڏکر (س ٢)

سؤکم - باريڪ، ٿورو (س ١)

سوگ - ف سوڪ، ڏکر، غم (س ٢)

سوگند - ساک، سنهن، قسم ١٨/٢-١ (د ١٦٥/٤)

سؤل - موچارائي، فائدو، سؤد ٦/١ سؤر ١٤/٤ ٣١/٤

سول بهانا - (هندي) طول وهاڻو، سوڙ ۽ وهاڻو ١٥/١

سؤمرو - عمر سومرو ٣١/١

سؤمريون - سومرن جون زالون ٢٤/١

سونا - اي سون، سونارا ٤/٤

سونتا - ڏندا، ڏڪ ٦/٨

سونٽڻ، سونٽڻ، سونٽڻ - سانچاٽڻ، لهڻ ٢/٥ ٥/٣ ٦/٣-٦ ڏسڻ، اختيار ڪرڻ ٣٠/٣

سونچو، سونکو - سعيو، سانباهو، گهٽتي، ڏپ، فڪر ٨/١ ١٣/١٠ ٢٥/٤ ٣١/١١-٨-٥

سؤندا - سنيدا، ڪتون، ڪانن جون ڀاڙون (د ٦٢/٣)

سؤنسو - سنسو، شڪ، گمان، وسوسو، ڏپ (م ٧٣)

سؤنگ - محصول، لوازمو ٢٤/٢

سُونگرڻ - محصول لاءِ روڪڻ، روڪڻ $\frac{4}{5}$

سُونگي - محصول وٺڻ وارو $\frac{25}{1}$ $\frac{28}{1}$

سُونهارو - سگهورو، پاڪ، شريف، سھڻو، موچارو $\frac{2}{8}$ $\frac{9}{2}$ $\frac{30}{3}$ $\frac{35}{1}$

سُونهاري - ڏاڙهي $\frac{11}{3}$

سُونهائڻ - سُونهو ڪرڻ، واقف ڪرڻ، گستاخ ڪرڻ، هيرائڻ $\frac{19}{4}$ سنهائڻ، نهڻ، سھڻو لڳڻ ( د $\frac{79}{8}$ )

سُونهپ - واقفيت، هدايت $\frac{20}{3}$

سُونهندڙ ان - ( سرائڪي )

سونهن ٿيون، نهن ٿيون، چڱيون ٿيون لڳن $\frac{14}{2}$

سُونهڻ - ھيڙي $\frac{4}{3}$

سُونهين - سُونها، واقف، رهنما $\frac{2}{5}$

سُوءِ - ماتم جا ڪپڙا، غم جي رسم $\frac{31}{3}$ (فارسي) طرف، پاسو $\frac{33}{3}$

سُوئيتا - سوءِ ڪندڙ، ماتم ۽ غم ۾ گذاريندڙ $\frac{31}{6}$

سُوئيڙيا نئي سنهڙو - ننڍڙي سئي ۾ ڪان ۾ سنهو $\frac{30}{3}$

سوِيت - ع برابري، هورائي ( د $\frac{166}{5}$ )

سُويسا هيا - جڳي ويساھ وارا $\frac{21}{9}$

سِهُ، سِيھُ - سردي ۽ وارو مهينو، ڦگڻ، ساحت سيءَ، تھ، نهايت $\frac{6}{4}$

سھاڙ - ساهڻ، ميھار $\frac{6}{805}$

سُھاڳ - سڪر ( د $\frac{132}{3}$ ) ( ث ا )

سھاڳي - سکيو، سياڳو، آرامي $\frac{2}{8}$ $\frac{21}{7}$ پسند آيل، وڻندڙ $\frac{30}{2}$

سھام - ع تير ( ث ا )

سُھاءِ - سھائي، وڏي، جڳائي، لھي $\frac{12}{3}$

سھائتا - مدد ( س ا )

سَهيلو - سولو، ٻي پروا (س ٢)
سهيلي - ساٿيڙي، سنگتياڻي، همراهه ١٠/٦
سُڌ، سڌو، سڌي - ڀَلو، سڌيا ١/١ ٦/٥ ٣٥/١ (سڌ مان)
سُڌان - سڌان، ڀلان (د ٩٨/٤)
سَڌَن - اشارو (س ٢)
سُڌندڙ - ڀلندڙ (د ١٤٧/٤)
سُڌيت - سپ ۾ ٻوندڙ ميڪهن جي ٻوند (س ٢)
سَڌين - سڌون رستو، هدايت ٣/٤
سيابو - ماڻهن، خويشي (ث ٢)
سيادت - ع سيدائي، شرافت، سرداري ٣
سيارچ - ڪڪڙي قسم جو گاهه وا ڏت ١
سيارڙا - جهنگ جا گهمندڙ جانور، ٻروڻ، سيار، سيال، شغال، گدڙ ٣٥/٢
سياڪو - سيابو، ماڻهن، سيڻن جو، ماڻهن جو، زال جي ماڻهن سان ماڻهي ٦/٢ ٩/٢ ٢٧/١ (د ١٣٣/٥)
سياندو - ڏپ (هه)
سياهه - ف ڪارو (د ٣٦/٥)
سياهي - ف ڪارنهن، اونداهي ١١/٢ ٣٠/٣
سياع - ذات پائي، مَٽ، ثاني، هم قوم، هم رسم ١٢/١ ١٣/٩-٣ ١٩/٣ ٢١/٩
سيب - ف صوف (ث ١)
سيبا - ٽوپا، گنڌ ٢١/٣
سيباڻا - وٽيا، پسندآيا (سيباڻ مان) ٦/٥
سيباڻ - پسندڪرڻ (م ٣٧) (ث ١-٢)
سيت - سردي، ٿڌ (س ١)
سيٺ - سُت جا رسا ٢ ٢١/٨
سيٺرا - تنگ جهلڻ، ٻَڪر وجهڻ ٣
سيٺ - شاهوڪار، وڏو ماڻهو، رئيس (د ٣٦/٥)

سيپ لنائي ڀاتائي، ڏوهو ڏاج نہ ڪاءِ ـ (ڏيکي) ڀا تار جي سِپ سڪي تي اڇي پيٺي آهي سا آن جي لپ بہ نہ ٽئي ڪائي $\frac{32}{1}$

سيج ـ سيج، سياڄهہ، کٽ، هنڌ $\frac{1}{2}$ (د $\frac{47}{5}$)

سياڇاٽو ـ هڪڙو شڪاري پکي، مادي ترمڇي $\frac{29}{1}$

سيخ ـ ڪباب جي پچائڻ جي شيخ، سور، ڏنب $\frac{1}{2}$ $\frac{9}{6}$

سيخ يا شيخ ٽيڻ ـ چڙهڻ، اُبرڻ $\frac{2}{1}$

سيد ـ ع سردار، حضرت محمد (د $\frac{2}{1}$ $\frac{21}{1}$)

سيدالانام ـ ع خلق جو سردار يعني نبي (ث ا)

سيڏائڻ ـ سڪائڻ $\frac{31}{5}$

سير ـ گس، رستو $\frac{2}{7}$ $\frac{7}{1}$ $\frac{11}{1}$ $\frac{13}{9}$ $\frac{21}{7}$ $\frac{32}{10}$ (د $\frac{7}{2}$ $\frac{118}{1}$) ف ڏاول (ب)

سيرَ ـ درياهہ جو وچ، تکہ، اونهو ڀاڱو $\frac{2}{2}$ $\frac{5}{2}$ (د $\frac{44}{4}$)

سِيرُ ـ سيل، سچائي، استقامت ڏڍ $\frac{21}{5}$ $\frac{31}{8}$ (م ٢٢) سموران (ح ٨٥)

سيراب ـ ف ڍاول، تازو، ساوو (ث ا)

سيرائي ـ سوراخ ڪرڻ جو اوزار $\frac{6}{9}$

سير ٽيڻ ـ سير يا درياهہ تي چڙهڻ يا روانو ٽيڻ $\frac{5}{2}$

سيرت ـ ع عادت، اندر جي حالت $\frac{30}{4}$ (د $\frac{108}{4}$)

سيرڙيون ـ سير، واٽون، ڀيڇرا $\frac{13}{9}$

سيرون ـ قنات، جيرون، چاڪ $\frac{9}{9}$

سيرئين ـ سيرن يا گهٽين م $\frac{32}{1}$

سيڙهي ـ ڀاسي $\frac{25}{4}$

سيس ـ سسي، سر، مٿو $\frac{15}{1}$ ڏانگ يا ڀاتال جو راجا (س ا)

سيسار - هڪڙو درياهي خوفناڪ جانور $\frac{6}{1}$

سيف - ع ترار (ث ا)

سيڪارا - سڏڪا، شوڪارا $\frac{5}{3}$

سيڪڙو - سڪايل، سڪندڙ، خواهشمند، طالب $\frac{14}{2}$ $\frac{20}{3}$ $\frac{27}{1}$ (د $\frac{10}{3}$)

سيڪڙ - چنڊ $\frac{4}{3}$

سيڪر - باقي (س ا)

سيگها - سگهو، جلد (د $\frac{162}{1}$)

سيگا - هڪ جيڏا، هم جنس، عزيز (ث ا)

سيل - سڦيا، سپت، سچائي، $\frac{4}{5}$ $\frac{30}{3}$ (س ا)

سيل، سياو، سياهه - ڪندو، نيزو، تير، سوري $\frac{9}{9}$ $\frac{11}{1}$ $\frac{12}{3}$ $\frac{32}{1}$

سيلا - سيل، همت، سچائي، وسيلا $\frac{6}{1}$

سيلاني - سير ڪندڙ، گهمندڙ (ث ا)

سياو - سنگون، سل يا سوڏو، تير، $\frac{2}{3}$ $\frac{7}{3}$ $\frac{9}{9}$ $\frac{11}{1}$ $\frac{12}{3}$ رسو ڏاس جو $\frac{14}{2}$ (د $\frac{29}{3}$)

سياهه - ڪندا، تير $\frac{2}{5}$ $\frac{9}{9}$ $\frac{11}{1}$ $\frac{12}{3}$ (د $\frac{121}{5}$ $\frac{150}{5}$ ڪ ٣٢)

سيلهي، سيلي - ڏاس جو رسو، گاني، نوڙي $\frac{21}{9-4}$ (س ا-٢) سڦي ايڪ يا ڪني (م ١٢)

سيليتي - سيلواري، سڦيا يا همت واري $\frac{31}{11}$

سيما - ع پيشاني، سجدي جو نشان، سيميا يا طلسم جو علم $\frac{3}{1}$

سيماهم في وجوههم - قرآن پاڪ - يعني هنن جي سجدي جي نشاني سندن منهن م ظاهر آهي $\frac{8}{1}$

سيمرغ - ف مشهور عجيب پکي جو ناياب آهي (ث ٢)

سين - صدا، سوال $\frac{14}{1}$ $\frac{21}{2}$ (د $\frac{4}{8}$)

سيڻ ڦل - سيڻ تي رکڻ جو زيور (م ١١٠)

سيڻ ساڄهر - دوستي، آشنائي (د ١٦١/٨)

سيڻر - شنگرف جهڙي ڳاڙهي شيءِ (د ١٣٣/٥)

سيڻو - واقف، دوست ٣٣/١

سيڻپارڻ - سيڻپ هٿي سڏڻ ١٠/١

سينگ، سينگر، سينگڙي - ڪمان (د ٢٩/١ ١١٥/١ ١٤٩/٢)

سينگڙي - سينگ، ڪمان (ڪ ٤٠) (ث ا)

سينو ساهڻ - شوخي ڪرڻ، برابري ڪرڻ، مغروريءَ مان ڇاتي ڪڍي هلڻ ٩/٧ (ث ا)

سينه بند - ڇاتي بند ڻ جو ڪپڙو (ح ٦٨)

سينهن - شينهن، پهلوان ٦/٦ (ب) ٢٩/١ ١٩/٤

سينهي - سينهوڙي ٣٣/١

سِيڻ - سان، تائين، سوڌو، آهر، موجب ٢/٥ ٢/١ ٤/٤ ١٠/٦ ٣١/٥ (ب)

سيڻ - ساڄڻ، مائٽ، دوست، محبوب ١/٢ ٢/٥ (د ١٥٩/٢) (ث ا) ١٣/١٢ (ڪ ٥٠)

سيڻاٽو - ساٽ، گڏ ١٣/٨

سيڻڪون - طبقا، طبق (ب)

سيوا - پوڄا، پرستش، بندگي ٤/٢ ٣٣/١

سيوڙا - جين ڌرم جا فقير (س ٢)

سيوڻ - پوڄڻ، سيوا ڪرڻ ٤/٣ ٣١/٢

سيهر، سِهر - سرديءَ جو مهينو، ٿهر سيارو ٦/٢

سيهو - شيهو ٤/١ ٣١/٧

## ش

شاخون - روشنائيءَ جون ليڪون، طناپون، شعاع، ترورا ٢/١

شاد- ف خوش، خوشي (د ٣/٤ ١٢٦/٩)

شادان- ف خوش (د ٢٢/٦)

شادڪام- ف خوش، مرادوند (ث ا)

شاديانا- شاديءَ جا واجا (ث ا)

شادي- خوشي، خوشخبري، بشارت ٢/١ (د ١٠/٤ ٤٥/٢ ٩٧/٢)

شارڪ- ع مُشرّڪ، شرڪ ڪندڙ، ڪافر ٤/٣ ٣٠/٤-١

شافع، شفيع- ع شفاعت ڪندڙ، ڇڏائيندڙ ٢٤/٤

شاڪر- ع شڪر ڪندڙ، خوش ٢/١

شالا- شال (د ١/٩)

شاني- ...ساڳئي شان وارو، ثاني (د ٢٠/٤)

شاهه- درياهه شاهه ٤/٣ امام ٤/٣

شاهه نجف- حضرت علي جنهن جو قبو نجف ۾ آهي ٢٢/١

شب- ف رات، ڳجهه ڳوهه ٣/١ ٤/١ (د ١٢/٥) (م ٢٥)

شباب- ف جواني (ث ٢)

شبان- ف چوپان، ڌنار ٢/١ ١٠/١ ١٢/٤

شَبّر- امام حسن (ث ا)

شبستان- سمهڻ جي جاءِ (ث ا)

شبلي- مشهور عالم ۽ شيخ (د ١١٤/٤)

شبّير- امام حسين (ث ا)

شبيهه- ع شڪل صورت ٧/٤

شُتر- ف اُٺ ١١/٧

شترباني- ف سارباني، اُٺ هلائڻ (ث ا)

شجاع- ع بهادر (ث ٢)

شجر- ع وڻ، درخت ١٠/٤

شديد شرير- ع سخت شرارت وارا (م ٧٤)

شرّ- ع خرابي، فساد (ح ٣٣-١٢٨)

شرجڻ- ڪاوڙجڻ (م ٣٨)

شرع- شريعت، انصاف ٢١/٧ ٣٠/٤

شرف - ع مان، عزت، آبرو ١٠/٤

شرط - ڪوڙ (م ٩٥)

شِرڪ - ڪفر، خدا سان شريڪ گڏڻ ٣٠/٤-١ (د ٦٢/٥ ١٢٨/١ ١٢٩/٦ ١٥٨/٢)

شرم - اوگهڙ ستر (د ١٥٢/٢) زالون، گهر جا ڀاتي (م ٤٢)

شرير - ع خراب، شرارت وارو (م ٢٢) (ث ٢)

شريعت - ع سلوڪ جو پهريون درجو، ناسوت ٣١/٥

شطرنج - مشهور راند (د ٥٨/٥)

شعار - ع چادر، عادت (ث ا-٢)

شعاع - ع سوجهرو، روشنائي ٣٥/١ (د ١١٥/٤) (م ٩٤)

شعور - ع شعور، فضيلت، سليقو ١٨/٢

شفا - ع صحت، تندرستي، ڇوٽڪارو ٢

شفاعت - ع ڇوٽڪارو، سفارش (د ٥٧/٧)

شفقت - ع مروت، مهرباني، رحم (د ٦٣/٢)

شفيع، شافع - ع شفاعت ڪندڙ يا ڇڏائيندڙ ٢٤/٤

شَقّ - ع ڦاٽل، چيرڻ، شڪست ٦/٦

شڪاري - شڪار ڪندڙ (د ١٣١/٤)

شِگاف - ف شگاف، ڦاٽل، چيريل (د ١١٨/٥)

شَڪر - ف کنڊ (ح ١٤)

شِڪرو - هڪڙو شڪاري پکي ٢٩/١

شڪستي - ڀڳل، دل شڪستي، غمگين، ملول ٦/٥ ١١/٣

شڪم - ف پيٽ ٣١/٤

شڪيل - ع چڱي شڪل وارو (م ١٥)

شڪياو - سڪياو، سڦياو، ترار ١٨/٢

شگون - ف سڳڻ، ساٿ (ث ١)

شمس - ع سج ٣/١ ٣٥/١ (م ٩٤)

شمس الضحاي - ع چمڪندڙ سج (ث ١)

شمشير - ف ترار ٢١/٤

شملو - ع پڳ (ح ٦٨) (ث ١)

شمر، شمو - ع ٻوء، ذرو (ث ٢)

شوخ و شنگ - ف بي حيا، بد مزاج (ث ١)

شور و جهڙ - گهڙ و جهڙ، ڪاوڙجڻ (م ٤٧)

شوڪ - ڏکر، غم (س ١)

شوڪت - ع شان مان، دٻدٻو (م ٦٦)

شوم - ع بدبخت، نياڳو (ث ١)

شومت - شامت، شومي، خرابي سزا ٢١/٩

شهر - شڪست (م ٤٠)

شهادت - ع شهيد ٿيڻ جو درجو ۽ شاهدي ڏيڻ خدا ۽ رسول برحق هئڻ جي (د ٥٧/٥)

شهباز - ف شاهي باز، باز جو قسم، بزرگ ٣/٤ ١٣/١٤ ٣٦/٢ (د ٩٠/٢)

شهتر - چهٽ، لڳي، جادوگر (م ٧)

شهد - ف ماکي (ث ١)

شهد آگر - ڏسٽي آگر آگوڻي کان ٻي (د ٢٥/٧) (ح ٦٣)

شهداء - ع شهيد جو جمع (ث ١)

شهدي - سڪندڙ، غريب، نماڻي، صورت، منهن، شڪل ٩/١٢

شهرت - خواري (م ٤٠)

شهگوش - سياه گوش، ڦيڪاري جانور (م ٣٠)

شهل - چهل، چهر، چل، مڪر (م ٣-٩٥)

شهود - ع ڏيکر يا نظارو، ظاهرائي (د ١١٣/١ ١٣٧/٧)

شهور - شعور، عقل، سمجهه ١٨/٢ (م ٢)

شي - هئڻ، هستي، نور، وڏي، مٿانهون ٦/٩

شيخ - ع مشايخ، اوليا، بزرگ ٣٣/١ (د ١٥٧/٣)

شيخ - ف سيخ، لوه جي جڙ ڪباب پچائڻ لاءِ (د ٧/٨)

شيخ ٽيڙ - جڙهڻ، اُبرڻ ٣/١

شيدا - ف عاشق، مشتاق، مست ١٣/٤

شيرل - شير، پهلوان، بهادر (ث ٢)

شين - ف شور، غوغا، فرياد، زاري (ث ١)

شوڪ - شوا ڪندڙ، پوڄاري، مريد (س ٢)

## ص

صابر - ع صبروارو، صبر ڪندڙ، صبر بابت نصيحت ڪندڙ ١١/٤

صابري - صبروارو، ڏکن ۾ صبر ڪندڙ ٣١/٨

صادق - ع سچو (د ١٨/٤)

صالح - ع نيڪ آدمي ٢/٤

صائم الدهر - ع هميشه روزو رکندڙ (ث ١)

صبا - صباح جي هوا (د ١٧٣/١)

صباحت - ع سونهن، خوبصورتي (د ٣٣/٩)

صبي - سوکو، آسان ٢/٤

صبيح - ع سهڻو، موچارو، خوبصورت (ث ١)

صتي - صفت (د ١٣٣/٤)

صحابي - ع اصحاب، رسول ڪريم جا يار ٣٦/٤

صحرا - ف بيابان، بٽ ١٣/٥ ٣١/٤

صحبتي - صحبت ڪندڙ، سنگتي ٢٢/٤

صحت - ع تندرستي، چڱيائي ٣٠/٤

صحن - ع اڱڻ، ايوان (ث ١)

صحو - ع هوشياري، سجاڳي (د ٦٥/٦)

صحي - صحيح، سچ پچ (د ٢/٤)

صحيفو - ع ڪتاب

صحرو - صحرا، پهڙ ١٦/١

صدا - ف آواز، سوال، عرض ١٣/١ (ث ١)

صدر - ع گادي، مسند، تخت (ث ٢)

صدق - صدقي، قربان، فدا (د ٣/٤)

صُراحي - ف ٻاٽي جي گگهي، شراب جو ڪوزو ٧/٢ (د ١٣٦/٦)

صراحين - ٻاٽيون، هميا ٽيون (عربي صرو) ٣٧/١

صراط - ع پل صراط ٤/٤ (ح ١٠٨)

صراط المستقيم - ع قرآن مان- يعني سڌو رستو ١١/٣

صراف - ع سون رپو پرکيندڙ يا مٽائيندڙ ٣/١ ٣٥/١

صرف ڪرڻ - خرچڻ، کپائڻ (ع)

صرف نحو - ع گرامر، رواجي تعليم ٢/٥

صريح - ع صاف، ٻجهڻ، نسورو، خالص ٦/٦

صعلب - ع صعلب مصري، هڪڙي دوا (م ٩٢)

صغير - ع ننڍو، ننڍو گناهه ٣١/٤ (ث ١)

صفا - ف صفائي، صلح، آرام (د ٣٦/٣ ١١٠/٤)

صفات - ع صفتون ٣٥/١

صقلي - صيقلي، صيقلگر، ترارين يا لوهه صفا ڪندڙ ١٥/١

صلابت - ع ڏاڍائي، سختي، ٻيهڪ، حشمت ١٢/٣ (ح ٢٠)

صلاح - ع مصلحت، چڱائي، چڱو ڪم، صفت، راضپو ٢/٥ ٦/٨ ١٣/٣ (د ٣٠/٥) (س ١)

صالح - صلاح، راضپو ٦/٨

صالح و صفا - ف صلاح، دوستي، نامو (ث ١)

صلوات - ع نماز، درود ٦ (د ٥٤/٦)

صمد - ع بي نياز، بي پرواهه، خدا جو نالو ١٦/٧ ١٨/١

صمداني شباب - وڏائيءَ وارو جوان، ٣٣/١

صندل - ڪاٺ (م ٥٨)

صنعان - مشهور بزرگ خدا پرست جو پوءِ بت پرست ٿيو (د ٣٥/٤ ١١٤/٣)

صنّف الکتب الکثير المعنوي - ليس فيها کا لکتاب المثنوي - گهڻيئي باطني علم جا ڪتاب لکيا ويا آهن؛ مگر انهن مر ڪوبه مثنويءَ جو مٽ ڪونهي ١٦/٧

صواب - ع سڌائي، سچ (ح ٦٤)

صوبو - سردار، حاڪم، امير ٥/٣ (م ١١-٢٨)

صوُر - ع ڌنبا سڱ وڄائڻ جو ٧/١ (ح ١٢)

## ض

ضاع - ضايع، زيان، نقصان ٣/١

ضرور - ف ضرر، نقصان ٦/٢

ضريب - ع ضربيل، ضرب رسيل، ماريل، ڌڪ لڳل ٣٣/١

ضريح - ع دستار، قبر جي سيراندي، پڙ (ث ١)

ضلالت - ع گمراهي ٢١/١٠ ٣٣/١ (ب)

ضم ڪرڻ - گڏڻ، ملائڻ (ح ٧٩)

ضمان - ع ضامن (ث ١)

ضيا - ع روشنائي، نور (د ١٤٧/١)

## ط

طاس (تاس) نپٽي پيٽ هيم ورني ماروئي - تنهنجي پيٽ مان آءٌ سون جهڙي ماروئي آهيان ٣٣/١ ع ٿالهه، ٿالهي، رڪابي (ث ١)

طاعت - ع فرمانبرداري، بندگي، عبادت (د ٣٨/٤) (ح ٤٥)

طاف - طواف يا گشت، کندڙ، سرحد، دَپ، ماتري ١١/٢

طاق - ف اکي، ڄڙهو، ڪو ( ح ٦٦ )

طاق ون ڏيڻ - درجا طاق بند ڪرڻ، درهورڻ ١٨/١

طالب - ع طلب ڪندڙ، گوليندڙ، عاشق ١/١ سالڪ، مريد، فقير ٢/٥

طالب المولي مذڪر - حديث - يعني خدا جا طالب مڙس آهن ٦/١ ٢١/٥

طالبو - گوليندڙ، طلبيندڙ ٦/٧

طالح - ع صالح جو ضد، شرير، خراب ماڻهو ٢/٣

طالع - ع قسمت، نصيب، ستارو ٣/٢

طامعو - طمع ڪندڙ، تاڪائو، سوالي ٥/٣ ٢١/٧ ٢٣/٣

طائوس - ف مور ٢٣/٣

طبل - ف دهل، ڏڪڙ، طبل وڄائڻ، خوشي ڪرڻ، فخر ڪرڻ، وڏائي ڏيکارڻ ١٩/٣ ( م ١٠٩ ) ( ث ١ )

طبل باز - ف دهل وڄائيندڙ، نغارا ۽ نوبتون وڄائيندڙ، طبلاچي ٨/١

طبيلا، طويلا - ف گهوڙن جون ڪڙهيون ١٣/٢-١ ٢١/٣

طپان - ف تپندڙ، ڦٿڪندڙ ( ث ٢ )

طريق - ع رستو ( ح ١٣٢ )

طريقت - ع سلوڪ جو رستو، تصوف جو ٻيو درجو ١/١

طس - قرآن جي ٢٧ سُور جو ٻهريون لفظ ٢١/٣

طسم - قرآن جي ٢٦ سُور شعراء جو ٻهريون لفظ ٢١/١٠

طشت - ف ٿالهه، ٿالهي، رڪابي ( ث ٢ )

طفل - ع ننڍڙو ٻار، کير پيئاڪ ٻار ( ش ١ )

طلاق - ع زال کي شريعت موجب ڇڏي ڏيڻ، نڪاح جي بند کان آزاد ڪرڻ ٢١/٥

طلب الله قبل ڪُلّ شئ - خدا جي طلب سڀني شين کان مقدم يا اڳي آهي ٢١/٥

طلب الله ڪُلّ فريضة - خدا جي طلب سڀني فرض جو مجموعو آهي يعني انهيءَ سڀ فرض اچي ٿا وڃن ٢١/١٠

طلوع - ع سج جو اڀرڻ (ح ٦٢٣ ا) (ث ٢)

طمطراق - ع دٻدٻو، حشمت ٢٤/١

طناب - ع رسو، نوڙي (ح ١٣١)

طنبورو - دنبورو (د ١٥٥/١)

طواف - ع حج ۾ ڪعبي جي چوڌاري ڦرڻ (د ١١٥/٣)

طوبيٰ - ع بهشت جو هڪڙو وڻ (ث ا)

طور - دستور، اقبال ٢٥/١

طورسينا - جبل جو نالو، جنهن تي حضرت موسيٰ خدا سان ڳالهايو ٢١/٥

طوفان - ع پاڻيءَ جي اُٿل ٤/١

طوق - ع ڳچيءَ ۾ وجهڻ جو زيور يا زنجير ڪنڌي ٧/٣ (د ٤٥/٣) (ث ا)

طولان - شان، شوڪت، دٻدٻو (م ١٠٩)

طومار - ع دفتر، ڪتاب (ث ا) (م ٥٧)

طويل - ع ڊگهو، وڏو، مشڪل (ث ا)

طه - قرآن جي ٢٠ سور ٢١/١٠ (د ٥٧/٣) (ح ٢١)

طهورا - ع بهشت جو پاڪ شراب ٦/١ ١٨/٣ ٢٣/٣-١ (د ٢٥/٥)

طيّب - ع پاڪ (ح ١١١)

طير - ع پکي ٤/٣ ٩/١

طيش - ع جوش، ڪاوڙ (ث ٢)

طيِ ڪرڻ - سفر ڪرڻ، پنڌ ڪرڻ (ث ٢)

طينت - ع طبيعت، سرشت (ث ١)

طيور - ع طير جو جمع، پکي ٩/١ (ح ٢٠)

## ظ

ظلام - ع ظلم، بي انصافي (ث ٢)

ظُلمات - ع اونداهي ١٥/١

ظنُ - ع شڪ، گمان ٣٠/٣

## ع

عابد - ع عبادت ڪندڙ (د ١٠٩/٣)

عابو - مشهور شهر راجپوتانا ۾ (د ١٣٣/٣)

عادنيون - عدن جي مان ٣/٦

عار - ع شرم (د ٢٨/٢) (ث ١)

عارف - ع معرفت وارو، خدا کي سڃاڻندڙ ٢١/١٠ ٣٠/١ (د ٩١/٦ ١٣٦/٣)

عاري - ع غير واقف، عاجز (ح ٩٦)

عاصي - ع گنهگار (د ٥٧/٧) (ح ٣٢-٥٩) (ث ٢)

عاق - ع ماءُ پيءُ کان نافرمان، نا صالح، خراب ٣١/٣

عاقي - نا فرمان، باغي ١٠/١

عالِم - ع علم وارو، پڙهيل ٣٠/٣٠١

عالي تبار - ف وڏي اصل نسل وارو (ث ١)

عامل - هشيار، چالاڪ، تجويز وارو (م ٨٧)

عامي - ف عام ماڻهو، اڻڄاڻ، جاهل ٣/١ ١٨/٣

عبث - ع اجائي، ناحق، مفت ٤/٥ ٩/٣ (د ٣٥/١ ١٧٥/١) (ث ١)

عبد - ع بندو، ٻانهو ٣٠/١

عِبرت - ع ڏٺي مان نصيحت يا سبق سکڻ (د ٩٧/٣)

عبور - ع پار لنگهڻ، لنگهڻ (ث ١)

عبير - ف خوشبودار دوا ٤/٥ ٢١/١ ڪپڙي جو عبيري رنگ ٣١/٣ ٣١/٧

عتاب - ع ڏورا ھو (ح ١٦) (ث ١)

عترت - ع اولاد (ث ١)

عِجز - عاجزي، مسڪيني، نياز ٤/٥ ٢١/٤ (د ٩٧/٣ ١٤٣/٥)

عَجِّلوا بالتوبة قبل الموت - حديث يعني مرڻ کان اڳي توبه جي تڪڙ ڪريو ٣٠/٣

عجم - ع عرب کان سواءِ ٻيو ملڪ (د ٨٠/٤ ١٠٥/٧ ث ٢)

عجوب - ع نهايت عجيب (ث ١)

عجوز - ع عاجز ماڻهو ڪراڙي زال ٢٤/٤

عجيب - ع محبوب، پرين، عجب جهڙي ١٨/١ (د ١١/٦)

عدد - ع لکيو، سرنوشت، قسمت ٦/٦

عدم - ع نيست، نا ھو دي، ضد موجود جو، ھوُ جهان ٢١/١-٥ (د ٢١/٤ ٦٥/١ ١١٧/٣) (م ١٤٧)

عدن - عرب جو ھڪڙو بندر ٤/١

عدو - ع دشمن (ح ٢٥)

عدول - ع نافرماني، اعتراض آڻڻ (ث ٢)

عراق، عراقي - عربي گهوڙو ٢٤/٣ ٢٥/٤ (ث ٢)

عرب - عرب جو ملڪ، ضد عجم جو، عرب عجم يعني سارو جهان (د ٨٠/٤ ١٠٥/٧) (ث ٢)

عرش، ڪرسي - ع ستين آسمان کان مٿي جا درجا ٢٠/١

عرصات - ع قيامت جو ميدان (ث ١)

عُرف - ع مشهور عام معنى (د ٣٣/٣)

عَرفات - ع مڪي جي ويجهو ميدان جتي حاجي گڏ ٿيندا آهن ٧/١ (د ١٥٧/٢)

عرفان - ع معرفت، خدا شناسي ٢/٥ ٢١/٥

عُروج - ع مٿي چڙهڻ (د ١٣٧/٦)

عُريان - ع اُگهاڙي، نانگي، صاف، نروار ١٣/٥ (د ١٢/٣ ١٣١/٣) (م ٧٢) (ث ١)

عُرياني - اُگهاڙائي، آزادي، واندگائي (د ٤٣/٥)

عِز - ع عزت (ث ٢)

عزازيل - ع شيطان، ابليس ٢/٥ ٩/١ ٣٠/٣ (م ١٢٥)

عَزم - ع قصد، ارادو (ث ١)

عِشا - ع سومهڻيءَ جو وقت (ح ٧٦) (ب)

عُشاق - ع عاشق (د ٧/٧ ٦١/٢)

عصا - ع لٺ (ث ١)

عصر - ع ٽيجهري جو وقت (ح ٧٦) زمانو، وقت (ث ١)

عصمت - ع پردو، پاڪدامني، پرهيز (ث ١)

عِصيان - ع گناهه، ڏوهه، پاپ ٣/٢

عطا - ع بخشش ٣/٨ ٢٧/٣

عطّار - ع عطرفروش، سُرهو ٢٣/٣

عطائي - بخشش ڪندڙ، سوالي، فقير ١٣/٢

عُظميٰ - ع وڏي (ث ١)

عظيم - ع وڏو، خدا جو نالو ١/٣

عفو - ع معاف، بخش (د ١٦٧/٨) (ح ٧١) (ث ١)

عُقاب - ف باز، شڪاري پکي ٦/١

عقابيل - عقاب جو پر، تير ٢/٦

عُقبيٰ - ع آخرت (ح ١٠٣)

عُقبت، عقوبت - ع سزا، تڪليف، ايذاءُ، عذاب (م ٦٦،٣٦)

عُلا - ع مٿي، مٿانهون (د ١٣٧/١)

عَلّام - ع تمام پڙهيل ماڻهو ٩/٦

علامت - ع نشاني، مرض، آفت (م ٤٠)

علاوالدين - سمن جو ڄام، سنڌ جو حاڪم ٢٣/١

عِلت - ع بيماري، عادت ٣٠/٤

علتي - علت وارو، عليل، بيمار، عادتي ٣٠/٤

عَلَم - ع جهنڊو، نشان (ث ١)

علم العليم - ع خدا تعاليٰ جو علم (د ٦٢/٧)

علمدار - جهنڊو کڻندڙ (ث ٢)

علوّ - ع وڏائي (ب)

علاءِ، علا - ع مٿا نهون (ث ١)

علي، علي شاه - مولا علي مشڪل ڪشا ٢١/٩

علي الصباح - ع صبح جو سوير، فجر جو ٣٠/٢

عليءَ جو ميدان - حضرت عليءَ جو خاص ڳڻ يعني فقر؛ فا ٿو ٢١/٩

عليل - ع بيمار، مريض ١٠/٧ ١٣/١ ٢٣/٢ ٣٠/٢

عليم - ع علم وارو، ڄاڻندڙ، خدا جو نالو ١/١ (د ١٤٧/٤)

عماري - ڏولي، ڪجاوو، هودو (ث ٢)

عمر - عمر سومرو ماروئيءَ وارو ٣١/١

عميق - ع بحر، اونهو سمنڊ ٢/٢ ٤/٢

عِنا - ع ڏک، رنج، آزار (ث ١)

عنات - عنايت، شاهه جو مريد ٩/٤

عنان - ع واڳ (ث ١)

عنبر - ف ڪاري ميڻ جهڙي خوشبودار شي ٦/٧ (ح ٥ ١) (ث ٢)

عود - ف سرهي ڪاٺي ساڙڻ جي (ث ٢)

عهد - ع انجام، وعدو، شرط ٤/١ ٣١/٨

عيان - ع ظاهر، پڌري ٢/٨ ٣٠/٤ (ث ١)

عيد برات - وڏو ڏينهن، برات يا برات، شب برات ٣١/٢

عيد ڪرڻ - خوشي ڪرڻ (د ١١/٦ ٣٥/١)

عين - ع نسورو، محض، خالص،
ستد پتد، بالڪل. الف بي
جو اکر ٤/١ ٣٠/١ معلوم، ظاهر
٢١/١٠ ( د ١٢/٣ ١٠٣/٦ ) ( م ١٤ )

عين اليقين - ع پورو يا سچو
يقين ( د ١٢٤/٥ )

عينڪ - چشمو اکين جو ٣٠/٣

## غ

غارتيڻ - گم ٿيڻ، کڏ پوڻ ٣٠/٣

غاريبو - غريباڻو ٣/١

غاسل - ع مڙهي کي غسل ڏيندڙ
يا وهنجاريندڙ ( ح ٥٧ )

غاصب - ع غصب يا ظلم ڪندڙ،
ڦريندڙ ( ث ١ )

غبار - ع مٽي، ڌوڙ، اڙات
( ح ٣٧/٣ )

غبي - ع موڳو، نادان ٢١/٩

غدّار - ع ٺڳ، دغاباز، مڪر
وارو ( ث ٢ )

غِذا - ع کاڌو، بيمار جو طعام
( ث ١-٢ )

غُراب - جهاز ٣/١ ع ڪانگ ٣٤/١

غرّان - ف گجندڙ ( ث ٢ )

غرب - وڻ جو قسم ( م ٣ )

غُربت - ع غريبي، مسڪيني،
ذات، عمر ٢/٨ ٢١/١٠ خود غرضي،
پنهنجي گهرج، ڪم،
مطلب ( د ١٠٣/٢-١ )

غَرض - ع پروا ( د ١٠٣/١ )

غُروب - ع سج جو لهڻ
( ح ١٥١ )

غريب - ع عجيب، عجب
قسم جو ( د ٩٩/٧ )

غريق - ع غرق، ٻڏل ( ث ٢ )

غِزا - ع دين جي جنگ ( ث ١ )

غسول - ع ڏاڙهي جي ڪم جون
شيون جهڙن تر، پاڻي، صابڻ
وغيره ١٦/٢٠

غَش - ع بيهوش ( ث ١ )

غصب ڪرڻ - ع ڦُرڻ، ظلم
سان نيڻ ( ث ١ )

غَضنفر - ع شينهن، پهلوان ( ث ١ )
( ب )

غِلاف- ع پوش، ڍڪ، ڪِپ $\frac{٣١}{٩}$ (د $\frac{١١٨}{٤}$) (ث ٢)

غلطان- گم (م ٣٤)

غُلغلو- ف هل، آواز، گوڙ $\frac{١٤}{٢}$

غَلمان- ع بهشت جا ڇوڪرا (ث ا)

غمزا- ع ناز نخرا (د $\frac{٢}{٤}$)

غمگسا ر- ف همدرد، غم ڪاٽيندڙ (ث ا)

غمي- ڏک، ماتم، ڏک $\frac{١٩}{٣}$

غنا- ع دولت، تونگري (ب)

غنود- ف سُست، غافل $\frac{١٦}{٧}$ آرام، ننڊ $\frac{٢١}{٩}$

غني- ع دولتمند، بي پروا، ضد مسڪين جو (د $\frac{١١}{٧}$) (ب)

غنيم- ع دشمن (ث ا)

غَوّاص- ع ٽٻي هڻندڙ، موتي ڪڍندڙ $\frac{٤}{٢}$

غوث- قطب، اوليائن جو هڪ درجو (د $\frac{٦٤}{٣}$)

غوث بهاوالدين- مشهور قطب اولياءِ زڪريا ملتاني، شيخ عبدالقادر جيلاني $\frac{٧}{٢}$ $\frac{٣٣}{١}$

غَيب- ع غائب، جيڪي نہ ڏسڻ اچي (د $\frac{٣٤}{٨}$)

غِيبتي- ع غيبت يا گلا ڪندڙ $\frac{٣٠}{٣}$

غَير- ع خدا کان سواءِ ہي شيءِ، ماسوي الله، پيائي، ڏوئي $\frac{٦}{٧}$ مَٿ، گند گي (د $\frac{١٢}{٣}$ $\frac{٢٧}{٢}$ $\frac{١٢٩}{٦}$)

غَيرت- ع ريس، ساڙ و (م ٨٢)

غيرگمان، غير- شڪ گمان، ڪاوڙ، مونجهارو، وير، حسد $\frac{١٩}{٥}$ (م ٥٥)

غِيلاني- غيلان يا گيلان جو رهاڪو يعني شيخ عبدالقادر $\frac{٣٣}{١}$

## ف

فاتحہ- قرآن جي پهرين سُور يعني الحمد $\frac{٣١}{١٠}$ (ث ا)

فاذڪروني اذڪرڪم - قرآن مان - يعني اوهين مونکي ياد ڪريو ته پوءِ آءٌ اوهان کي ياد ڪريان ١/٣ ٢/٧ ٦/١ ٢١/١٠ ٣١/١

فارغ - ع واندو، آزاد (د ١١٦/١)

فارق - ع فارغ، آزاد (ث ا)

فاسد - ع ضايع، زيان (ح ٩٥)

فاش - ع ظاهر، پڌرو (د ٧٩/٦)

فاطمہ - بي بي فاطمہ حضرت نبيءَ جي نياڻي ٨/٤

فاقو - ع بک، نرڪائڻ ٦/٢ ٩/١ ٣١/٧ (د ١٢٤/٢)

فال - ف سڳڻ، شگون ١٠/١٣

فاني - فنا ٿيندڙ، واصل بالله ٢١/١ ٣٠/١

فائق - ع وڏو، مٿانهون، بهتر، فيض وارو ١/١ ٦/٦ ٨/٤ ١٩/٣ (م ١٨)

فبصرڪ اليوم حديد - قرآن مان - يعني اڄ يا قيامت جي ڏينهن تنهنجي نظر تمام تيز آهي ٢١/١٠

فَتّاح - کوليندڙ، فتح ڏيندڙ، خدا جو نالو ٦/٦

فَتحنا - قرآن جي سورت جو نالو (د ٥٧/٣)

فِدا ڪرڻ - قربان ڪرڻ، صدقو ڪرڻ ٨/٣ (د ٣/٤ ١٤٢/٤)

فدوي - ف پانهو، غلام (ث ا)

فذوقوا - قرآن مان - يعني پوءِ چکو (د ١٦٣/٦)

فراخ - ع ڪشادو، ويڪرو (د ٦٢/١) (ح ١٢٩)

فردا - ف سڀاڻي، آئندي جو ڏلاسو، قيامت جو ڏينهن ١١/٣

فردوس - ع بهشت، جنّت ٤/ (ث ا)

فرزند - ف پٽ، اولاد ٨/٣

فرض، واجب، سنتون - ديني فرض يا خدا جا حڪم ۽ ضروري يا غير ضروري سنتون ١/

فرق - فائدو، تفاوت، ويڇو ۲/۱ ۲۳/۱ ڦوڙائو، فراق، وڇوڙو (د ۷۷/۳)

فُرقان - قرآن ۲/۵ ۲۱/۵ (د ۵۷/۳)

فرنگي - فرينچ، انگريز (د ۲۹/۷)

فرهي - تختي، پٽي، لوح قلم ۲/۵ ۲۱/۵ (د ۴۲/۲ ۹۷/۴)

فريادي - دانهن، پڪار ۶/۱

فزون - ف زيادھ، وڌيڪ (ث ا)

فِسق - ع فساد، خرابي (ح ۱۰۴)

فِضاي - ع ميدان (ث ا)

فضل - ع ڀلائي، مهرباني، رحم ۴/۲

فِعل - عمل، ڪم (د ۱۴۷/۵)

فغان - ع دانهن، فرياد (ث ا)

فقداطاع الله - قرآن مان - يعني جنهن رسول جي فرمانبرداري ڪئي تنهن جڻ تہ خدا جي ڪئي (د ۱۶۸/۲)

فقيرِ - ع غريب زال، فقيرياڻي ۶/۲

فڪان قاب قوسين اواد ني - قرآن مان - يعني حضرت جن خدا کان ٻن ڪمانن جيترو ويجهو ويا، بلڪ انهيڪان بہ نزديڪ ۲۱/۵ ۲۴/۳

فِڪر - ع ويچار، ڌيان (د ۴۲/۲)

فِگار - ف قتيل، زخمي، ڦٽ (ث ا)

فلق، فلڪ - ٻند يا زنجير يا نيرُ، فرق، ڏچ، ويڇو ۱۳/۱

فلڪ - ف آسمان ۶/۴

فلهم اجرٌ غير ممنون - قرآن مان - يعني هنن لاءِ نهايت گهڻو اجر آهي ۲۱/۱۰

فَم - ع وات ۶/۱

فنا ٿيط - نفس ماريط، ناس ٿيط وڃائيط (د ۵۶/۲)

فدا في الله - الله ۾ محو ٿيڻ يا خدا ۾ فاني ٿيڻ ۴/۸ (د ٥٦/٣ ١٦٨/٧)

فند - هنس، ڪم ۴/۹

فوارا - ف ڦوهارا (ث ا)

فوت ٿيڻ - ع مرڻ، وفات ڪرڻ ١١/٧ (د ٢٣/١)

فهمڻ - سمجهڻ (ح ٥ ٦)

في الله - ع الله ۾ يعني فنا في الله ٿيڻ ٣٠/١

في الحقيقت - ع در حقيقت، حقيقت ڪري ٣٠/٣

في السقر - ع دوزخ ۾ (ث ا)

فيل - ع هاٿي ٧/٣ ١٣/٢ ٣٠/٣

## ق

قاب قوسين او ادني - قرآن مان - يعني ٻن ڪمانن جي وچوٽي، ٻاڪ اُنهيڪان ٻه ويجهو (د ٢٥/٤) (ح ٢١)

قاهر - ع غالب، زبردست (د ١١٣/٤)

قابو - ويجهو، نزديڪ (م ١٢ ا)

قاتل - ع قتل ڪندڙ، ماريندڙ زهر ١/٢ ٢/٤ (د ١١/٢)

قادر - ع قدرت يا طاقت وارو، خدا جو نالو ١/١

قادري پير - شيخ عبدالقادر جيلاني قادري طريقي جو باني ٣٣/٢

قاري - ع قرآن پڙهندڙ (ح ١٠٠ ا)

قاسم شاهه - امام قاسم ٨/١

قاضي - قضا يا شريعت جا فيصلا ڪندڙ ٢/٨ (ث ا)

قاعدو - ع قعود يا قعده، نماز ۾ ويهڻ ٣٠/١

قاف - جبل، وڏو جبل ١١/٢ ١٢/٢ (د ١١٨/١)

قال - ع گفتگو، زبان سان ڳالهائڻ ٢١/٢ خدا تعالى جو قول يا ڪلام (د ٣٤/٢)

قالب - ع بدن، جسم، بت ٣١/٦

قال قيل - ع گفتگو ١٨/١ ٣١/٨

قالوا بلاي - قرآن مان- يعني هنن چيو ته هائو، الست بربكم جو جواب ٦/٦ ٣١/١ (د ٢٣/٧)

قالي - خيالي، غاليچو، جبل جو نالو ١٢/١

قامت - ع قد (ث ٢)

قايل - ڳالهائيندڙ (د ٨٣/١ ١٦٧/١٠)

قايم الليل - هميشه رات جاڳندڙ (ث ١)

قبضو - ع ڪمان جو هٿيو يا مُٺ (ث ١)

قِباو - ع پاسو، طرف ١م١١ - ١٨)

قَبلهٗ - ع انهيءَ جي اڳيان (د ١٣٨/٥)

قِبله نما - ف قبلي جي طرف ڏيکاريندڙ اوزار ٢١/٥

قُبور - ع قبرون (ب)

قبول - ع قبوليت، پسندي، راضپو ١/٢

قِتال - ع جنگ، ويڙهه، قتلعام (ث ١)

قتلام - قتلعام، ڪُهڻ، مارڻ ٢١/٤

قتيل - ع قتل ٿيل، ڪُٺل (ث ١ - ٢)

قحط - ع ڏڪار (ب)

قدام - بادشاهه، سردار، هميشگي، جهونائپي، سامهون، قدم، پرانگهون ١٠/٥ ٣٠/١

قدبڌڻ - سيخو ساهڻ، برابري ڪرڻ، هوڏ ڪرڻ، ضد ڪرڻ ٩/٧

قدح - ع وڏو پيالو شراب جو (د ٥٩/١)

قَدَر - قضا، تقدير (د ١١٠/٥)

قد سمع - قرآن جي سُور مجادله جا پهريان لفظ ٣١/١٠

قد قامت - هي عربي لفظ ساڳي معنيٰ وارا يعني قد ءِ اهي يا زنگ ٻه چوندا آهن نماز مهل (د ٢٥/١)

قدوة الاتقيا - ع پرهيزگارن جو سردار (ث ا)

قُدوري - شريعت يا فقه يا حديث جو هڪڙو ڪتاب ٢/٥ (ڪ ٤٤)

قدير - ع قدرت وارو، خدا جي صفت (د ١٣٧/٤)

قديم - ع آڳاٽو، ازل کان، خدا جو نالو ١/١

قرابت - ع مائٽي، ويجهائي، عزازت ١٠/١

قرار - انجام، وعدو، ١/٢ ع آرام (د ٩١/٤) ڪرارو، زوراور غالب، زبردست ٢٩/١ قائم (م ١٠٣)

قرار جڻ - قرار ڪرڻ، آرام وٺڻ ١١/٧ ١٩/١ ٣١/٦ ٣٥/٢

قُرب - پسنديءَ جهڙو ڪم، عادت ١/٣ (ث ا) ع ويجهڙائي، نزديڪي ٢١/٥ (د ٩١/٤)

قُرباً - قرب ۾، محبت ۾ (د ١١/٢)

قُربت - ع ويجهڙائي، عزازت، محبت (د ٧٨/٣)

قربيّت - قرب، محبت ٢/٨

قُرص - ع ٽڪي سج يا چنڊ جي (ب)

قرنفل - ع لونگ ٣/٥

قريب - ع دوست، پرين، سڄڻ ١/٣ (د ١١/٢)

قرينو - ع وڙ، احسان، ڀلائي، محبت، مائٽي، نسبت، لاڳاپو ١٨/١ (م ١١٣) (ث ا)

قِصاص - ع چٽي، ڏنڊ، عيوض، سزا (د ١٠٠/١)

قصر - جمع قصور - ع ماڙي، محلات ١/١ ٢/٥ ١٤/١ (ح ٣٥) (م ٧٤) (ب)

قضا - قسمت، الاهي امر، خدا جو حڪم، تقدير ٦/٥ (د ١١٠/٥)

قضا ٿيڻ - فوت ٿيڻ، ضايع ٿيڻ، گسڻ، وري نه موٽڻ ٣٠/٤ (ح ٧٤)

قضاڪ - قزاق، قزاڪ، چور، ڦورو، ڌاڙيوال ١٣/٦

قضاڪي - قزاڪي، ڦرمار، زبردستي ١٨/١.

قضائي - اتفاق سان، ڪڏهن ڪڏهن ٢١/٩

قضيو-ع واقعو، واردات، جيڪي تي گذريو ٨/٤ ٣٠/٣ (ڪ ٨٧)

قطارڻ - اُٺن کي گڏي پڌي قطار ڪرڻ ١١/٤

قُطب - غوث، اوليا (م ٧٤)

قطرو - ڦڙو، شراب جو چڪو ١/٢ (د ٩٣/٢)

قطيفي - مخمل جو يا پٽو عمدو ڪپڙو ٣/٢

قعده - ع قعود، نماز ۾ ويهڻ، قاعده (د ١٢/٢) (ح ٧٧-٨٧)

قفل - ع ڪلف ١١/١

قُل - قرآن جون تي پونيون سُورتون جن جي منڍ ۾ قل لفظ آهي ٣١/١

قلب، قلوب - ع دل، هڏيون ١/١ ٤/٥ ١١/٧ ٣٠/٣ ٣١/١ (د ٣٤/٢ ١١٨/٤) (ع)

قلبگاه - ف لشڪر جو وچ وارو پاڳو يا هنڌ (ث ٢)

قُل لن يصيبنا الآ ما ڪتب الله لنا هو مولٰنا - قرآن مان - يعني چئو ته اسانکي ڪابه مصيبت نه پهچندي سواءِ انهيءَ جي جا الله لکي هوندي، اسان جي لاءِ هو اسان جو ڌڻي آهي ٣١/٣

قلم - ع لوح قلم، ازل، قسمت، نصيب ٦/٥ وڏيل، تڪر (ث ٢)

قُل هو الله احد - قرآن جي سُورت جا پهريان لفظ - يعني چئو ته خدا هڪڙو آهي ٢١/١٠

قل هو الرحمٰن آمنّا به - قرآن مان - يعني چئو ته خدا رحم ڪندڙ ۽ مهربان آهي ۽ اسين انهي تي ايمان ٿا آڻيون ٢١/١٠

قل يا - قرآن جي ڪافرون
سوُر جي مٿين جا لفظ ٣١/١٠

قليل - ع ٿورو، اڻ پورو،
ڪوڙو ٦/٦ ( ث ١ )

قُم، قم تي - (ع) اُٿ
١٢/١

قماش - ع ريشمي ڪپڙو (ح ٦٠)

قمر - ع چنڊ ٣/١

قناتون - تنبوءَ جا پردا،
تنبو ١٩/٥ ٣٥/٢

قنديل - ع شمعن ٻارڻ جا جهاز
١٩/١ ٢٣/٢ زنبيل، ڪاچڪول،
ڪِشتو فقيرن جو ٢١/٢

قوّال - ڳائيندڙ، ڳائڻو ٢/٤ ٤/١
١٤/١

قول - اقرار، انجام، وعدو،
الست ٦/٦ (د ٢٣/١ ٣٦/٦)

قوم - ع قيام، نماز ۾ رڪوع
کان پوءِ سڌو ٿي بيهڻ
(ح ٨٤)

قوي - قوّت وارو، زور ڀريو،
مضبوط ٣١/١

قهّار - ع زبردست، زور وارو،
خدا جو نالو ١/٣

قهاري - قهر جا، سخت، ظلم
جهڙا ( ث ٢ )

قهري - ظالم، زبردست ١١/٣
موهيندڙ، تمام سهڻو (م ٩٢)

قهقهو - ع وڏي آواز سان کلڻ،
ٽهڪ (ح ٩٥)

قيام - ع نماز ۾ بيهڻ ١٦/٧٠ ٣٠/١
(د ١١٣/٥ ١١٣٧/٢) قيامت،
ٺهر، بيهڪ، استقامت ٢١/١

قيد الماءِ - ع پاڻيءَ جو قيد، قسمت،
نصيب، تقدير، حديث
جو ڀاڱو قيد الماءِ اشد من
قيد الحديد - يعني پاڻيءَ جو
قيد لوهه جي قيدکان زياده
مضبوط آهي ٣١/١

قيس - مجنون جو نالو، جو
ليليٰ تي عاشق هو (د ٤/٦)

قيصر - جانورن جو بادشاهه،
شينهن ٢٩/١

قِيل مقال - ع قال قيل، گفتگو ٢٦/١

## ڪ

ڪابل - ڪابل شهر ٢١/٨

ڪابلي - ڪابل جا، ڪابل ڏي وېندڙ ٢١/٢

ڪاتُ - وڏي ڪاتي، خنجر ١/٢

ڪاتار - ڪترڻ واري ٢٦/١

ڪاتب - ع لکندڙ ٢/٥ (د ١٣٤/١)

ڪاتو - ڪتاڻي، ڪترڻ، (ب)

ڪاتُ - ڪات جو ٻند، قيد ٣١/٥ (د ٢٧/٥)

ڪاپاتي، ڪاپائتي - ڪاپويا پورهيو ڪندڙ، ڪتيندڙ ٢٢/١ ٢٦/١

ڪاپڙ - جوڳي فقيرن جي هڪڙي ذات ٢١/٣

ڪاپڙي - سناسي، جوڳي فقيرن جي هڪڙي ذات ١٩/١ ٢١/٣ (م ١٣٦) (س ا)

ڪاپو - پورهيو، ڪترڻ جو ڪم ٢٦/١

ڪاپي - ڪپي، نانگ جو قسم، گانب ٣٦/٢

ڪاج، ڪاجڙو - ڪاج، ڪم، شادي جو ڪم ٢٣/١ (ث ٢)

ڪاج سِڌو م - ڪم ٿيو م، مطلب حاصل ٿيو م ٣٠/٣

ڪاجل - ڪجل ٣٢/١

ڪاڄ - ڪاڄ يا ڪارڄ، خوشي، شادي (د ٥/٥) (ب)

ڪاڇ - ڪاڇو، ماپ (ڪاڇڻ مان) (د ٣٣/٤)

ڪاچو - مڪان جو نالو، جبل جي وٽ ٢٥/٣-١

ڪاڇوٽي - گوڏڙي، گبري، لانگوٽي ٦/٣ ٢١/٩

ڪاڇڙ - شهتير جهڙي ڪاٺي (د ١٤٠/٥)

ڪاڏ - ڪڏ، ڪکر (د ٧٧/٦)

ڪاڏ - اونهو ڪاڏارو (د ٧١/١)

ڪاڏو - ڇڪ، سڪ، ڪشش، خواهش $\frac{6}{6}$ $\frac{12}{1}$ $\frac{13}{11}$ $\frac{13}{12}$ (د $\frac{39}{4}$)

ڪاڏِب - ع ڪوڙو (ث ٢)

ڪارَ - ڪارنهن (د $\frac{25}{4}$)

ڪارا - ڪارا ڏاڍا $\frac{31}{7}$ ڪارا ڏانگ $\frac{36}{2}$

ڪاراٽيا - ڪاراتيا، ڪارا ٽيا (ڪاراٽ مان) $\frac{21}{6}$

ڪارائي - ڪارنهن (ب)

ڪارايل - مور $\frac{2}{4}$ $\frac{10}{2}$ راڳڻيءَ جو نالو $\frac{36}{1}$

ڪارزار - ف جنگ (ث ا)

ڪارساز - ف ڪم ڏاهيندڙ (ح ١٠٤)

ڪارنيان - ڪارن منجهان $\frac{21}{6}$

ڪارڻ - سبب $\frac{2}{7}$ (ب)

ڪارڻي - وسيلو، سامر، شفيع، ڪارساز، حامي $\frac{1}{1}$ $\frac{6}{9}$ (ح ٤٢-١١١) (م ٩٦)

ڪارو - جبل جو نالو $\frac{9}{2}$ $\frac{11}{5}$ بدنام، خوار (م ١٢١)

ڪاروان - ف قافلو (ث ا-٢)

ڪاروان سالار - ف قافلي جو سردار يا مهندار (ث ا)

ڪارُون - داڻهون، زاريون، ٻاجهريون $\frac{2}{1}$ $\frac{5}{4}$ مهرباني، مروت، احسان (د $\frac{151}{4}$)

ڪارونڀار - ڳوڙهو، اونهو، گهاٽ، ڪارنهن، دريائي، هيبت ناڪ، اونداهي $\frac{4}{1}$ $\frac{4}{2}$ $\frac{5}{3}$ $\frac{36}{1}$ (م ٩٢-١١٠)

ڪارهن - ٻارهن (ع) ١٠ ب)

ڪارهون - ٻارهون (ب)

ڪارهين - ٻارهين $\frac{21}{2}$

ڪاري - ڪارگر، اڙگس، ڪارائتو، سخت، مضبوط $\frac{13}{5}$ (ث ا) عيبدار، عتاب جوڳو (م ٨٤)

ڪاريگر - خبردار، چالاڪ (م ٣٨)

ڪاريھر- نانگ، درياھ، خوفناڪ، ڪارا ٦/٤ (م ٤٤- ١١٠)

ڪاڙھڻ- هلاڪ ڪرڻ، تڪليف ڏيڻ (د ٨٤/٢)

ڪاڙھو- روڄ، راڙو، گرمي، تابش، آزار، عذاب، درد ٩/١٣ ١٣/٨ ٢٩/١ (د ٩٤/٢)

ڪاسوف ڪاسو، مٽو، ڪوپري ٣١/١١

ڪاغذ- ع خط (د ٧٩/١)

ڪاف- قاف، جبل ٩/٥ ور، وڪڙ، ھيج ڪاف ۽ اکر جھڙا ٩/٦

ڪافيا- ديدي فقر جو ڪتاب ٢/٥ (ڪ ٤٤)

ڪاڪ- نالو ملڪ ۾ نديءَ جو، پاڻي ١٩/١-٢

ڪاڪت- طاقت ٤/٢

ڪاڪل- ف زلف، وانگوڙو ٩/٦

ڪاڪو- وڏو ڀاءُ، چاچو ٦/٤ نخٽ ۽ ٻاهو، ٻارڙو (ث ٢)

ڪاڪيان- ڪاڪ مان ٢٥/٣

ڪاڪيون- اديون، چاچيون ٣٤/١

ڪال- ڏڪار، مصيبت (م ٣٩)

ڪاللولوءِ والمرجان- قرآن مان- يعني موتي ۽ مرجان جھڙا (د ٢٥/٨)

ڪالوڙ- وڏا ڪُمَر، وڏيون پيرڻ جون ٻاڙون ٣٥/١

ڪام- ڪم (هندي) ٢/٢ ١٩/٣ اکرڻ اُن ھڪاڻ جو ٣/١-٢ ١١/٣ ١٩/٤ ٣٠/٣ (م ٨٤) ڏڪ، جوڪ، محبت، عشق ٦/٤ ٣٠/٣ مطلب، مراد، مدعا ١٩/٣ ٢٠/٣ ٢١/١٠ ٣١/٧ (د ١٤٦/٩)

ڪامارو- مڪان جو نالو ٧/٤

ڪامگار- ف مرادوارو، فتحيات (ث ١)

ڪامڻ- جادو، ڪامڻي، سھڻي زال ٣/٢ ١٠/٦ ١٩/٢ ٣١/٢ ٣٥/٢ (م ٢)

ڪامٽي - زال، ڳهڙ زال، ٦/٣ ٣٢/١ (م ١١١)

ڪان، ڪاني - تير ٢/٣

ڪانبو - چار ڪانيون ڪوڙي مٿان تپڙ وجهڻ، ڪپڙو جهولي ڪري انهيءَ ۾ گاهه وغيره گڏ ڪرڻ ٣١/٨

ڪاني - ڏڪ، پٽ، پاراتو (س ١)

ڪانپوُ - جبل جو نالو، ڪارو، سياهي ٩/٣ ١١/٥

ڪانچڙ - شهتير جهڙي ڪاٺي (د ١٥/٥)

ڪانڌ - مڙس، پيارو ٤/١ (م ٥ ٢)

ڪانڌي - ڪنڌ يا ڪاهي تي ڪنڌ ڙ، جنازي ڪڻڻ وارا ٦/٧

ڪانڌيلا - ڪانڌ يا مڙس جهڙا ٢٣/١

ڪاندار - ٻنيءَ جي ڪنڌي وارا جانور ٢١/١

ڪانڌين - ڪنڌن جي ڪانين ۾ جنڊي ياهه تڪي آهي ٢/٣

ڪانڊ - سڏ، دعوت (د ٧٠/٢)

ڪان ڪان - ڪانگن جي بولي ٣٤/١

ڪانگ - نياپو، خبر، خبر چار ٣٤/١

ڪانگان - ڪانگن کي ٣٠/٢

ڪانگل، ڪانگو - ڪانگ، کيانئو ٣٤/١

ڪانگوڙو - مٽل ڪانگ کي ڏسي ڪانگن جو گوڙ ڪرڻ ٣٤/١

ڪانگي - ڪانبو، چادر ويڙهي مٿي تي رکيل (د ١٣/٤)

ڪانو - گنو (د ١٢٣/٢)

ڪانهه، ڪانهن - ڪوهه، ڇا ١/٥ ٢/٦ ١٠/٣ ٣٠/٣ ڪيرو ڪنهنکي ١٥/١ ڪٿي ٣١/٨

ڪانهر، ڪانئر- ڏچڻو، ضعيف، سست، ڪاهل ٢/٥ ٣٠/٤

ڪانئرو، ڪانيرو- ڪاٺي قسم جو پکي ٣٦/١

ڪاني- ڪانو، قلم، ڪاڪ ٦/٥ ١٨/٢ تيلي، ٻرائي ٣٠/٤

ڪانيارو- ڪان لڳل ماڻهو، تيرسان زخمي ٿيل ٢/١

ڪانيارو- ڪاڻ وارو، محتاج، شرمندو ٦/١ ٦/٢-٣ ١٠/١

ڪانيڊو- ڳاني اُٺ جي ١٩/٥

ڪانيرو- ڪاٺي قسم جو پکي ٣٦/١

ڪاڻ- شرمندگي، فڪر، انتظار، گهٽتي، عيب، مدائي، حجاب ٧/١ ١٢/١ ١٩/٥ (ڪ ٩) حرڪت، حساب ٣٠/٤ پرواهه، گهرج (د ١٣١/٤)

ڪاڻيارو- قصوروارو، مهڻي هاب (م ٦٥)

ڪاهر- ڪوهر ڇا ٣٧/١

ڪاهل- ڪانئر، سست ٢/٥ ٩/٤ (ح ٧٤)

ڪاهو- ڪو ١٥/٢ (هندي)

ڪاهوڄي- مڪان جو نالو، وڙ جو نالو ٤/٣

ڪاءِ- ڪائي، ڪا به ٢/٤

ڪائو- ٻاڙئي جو جيئهرو، درياهه جو ڪڙو پکي جو ٻاٽي لهڻ وقت ايندو آهي ٤/٦ ٢٥/١ شيشو ٤/٢ (م ٥)

ڪائو ڪچ- ڪوڙو يا ڪچو شيشو نه موتي يا جواهر ڪوڙ ٤/١

ڪائي- ڪڪن جو موڙو، ڪوڙ لڳي (م ٢٥)

ڪايا- جسم، بدن، صورت ١/١ ٩/٣ ١٠/١ ٣٠/٤

ڪِبر- ع هٺ، وڏائي ٣٥/٢ (س ا)

كُبري - ع وڏي، يعني بي بي خديجة الكبري حضرت جن جي پهرين بي بي ( د ٣٤/٩ )

كِبرياء - هٺ، وڏائي، خود بيني، خدا تعاليٰ ٢/٥ ٣٥/٢ ( ڪ ٣٥ ) ( ث ا )

ڪبوتر - سهڻو ( م ٣٨ )

ڪبي - ڪپي، ڪڏهن ( هندي ) ٢١/٩

ڪبير، ڪبيرا - ع وڏو، وڏا گناهه ٣٠/٤ ( م ٧٤ )

ڪُب - ور، ڏنگ (د ١٥/٤)

ڪُبيلياٺي - پيلي يا سنگتيءَ کان سواءِ، اڪيلي، نالائق سنگتياٺي ٩/١

ڪَتُ - ڪاتو، ڪاپو، ڪترڻ جو ڪم ٢٦/١

ڪتابت - ع لکيو، اعمالنامو ١١/٥ خط ١٨/٠٠ ٣١/١٠٠-١ ٣٤/١ (ث ٢)

ڪتاخدا، ڪد خدا - گهوٽ، نوشاهه ( ث ا )

ڪَتر - ذرو ( س ا )

ڪُتر - ڪتيم، مون ڪتيو ١٣/٢

ڪِتو - ڪتيل ٢٦/١

ڪَتي - ڪترڻ سان، ڪرڻ سان ٢٦/١

ڪِتي - (سرائڪي) ڪٿي ١/١

ڪَتي، ڪتيون - تارن جو ميڙ، ڪتيءَ جو مهينو ٣/١ ١٩/١ ( د ١٦١/٢ )

ڪَٽ - ڊرائي، گهٽتي، گاٽيتو، ويچار ٣/٢

ڪٿائڻ - ڳسائڻ، نڌائڻ، ٺارڻ ٢/٨

ڪَٿڻ - ڪٿ ڪتان ڪرڻ، فڪر يا گهٽتي ٢١/١

ڪُٽ - هڪڙي ڏاتو، پڳل ٺانو ٤/٤ ٥/١

ڪَٽ - تکو شراب، ذرا ذرا،

ڪُٽو، سيڪو ٢/٦-٣ ٢٧/١

مونجهارو، فڪر، گهٽتي ٧/٢

ڪَٽ - چيز، متاع ۲۱/۹

ڪٽا - پڪا، رک، ڏاڍا ۳۰/۴

ڪٽار - ڪٽاري، خنجر ۱۴/۱ (د ۲۹/۵)

ڪٽارو - خنجر، ڪٽاري ۸/۶ ۳۰/۲

ڪَٽائي - وڍجڻ، ڪاٽ (ث ۱-۲)

ڪَٽر - ڪڪرو، ڪکر، مٺي ۳۰/۴ (ڪ ۶۲)(م ۱۱۱) دل جو کُندو، غم، ارمان (م ۱۱۷)

ڪَٽڪ - لشڪر، گوڙ، انبوهه ۷/۲ (ث ۲)

ڪُٽڪا - ٽڪر، ذرا، ڀرزا ۲/۴

ڪٽڪو - ڪٽڪ، ڪاهه، زور، هل ۳۶/۲

ڪَٽڻ - ڏينهن ڪاٽڻ، گذارڻ، گذران ۲/۸ ۳۱/۸ لاهڻ، وڍي ڇڏڻ (د ۱۲۰/۴)

ڪِٽ - گپ، مغز، وِ (م ۱۱۵)

ڪَٺن - سخت، مشڪل ۱/۴

ڪِٺي - ڪشالو (س ۲)

ڪثافت - ع گبرائي، ٿلهائي، گدلائي، گندگي ۳۰/۴

ڪثرت - ع گهڻائي، وحدت جو ضد ۱/۱ ۳۰/۴ (د ۱۴۵/۲) مشڪل ڳالهه (م ۴۰) راند (م ۱۱۰)

ڪثير - ع گهڻو (م ۷۴)

ڪثيف ع - گبرو، ٿلهو، سادو، گدلو ۳۳/۱

ڪَپاٽ - دروازا (س ۱)

ڪُپَتُ - نالائقي، نامناسب هلت، بي ننگائي (ڀڃ معنئي قبيلو يا راڄ) ۲/۲

ڪَپُر - درياهه جو ڪنارو، درياهه ۴/۳ ڪاهار، سيمي، جبل ۱۹/۳

ڪَپرو - ڪپر، ڪپ، ڪنارو، گهيڙ ٦/٣

ڪُپر - بي رواج، اجايو، ناحق، مفت ٩/٣ ١٣/٤ ١٩/٨

ڪَپڙُ - ٿلهو سادو ڪپڙو ١٩/٣ (د ٢٤/٥ ٨٧/٤ ١٤٤/٥)

ڪپُور - ڪافور، خوشبودار وڻ ٣/٢-١ ٢١/٨-٣

ڪُپيري - غلط پير يا پيچرو، بيراهي، گمراهي، ڪاڇٽي ٣٠/٣ (س ١)

ڪِڇا - ڪڇو (ب)

ڪَڇائو - اُٺ جو پِٽو خانو زالن لاءِ ٩/١١

ڪاڇل - سرمو ٢/٤ ٣/٤ ٣٠/٢

ڪاڇل پِدا - ڪاڇل پيل، سرمي سان آلا ٩/؟

ڪُڇاڙو - جاءِ، کهڙو (ب)

ڪُڇاڙيان - جا لاءِ، کهڙي سبب ١/٢ ٢/٥

ڪَڇِڙ - ڏَڪاڇڙ، ڏڪر (س ١)

ڪِڇڻُو - اڪو، ڏهيو، سٽيو ٣١/٢ ٣٦/٢

ڪُڇي - ڪوڙي، ڏڪيل (م ٣١)

ڪَڇهه - گندو، خراب (د ٤٣/٥)

ڪَڇَ - ڪاڇري، رن (م ٣٨-٤٠)

ڪُڇائي - سُسائي، مڇاڇهائي، سُست ڪمي ٣١/٥

ڪَڇُ - ڪوڙ ٤/٤ ڪاڇو، ڪاڇو دلو ٦/٢-٧ (ث ١) شيشو، ڪائو (م ٢٥)

ڪُڇاڇي - ڪني، گندي، ميري (س ١)

ڪاڇڪول - ف ڪِشتو، پيالو، پنڙ جو ٿان ٢١/٢

ڪَڇو (چوڙ، ڪوئڙ، لائڙ) - طعنو، مهڻو، گار، عيب، عيبدار، ڏوهي ٦/٤ ١١/٣ ١٢/١ ١٣/٥ (د ١٦٠/٢) (م ١٠٢)

ڪَاڇي، ڪاڇائي - گلا، شڪايت، عيب، مهٽو (م ١٣- ٥٥- ١٠٧)

ڪاڇيل - ميلا (س ٢)

ڪَڇُ - ميدان، ترائي، هيٺانهين زمين (د ٢٢/٣)

ڪُڇُ - ڪاڇوٽ، ڳالهائڻ (د ٥٥/٣)

ڪَاڇَر - نانگ جو قسم ٣٦/٢

ڪاڇڙو - ڪڇ جو ملڪ ٢٥/٤

ڪُاڇَن - ٻيوس، خراب جاءِ يا گهر ٣١/٥

ڪُاڇوٽ - ڳالهائڻ، چوڻ ٩/١١

ڪدخدا - ف ڪتخدا، ڳهوٽ (ث ١)

ڪديفو، ڪديفي - قطيفو، اطلس، مخمل، قيمتي ڪپڙو ٤/٢

ڪڌاتورو - سُڌاتوري جو ضد، ناصالح، ڪڌ مرو، بد اخلاق ٤/٤

ڪَڌ - ڪڌو، ڪهجو، ڪڪر (د ٧٤/٥)

ڪڌاڻي - اجائي، خراب رستي سان (م ١٠٦)

ڪَيَ - ٻنيان (د ٦٩/٣) (م ٣٤)

ڪِذاب - ع ڪوڙو ١٢/٢

ڪَرَ - ڪَلَ، خبر، سُڌ، ١/١ (ڪ ٤٩) (م ٤٣)

ڪَرُ - سينو، ڳاٽ، قرڙ ٢/١ ٦/٤ ١١/٤ ١٣/١ (م ٤٤)

ڪَرَ - چڙ، گويا ٢/٣-٥-٦-٩ ڪان، ڪذان، ﮨ ٩/٢ ٣١/٩ (ڪ ٦٦) (ب) (ح ٢١) زبور ٢٣/١

ڪُرَ - ڪتنب، ڪڙم، ذات، حسب نسب ٣/٢ ٣١/٢ ٩/٢ ١٩/٩ (م ١٠٧- ١١٣)

ڪَرا، ڪَرو- ڪُوئرا ٢١/٢ (ب)

ڪُرَاَجارا- چڱي ڪرم وارا، ڪرم آجاريندڙ ٩/٢

ڪِرار- ڏنيءَ مڪان جو نالو ٧/١-٣ ٢٣/٤

ڪَرّار-ع ڪَراڙو، زوروارو، ڪاهه ڪندڙ (عربي) ٨/٣ (ث ا)

ڪَرارو- ڪَرڙو، زبردست، بهادر (م ٨ ا)

ڪراماً ڪاتبين يعلمون ما تفعلون- قرآن مان- يعني سڳورا ملائڪ لکڻ وارا جي اوهانجا سڀ ڪم جاڻن ٿا ٢/٥

ڪرانت - تيج، جوت (س ا)

ڪرب بلا- ع بلا، مصيبت، رنج (ث ا)

ڪربلا- جتي يزيد امامن سوُنهارن کي شهيد ڪيو ٨/٣ (ث ا)

ڪَرُت- خوشي ٢١/٢

ڪِرت - ڪم ڪار، ڪاروبار ٢٣/١

ڪرتار، ڪلتار- ڪردگار، خالق، خدا تعاليٰ ٧/٣

ڪِرتن- ڪرت ڪار، عمل (١٦٠/٢)

ڪرڙا- وڏا، ڏکيا، زور پريا ١١/٦

ڪَرت- چيرڻ جو اوزار، وڏي ڪارائي ٢/٣ (د ١٠٠/٢)

ڪِرجهه- ڪَڙڇ، ڪکر ڪهچر (د ١٢٧/٩)

ڪردگار- خدا تعاليٰ، ڪارساز (ث ا)

ڪُرڙيون - ننڍيون ڇيون مڇيون ٣٥/١

ڪِرس- ڪرسو، ٽامي جو ٿانو ٥/٣

ڪَرساهڙ- آرس پيهڻ، مرڻ، پُرڻ (م ١٤، ٤٤)

ڪرسٽ پڪو ڪٽ ڇٽيو لائو آپ ڪريج - ( ڏتڪي ) يعني پڪي پڪي آهي، داٽا ڇٽن ٽا، هاٽي اڃي تون لاٻا رو ڪر ٣٢/١

ڪِرفتي - ڳوٺن، گند، ڏوٺيد ٣٤/١

ڪِرڪ - ڪان، تير ٦/٣ ١٢/٣

ڪَرڪٽ - ڪرڪو ڪرٽ، ٻولي ڪرٽ ١٠/٧ ٢٠/٣ ٢٥/٤ ( د ١٣٩/١ )

ڪرڳل - آواز، هل، ڏمڇر ٦/٢ ١٢/١ ٢١/٨ ٢٥/٤ ( م ٢٩-٤٤ )

ڪرگهٽ - گهرگهٽ ٧/٤

ڪَرل - آواز ( س ٢ )

ڪَرلاهو - ڪَر يا خبر لهڻ وارو، سنڀاليندڙ ٢/٢ ٢٣/١

ڪُرلائڻ - آلاهڻ ( س ٢ )

ڪرم - نصيب، نوشتو، قسمت ٦/٨ ١٢/١ ٢١/٨-٢ ٢٥/٤

ڪِرمز - قرمز، ڳاڙهو رنگ ( د ١٣٣/٥ )

ڪَرموڙڻ - ڪنارو ڪرڻ، لهڻ ١٩/١ آرس ڀڃڻ، ٿڪجڻ، ملول يا غمگين ٿيڻ ٢٣/١

ڪَرمي - ڪرم يا مهرباني ڪندڙ، چڱي ڪرم يا نصيب وارو ١٩/٣

ڪرن - سمن جي مڪڙي جام جو نالو ٢٣/٣

ڪَرنائڻ - ٻاسا لاهڻ، وڪوڙي وجهڻ ٧/١

ڪُرند - ڪٽ لاهڻ يا ڪرڙڻ جو اوزار ١٥/١

ڪُرندان - غلط رند يا رستي مان، نر سڌين رند تان ٢٠/٣

ڪُرنديون - گنديون، ڳوڙها ٣١/٣

ڪُرنش - ف تعظيم، نياز، سلام ١٤/١ ١٨/٣ ٢١/١ ( ش ٢ ) ( ب )

ڪڙڪڙ- ڪڙڪو، آواز جو لفظ ( د ٨٨/٣ )

ڪِڙڪڻ- نڪرڻ، روانو ٿيڻ ٩/١١-١٣

ڪَڙڪو- آواز، هُل ١/٢ ٦/٢ ٢١/٨

ڪُڙم- ڪٽنب، قبيلو، خاندان ( ث ٢ )

ڪَڙڻ- ڳنڍڻ، قطارڻ، پيهڻ ڪٽڻ ٩/٧ ١٠/١ ١١/٧ (م ٣٨)

ڪِڙڻ- پڪڙي وڃڻ ١١/٢ محنت ڪرڻ، تعليم وٺڻ ( م ١٣٦ )

ڪَڙولا- ڪڙا، ڪڙيون ( د ٣٨/٢ )

ڪُڙهه- گهر، اندر، دل، جيءُ، سينو ٢/٥ ٣/٢ بت، جسم، بدن ٥

ڪُڙهاون ڪاهه- بيت ۾ گهاءُ يا ڦٽ ٣١/٣

ڪَڙهڻ- ويچار ڪرڻ، فڪر يا افسوس ڪرڻ ٢/٥ ٦/٧ ٩/٦

سڙڻ، جوش ڪائڻ، رڌڻ، رڙڻ ١٩/٤ ( ث ا ) ( ج )

ڪُڙهو- پهلوان، بهادر ٢٩/١

ڪَڙي- ديگ جو ڪڙو يا حلقو، ڦٽ جي ڪڙي ١/٢

ڪِڙي- محنت ڪري، تعليم وٺي ( م ١٣٦ )

ڪڙيان- ڇماهتي (ڏيڪي) ٣٢/١

ڪزاڪ- قزاق، ڌاڙائي ڌنگائي ( م ١١٩ )

ڪَسِ- ڪش، پسند، خيال ۾ ١٩/٤ ٦/٤ مونجهارو، دلگيري، غم، فڪر، ڳڻتي ٧/١ ( م ١٣٨ )

ڪُسَ- ڪوس، ڪُسڻ، ڪهڻ ١٢/٤

ڪَسر- گيس، ديرِ، ڍرائي، سستي، گهٽتائي ٣/٢

ڪُسَر- خراب سر ٣٦/١

ڪسرت- شڪستگي، ڀڃڻ، هرا ٿيڻ ٦/١

ڪَسرڪَٽُ - د ل جي ڪَسُ، جِن ڏسو، رني ١٩/٥

ڪَسِڻ، ڪشِڻ - ڇِڙڻ، وهٽ ڪاهڻ ١١/٥

ڪسو - گهٽ، ڪمتي ٥/٣

ڪسوٽي - پرک ٢٣/١

ڪُسوف - ع سج گرهڻ ( ح ١٦٧ )

ڪَش - پسند، خيال م ( م ٤٠ )

ڪَشا - جم جا پٽا، رسا ٢١/٧

ڪشال. ڪشالا ( م ١٣٦ )

ڪِشتي - ف ٻيڙي ١٨/٣ ( ب )

ڪِشتيبان - ف ٻيڙي هلائيندڙ، ملاح، ناخدا ٤/٣

ڪُشتي ڪمائڻ - ماهر و ڙهڻ ٢٠/١٣

ڪَشف - ع ڪرامت، اندر جو سوجهرو، الهام (ح ١٣٧) ( ب )

ڪَشڻ، ڪسڻ - وهٽ کي ڪمائڻ، ڇِرڻ ١١/٥

ڪعبو - ع بيت الله، حج جي جاءِ ٧/٢

ڪُفّار - ع ڪافر ٧/٣

ڪِفاره - ع عيوض، دفع ڪرڻ جو وسيلو، جتي، ڏنڊ، سزا ( ح ٤٢ ـ ١١٥ )

ڪُفران - ع بيشڪري، ڪافر ٿيڻ، ڪفر ڪرڻ ٤/١

ڪفن - ع دفن ڪرڻ جو ڪپڙو ٣٠/٣

ڪفني - فقيراڻي پوشاڪ ( م ١٣٤ ) ( ب )

ڪُفو - ع مٽ، هم جنس، همسر ( ث ٢ )

ڪَڪا - گيڙو رتا، ڀُورا ١١/٣ ٢١/٦

ڪَڪر - و ڏ، جهڪ، جير ٢١/٤

ڪَڪرا - نڌيا پهڻ ٩/٨

ڪڪورجڻ - ڳاڙهو ٿيڻ، رڱجڻ، رت سان ڪڇڻو ٿيڻ ؟ ١٩/٦-٢

ڪڪورڻ - ڳاڙهو ڪرڻ، رنگ چڙهڻ ٩/٨ ١٣/٢ (م ٢- ١٠ا-١٣٧)

ڪَڪوهہ - شراب ١

ڪَڪيون - ٻوريون ٦/٢

ڪڪر - ڪکن جي ٻترڪي، ڪکر ۽ ڏوڙ، نانگ، بلا ١٩/٤ (ب)

ڪڪر ڪڏ - ڪکر ڪڏال، جسم، سب ڪجهہ (د ٧٦/٦)

ڪُلّ - ع سب، مڙئي، وحدت، همہ خدا ٢٠/٢ ٢١/٩-١ (د ١١٦/٧) ٻاهہ ٻارڻ جو مڱل (د ١٦٢/٤)

ڪَل - ف ڪل، ڪاهار، مٿو ١٩/٢ خبر، سڌ (ث ا)

ڪِلاب - ع ڪُتا ٢٩/١

ڪلاڻ، ڪلات - ڪلال، مست، ري محبت، دوستي جا ڪوڙا ٢١/٢ ٢٣/٢

ڪَلاچ، ڪلاچي - سمنڊ جي ڪن جو نالو ٢٨/١

ڪلاڇا - لاهارو، شڪار ١٧/٠

ڪلار، ڪلال - شراب ڪيڏندڙ ١/٢ ڪنيار ٦/٨ (د ٩٦/٦ ٤٤/٢)

ڪُلال - ڪوڙو، لڳو، بي ايمان (م ٢٥)

ڪلاڙيون - جڳا، سهڻا، جرئت ٿيال، مضبوط ٣/٢

ڪلالڪي - ڪلال يا شراب واري جي ١/٢

ڪُلاهہ - ف ٽوپي ٢/٥ (د ٦٠/٤) (ب)

ڪَلب - ع ڪُتو (م ٢٢)

ڪلتار، ڪرتار - ڪردگار، خالق ٧/٢

ڪلب - سمسو، ٻرم (س ا)

ڪلپت - خيال، فرضو (س ا)

ڪلپڻي - ڪاوڙيل، خيال وارا ٢١/٢

ڪُلُ شيءٍ يرجع الي اصله - حديث- يعني سڀ شيون پنهنجي اصل ڏي موٽن ٿيون ٣١/١

ڪُلفت - ع نامهرباني، بي مهري، رنج ٩/٦

ڪلڪائڙ - لائڙ، تکو ڪرڙ (س ١)

ڪُلڪڙ، ڪلڪٽو- ڪُلاڇڙ، بدعادت، بدخُلقي ٢١/٥ ٣٣/١ (ڪ ٤٧)

ڪُلّ من عليها فانٍ- قرآن مان- يعني جيڪي زمين تي آهن سي سڀ فنا ٿيڻ وارا آهن ٢١/٥

ڪلمو - ع لا اله الا الله محمد رسول الله ٧/٣

ڪلمه گو- ف ڪلمو پڙهندڙ، ظاهري مسلمان ٣٠/٣ (ث ١)

ڪُلّ نفس ذائقة الموت - قرآن مان- يعني سڀ ساهہ وارا موت جو سواد چکندا ١٩/٣ ٤/٢

ڪلنگي- موڙ، طُرّو، سرداريءَ جو نشان ٨/٩ ١٩/٣ (ث ١)

ڪِلو- جهيڙو، جنگ، دريا جو لوڙهو ٦/٨ ٨/٢ ٢٩/١ ٣٦/٢ (ث ١)

ڪُلُوا واشربو- قرآن مان آيت- کائو پيو (د ١٢٧/٧)

ڪلور - ظلم، زبردستي (ث ٢)

ڪُلّي- ف رڳي، سموري، ساڄي ١٢/١

ڪِلي - ڪنجي (س ١)

ڪليان - مکريون ١/٣

ڪلياڻ - سوجهرو، سکر، آرام، سوڀ (م ١٠٨) (س ١)

ڪليسا- ع ديول، پڙهي (ث ١)

ڪليم- ع ڳالهائيندڙ (د ١٤٧/٤)

ڪليون- نڙيءَ جا غدود، ڪاڪڙا، ڳلڦڙ ٧/٢ ٢٥/١

ڪم- ف گهٽ، ڪم، ڪمياب ٣/٤ ٩/٨

ڪُمُ - نيلوفر يا ٻبڙ جون ٻاڙون ٣٥/١

ڪُماچ - وڄائڻ جو ساز، ڪمان يا ڪمانچو يا گز وڄائڻ جو ١٤/٣-١

ڪَماحَقهٗ - ع جئن حق آهي، جئن گهرجي ٦/٨٠٥ (ع)

ڪمال - ع ڪماليت، ڪامل، گهڻو، پورو، زور، عمدائي ١/١ ٢/٤ (د ٨٣/٨) (م ١٣٦)

ڪمالي - پوري، سچي، ساري ١٩/٢

ڪمام - ڪم، ڪاروبار ١٠/٧

ڪماڻا - ڪم، ڪمايون (م ١٠٢)

ڪُمائڻ - ڪمائجڻ (د ٨٠/٧)

ڪماهي - ع حقيقت (د ١٣٨/٦)

ڪمتر - ف مس، مشڪل، ورلي ١٠/٧

ڪُمڪ - ف مدد، مددي لشڪر (ث ١)

ڪمل - ڪنول گل (س ١)

ڪَملا - ڪتو، پيالو، ڪوُمل محبوب ٢١/٩

ڪُميت - ف گهوڙا ٢٤/٣

ڪَن - وٽ، اڳيان، ويجهو (ب)

ڪُنُ - گرداب، ڦرندڙ پاڻي ٤/٢

ڪَنا - ڪان، مان (د ٣/١ ٤١/٥ ١٣١/٤ ١٦٧/١)

ڪِنار، ڪناري - ف ڪنارو، ڪنڌي، حد ١/٣-٢ ٧/١

ڪَنبڻ - ڏڪڻ، ڌڄڻ ٢/٣ ٤/٣

ڪَنتُ - ڪانڌ، ڀتار (س ٢)

ڪَن قَت - جنجا ڪن قاتل هاجن ٢١/٣

کَنڄرو- ٻهراڙ، ڳڄ،ٻٽ جو ڪپڙو ٥ ٣- ١٠-١٣/١٢ ٣١/٢ (م ١٤٢)

کنڄڙو- ڪنڇري، ڏرپار ٣٣/١

کَنڄڪ- لغام جو پٽو ١٨/١ گهوڙي جي اڳيان هلڻ، هم رڪاب (م ٢٨-٨-٥) (ث ١)

کَنڄهہ - کنڄهڙ، ڪرڪڙ، بيزار ٿيڻ (د ٤٤/٣)

کِنڄهہ، ڪينڄهر- ڍنڍ جو نالو ٣٥/١

کنڄهڙ - ڪرڪڙ، دانهن ڪرڻ ١/٢

کُنڇر- هاٿي (س ٢)

کَنڇن- شيشو، نازڪ شي ٤/٤ سون (س ٢)

کنڇل- ڪوڙ، سون ٤/٤

کَنَ ڇير- جنڄا کن

ڇيريل هجن، جو گي، سناسي ٣١/٣ (د ١٤٢/١)

کَنڌا ڪڙون- ڪنارا، پاسا، ڪپڙ ڪنڌيون ٢٨/١

کَنَ ڏار- جنڄا کن ڏريل يا لڙيل هجن ٣١/٣

کُنڌ، کُنڌا- گُرز، نيزا ٨/٦-٤

کَنڌار- جوٽي يا ڪانگئي وارا ٣٦/١

کُنڌر- ڪونڌر، جو ڪر، جوان ماٺهو ٢٠/١

کُنڌ- ڏنگر، جهنگ يا کنڌن جي جوء ٣٠/٩

کَنڌيون- ڪنڌين سڱن واريون ميڻهون ٦/٤ ١٨/١ ٣٥/٤

کُنڌر- والا، کن جا زيور جوڳين جا ٩/٨،٤ ١١/٣ رنگريز کنڌين جي کُن

ڪَمر- ڏيٺي ۽ فقر جو هڪ
ڪتاب ۲/۵ (ڪ ۴۴)

ڪُن فيڪون- قرآن مان-
يعني ٿي تہ ٿي پيو، الست
جي ڏينهن جي ڪارگذاري،
خلقت، پيدائش ۶/۶-۵ ۱۱/۲
۱۸/۳ ۳۱/۱ ۳۴/۲

ڪَن ڪَٽ- جنهنجا ڪن
ڪٽيل يا وڍيل هجن ۲۱/۳

ڪَنڪر- پاهڻي (س ۱)

ڪَنگ- ڪُهنگ، پاڻيءَ جو
پکي، ڪانئرو ۶/۷ (د ۴۴/۵)

ڪُنگرو- ڪوٽ جي پيت
جي چوٽي ۲/۶

ڪُنگڙ- لَوا، لَون جو ٻُوڙ ۳/۲

ڪَنگول- طوق، حلقو،
ڪنگڻ ۸/۴

ڪنوتيا- ڪَن وڍيل، جوڳي
فقير ۲۱/۳

ڪُنوارل- ڪنئارو (هہ)

ڪنوارپ- نئين جوان [illegible] ۴/۲

ڪنوَر- ڪنول، گل نيلوفر ۴/۲

ڪنول- گل بنفشہ، ڪوڏي
يا پيڻ جو گل ۱/۴ (س ۲)

ڪَنير- عينڪ، چشمو ۵/۴

ڪنيزڪ- ف ٻانهي، ٻورهيت
۱۲/۳ ۳۶/۱ (ح ۹۷)

ڪَڙ- ڪَٽو، ڏرو، داڻو، اَن
۳۲/۱ ۳۵/۳ (س ۱)

ڪڻا- اَن جا داڻا ۱۴/۴

ڪُڻڇ- ڪُنڊ، پاسو ۶/۷

ڪڻڪڻ- ڪنجهڻ،
ڪرڪڻ، آهستي آواز
ڪرڻ ۲/۱ ۳۰/۳ ۲۵/۴ ڪسڪڻ
۱۹/۴

ڪُٺم- ڪُڙم، قبيلو،
ڪٽنب (د ۹۷/۵)

ڪٺن- مشڪل (ب)

ڪٺار- هار، ڪٺن يا
مڻين وارو ۳۳/۲

ڪٺڻ- ٽوڪي (ہ)

ڪٽيون - ڪٽا، ڏاڪا، مٽيا، موتي ٢٣/١

ڪُوات - غلط وات، بيراهي، گمراهه، اوجهڙ ٢٠/٣

ڪُوار - شڪايت، گلا، بدسڳڻي ٨/٩ ١٠/٣ ١١/٤ ٣١/٨

ڪُوارڙ - بدچوڙ، ٻِتڙ، اڄايو سڄايو ڳالهائڻ ٣١/١١

ڪِواڙ - دروازو (س ٢)

ڪواڪب - ع تارا ١٦/١٠

ڪوٺائو - ڪوٺڻ وارو، قاصد ٦/٥

ڪوٺڻ - سڏڻ ١/٣

ڪوٺي - دڪان، هٽ ٤/٥

ڪوثر - ع بهشت جو چشمو يا حوض (د ١٠/٦ ١٩/٢ ٢٥/٥ ٥٨/٣) (ث ٢)

ڪوپ - ظلم، قهر، زبردستي، ڏاڍائي ١/٢

ڪوپو - پهلوان، بهادر، جنگي جوان ٨/٣ (م ١٠) (ث ١)

ڪوجهو - بدشڪل، ظاهري خراب، گدلو ٢١/١٠٠٦ ٣٥/١ (د ٦٣/٢ ١٦٢/٣) (م ٥٧)

ڪوچ - ف هل ٦/٢

ڪوڏ - ڪُند، موڳو، بيعقل (د ٤٧/٢)

ڪُوڏِ - خراب مت ٣٦/١

ڪوڏ - خوشي، خواهش، عيش ٢/٨ ٦/١٠ ٣١/٣ ٣٦/٢ ڪوڏ يا خوشي ڪري، سعي سان ٤/٥ ١٠/٢ (ح ٣٤) پهلوان (ث ١) ١٣/١٢ خوشبوءِ لاءِ، واسطي ١٣/١

ڪوڏارا - ڪوڏاريون ٢٥/٤

ڪوڏان - ڪوڏ مان، خوشيءَ مان ٧/٤ (ث ١)

ڪوڏائو - ڪوڏ ڪري، خوشيءَ سان (م ١٤٢-١٤٥)

ڪوڏيا - شوقين، مشتاق، عاشق ٢/٣ (د ٣٨/٢)

ڪوڏير - ڪائڻ جون پاڙون ٣١/٢

کوَر- کور، کنارو، پاسو $\frac{4}{1}$ $\frac{27}{1}$ وڌ، ٽُڪ، پٽي، رنگ، ڪناري $\frac{19}{3}$

ڪور- ف انڌو $\frac{30}{3}$ (ث ٢)

ڪورا- انگ، پاسخاطري ڪري $\frac{35}{1}$

ڪوراچ- ڪُرچ، ڪنڊ، سرنگهه، گاججهو رستو (م ٤٥)

ڪورائڻ- توپائڻ، وڌائڻ $\frac{31}{4}$

ڪوُرنش، ڪُرنش- ف تعظيم، نياز، سلام $\frac{14}{1}$ $\frac{18}{2}$ $\frac{21}{10}$ $\frac{34}{1}$

ڪورٽ- وڍڻ، ڪپڙ $\frac{1}{1}$ $\frac{3}{5}$ (د $\frac{84}{6}$)

ڪوڙ- وڍيندڙ $\frac{2}{4}$ ڪوڙيون، ويڙون، گهٽيون، ڪروڙيون، ڏگهه، پاسو $\frac{1}{5}$ $\frac{2}{2}$ $\frac{2}{2}$ $\frac{18}{3}$ $\frac{35}{1}$

ڪوڙڪ- گوڙ ماٺيون جو $\frac{20}{3}$

ڪوڙڪون، ڪوڙڪيون- ڦڙتيون، دام $\frac{30}{3}$

ڪوُڙو- نالائق، عيبدار $\frac{9}{4}$ $\frac{33}{1}$ (ع)

ڪوڙي- اُرهه، سيخو، ڊ جاتي $\frac{9}{4}$

ڪوڙي- نالائق، بدزبان، ڪميڻي $\frac{35}{1}$

ڪوڙين- ويهون، گهڻا (د $\frac{69}{3}$) (ح ١٠٩) (م ١٠٩)

ڪوس- ڪسڻ، ڪهڻ، ڪشت و خون، پاڪر ڪٽو $\frac{9}{11}$ $\frac{16}{3}$ (د $\frac{96}{6}$)

ڪوسو- غصي وارا، جڙيل، ڪاوڙيل $\frac{18}{3}$ گرم پاڻي ۾ وهنائجڻ $\frac{33}{1}$

ڪوسي- سختي، گرمي، تپش، اُس $\frac{34}{1}$

ڪوُفي- ڪوفي شهر جا ماڻهو $\frac{8}{5}$

ڪوُڪ- سڏ، رڙ (د $\frac{30}{7}$)

ڪؤڪار - آواز، هل، پڪار، گوڙ $\frac{٣}{٤}$

ڪؤڪت - ڪؤڪرو، دانهن $\frac{٣١}{٦}$

ڪؤڪپڙ - ڏپ ڪرڻ، مشڪل ڪم ڪرڻ $\frac{١٢}{٦}$

ڪؤڪرو - ڪؤڪار، فرياد (ث ١)

ڪوڪڙ - ٻيرون، ڄار جو سڪل ڦر $\frac{٣١}{٢}$

ڪؤڪڻ - سڏڻ، رڙيون يا ڪؤڪون ڪرڻ $\frac{٩}{٣}$ (ث ٢)

ڪؤڪائڻ - ڏچڻ، هنڻ، سُسڻ (د $\frac{٣١}{٢}$)

ڪول - (سرائڪي) وٽ، پرم $\frac{٣٣}{١}$ (د $\frac{١٥٨}{١}$)

ڪوم - ڪونه $\frac{٢٣}{٢}$

ڪؤماتي، ڪُماتي، ڪُماتي - ڪؤماٽي $\frac{٩}{٨}$

ڪؤنتل - هٿ ۾ لغام وٺي گهوڙي کي هلائڻ (م ٥٣)

ڪؤنجھ، ڪؤنجڙي، ڪؤنجي - مشهور پکي $\frac{٢٥}{٤}$

ڪونجان رات ڪريڙيو تولي تولي ٻيس - (ڏ ٽڪي)

ڪونجن رات پڪاريو تي جي توائي توائي ۾ ويهه ميون $\frac{٣٢}{١}$

ڪون منياري سچڻين - ڪيتري محبت آلو سچڻن سان يعني پاڇن سان $\frac{٣٢}{١}$

ڪؤنڌ - جوان مڙس، بهادر، پهلوان $\frac{٨}{٤}$ (د $\frac{٨٩}{١}$) (م ٢٥- ٥٣) (ث ٢)

ڪونچائڻ - ڏکي ڪرڻ (م ١٣٥)

ڪؤنر - ڪُمار، شهزادو، پهلوان $\frac{٨}{٥}$ ڪنول گل، سرهو گاهه $\frac{١٩}{٣}$ $\frac{١٩}{٥}$ $\frac{٣٥}{٢}$ $\frac{٣٦}{١}$ (د $\frac{٦٤}{٥}$) (م ١٨)

ڪؤنرؤ - جهيسر جي ٻي زال $\frac{٢٣}{١}$

ڪَونَين - ع ٻئي جهان (ث ٢)

ڪوٽيون - نيلو فر يا ٻيڙ جون مکريون ٣٥/١

ڪُوٽت - اڻ ٻڌت، ڦيٿارو، ڏهاڳ ٢٣/١

ڪِوو - ڪانگ ٣٤/٢

ڪوِل - ڪويل، پکيءَ جو قسم ١٠/٧

ڪوهه، ڪُهه - ڄا، ڄالاءِ، ڇو ١/٢ ١٢/١٤ ف جبل ١٣/١٢ (د ١٣٩/١) (ح ٢٨) (م ١٣٥)

ڪوهيار، ڪوهيارو - جبل جو رهاڪو، محبوب، عاشق، پنهون ٥/٣-٢ ٩/٣ ١٢/٣ جبل جو مالڪ، ڪڙو مکان ٢٥/٣

ڪوءِ - ف گاي، گهٽي ١/٢

ڪوءِ - ڪو، ڪوئي ١١/٢-٣

ڪُويڄ - ڄٽ طبيب، نيم طبيب، اڄاڻ ٢/١

ڪُوير - اوير، بيوقت ٩/٨ ١٠/٣

ڪُويسا هيا - ٻي اعتبار ٢١/٩

ڪُويل - ٻي وقت ٣٦/١

ڪُهه، ڪوهه - ڇو، ڄالاءِ ١/٢ ٢/٢ ١٢/٣

ڪَهه - اثر ٢/٢

ڪَهه، ڪاهه - تڪليف، پنڌ ١١/٦

ڪِها - ڪيها، ڪهڙا ٢١/٢

ڪُهار - ڪهاڙو (ڪ ٢٥)

ڪهات - آڪاٽي (م ١٥)

ڪهاڄ - گند ڪاڄرو، منهن جهيل ست (م ١٧)

ڪِهڙ - شينهن ٢٤/٢ ٢٩/١

ڪَهرو - غريب، ماٺيٺو، ضعيف ٢٩/١

ڪُهڙ - منهن، ساڙ جو جهنگ ٧/٣ (د ٣٩/٣)

ڪُهڙ ڪوڙڙ - سينو ڪوڙڙ، غمگين ٿي وهڻ ٧/٣

کَهڪ - ڪهڪاءِ، ايذاءِ رنج $\frac{19}{4}$

ڪهڪائڻ - ڏکوئڻ، ستائڻ، آزارڻ (م ۷۱)

ڪهگل - گپ، گارو (ث ا)

ڪهل - قياس، رحم $\frac{11}{7-3}$

ڪهاڄڻ - ڪاوڙ جڻ (م ۴۱-۶۵)

ڪهليو - ڪهرو، چڙيل، نازڪ طبع (م ۶۲۳)

ڪهمڪ - ف ڪُمڪ، مدد، لشڪر، مدد (ث ا)

کُهنڊ - خراب هنڌ، ري هنڌ، ڪنهين هنڌ نه، لامڪان $\frac{31}{9}$

کَهڻ - هاڻ، وجڻ $\frac{6}{5}$ $\frac{5}{4}$ جوڙڻ $\frac{2}{5}$ $\frac{34}{1}$

کَهڻي - جوڙي $\frac{2}{5}$

کِهو - ڪيهو، ڪهڙو، ڪير $\frac{36}{4}$

کَهو - جبل جو وڻ (ڪ ۵۴)

ڪهون - ڪاهون، پنڌ (ڪهڻ مان) $\frac{9}{4}$ ڪهاوتون، ڳالهيون $\frac{31}{8}$

ڪهيو - پيغام، نياپو جيڪي جهڳاجي $\frac{34}{1}$

ڪيار - مٽو (ب)

ڪِيان - ڪيئن، ڪٿان $\frac{2}{5}$ $\frac{11}{4}$ $\frac{20}{1}$ $\frac{24}{1}$ (ب)

ڪيبر - خنجر، ڪٽاري (م ۴۱)

ڪِباڙو - در، پردو، ڪوٽ (س ا)

ڪِيتا - (سرائڪي) ڪيو $\frac{9}{10}$

ڪيتڪي - هڪڙي قسم جي گل جو وڻ $\frac{37}{1}$ (م ۹۲)

ڪيتي - (سرائڪي) واسطي، لاءِ $\frac{18}{..}$

ڪيت - ڪِئلي، جيمت (س ا)

کيٽا - کيٽ، پوکون ٣١/١

کيڇائي - کيڇي،

کيڇ جا رها کو ١٢/٤

کيڇل - سي، کوڙ ٤/٤

کيڇي - کيڇ جا رهاکو،

جت، پنهون (د ١٢/٢)

کيڏارو - کيدارو، سرجو

نالو جنگ، قتلعام، ماتم

٨/٦ (م ٣٢)

کير - کلا، ميڙخون ٤/٥

٦/٤ ١٢/٢

کيرا - کير، کلا ٢٤/٣

کيرت - ڳائڻ، راڳ، نياز،

زاري ١٣/١ ١٨/٢ ٢١/١٠ (ع)

کيرتي، کيرتيا - نياز

وارا، ڳائيندڙ ١٣/١

کيرو - کيري، خاک،

ڦليس ٿڻ، مٽي (د ٤٣/٥)

کيري - کلي، ميخ ٢٧/١

کيڙ - کيڙو، کڻيون،

رت هيڻدڙ، جوڙ، لاڳي ١١/١

کيڙو - کڻيون، جيت

٣٠/٤ (ح ٥٤) (س ٢)

کيڙي - کِٽلي، ماکوڙي،

کڻيون ٣٠/٤ ٨/٥

کيڙٽ - هيرٽ، هيرائڻ،

سيکارڻ، سنبرائڻ ١١/٢

(م ١٣٧)

کيڙيل - پڙهايل، سيکاريل،

سمجهايل (م ١٣٧)

کيس - رنگ، کارا،

کيس جي رنگ جهڙا

٧/١ ٢٣/١

کيسر - زعفران، پيلو رنگ

٧/٣ قيصر، شينهن، کيسر

جهڙو پيلو ٢٩/١

کيسو - کيسو ڦل جو وڻ

(م ٩٢)

کيش - ف مذهب (د ٩٧/٣)

ڪيف - شراب، نشو، مستي ٢/٤ ١٩/٣-٢ ٢٣/٢ (م ٦)

ڪيف مدّ الطلع پاڇو ڪيٽن نہ ڏ گهو ٽٽي ٿو ١٦/١

ڪيفيت ع حقيقت، خبر ١٩/٢

ڪيڪان - گهوڙو ٣/٢

ڪيلو - ڪيوڙي جهڙو (م ١٣٧ ا)

ڪيم - ڪين، نہ (د ٤٨/٦)

ڪيميا - ٽامي وغيره کي سون ڪرڻ جو علم ١٣/١٢

ڪين - ڪي ڪين، نيستي، نابودي ٣٠/٤

ڪيدارا - قنارا، گوشت ٽنگڻ جون ٽي ڪانيون (د ٩٦/٦)

ڪيدان - ڪين ڪان ٢١/٩

ڪيدجهر - ڏنڊ جو ڏاڙو ٣٥/١

ڪيدر، ڪيدرو - و جائڻ جو ساز ١٤/١ ٢١/١ ٢٧/١

ڪيدو - ف دشمني، سرڪشي، ويڙهه ٦/٢ ٢١/١٠٠٣

ڪيول - رڳو، نرالو (س ٢)

ڪيڙ - ڪتي، ڪيڏي ١٣/١٢

ڪيطاس - ڪٽس، ڪيس، هنگي، هن ڪارڻ ١٠/١

ڪيطان - هنن ڪارڻ هنن لاءِ ١٣/١١-١٢ ٦/٧ ٩/٤

ڪيهر - ڪيڪ، بڪبڪ، ريهر، دانهن ١٠/٥

ڪيهان - ڪيهون، دانهون، گوڙ ٧/٢

ڪيهر - شينهن (ث ا)

ڪيهي - ڪهڙي ٢ ١٣/٣ (د ٥/٤)

## ڪ

ڪا - ڪي (ب)

ڪاب - ڪب، ڪبڙ، لتڙ (د ١٣/٤)

کاتونبا - کتونبڙا، جهنگلي گاهہ يا ڏڀ ٣١/٨

کاڏو - کاڏي، ٻوٽ، منهن،

کاڏو کوڙڻ = منهن ٻرڪڻ ضعف کان ٣/٢

کار - خار، چڙ غصو، دشمني ٣٣/١

کارڻ - رد ڪرڻ (د ١٨/٥)

کارو - ماڇيءَ جي ٽوڪري ٣٥/١ سمنڊ ٥/٣-١

کاروڙي - مڪان جو نالو ٣١/٨

کاري - ٽوڪري خاص ماڇيءَ جي (د ١٣٥/٤)

کاري کيڙائو - سامونڊي، سمنڊ کيڙڻ يا جهاز هلائڻ وارا ٥/٣

کاري گهيڙائو - سمنڊ گهڙندڙ يا سفر ڪندڙ، سامونڊي ٥/٢

کاريون - شور واريون، ڇڙ يا ترشروئي مان ٣٠/٢

کام - ڪامڻ، ٻاچڻ، ساڙو، سوزش، حسد ٣/١ ڪامي، انتظار يا ذڪر مان ٣٤/١

کامائڻ - هٿ لائڻ، ٻاڪر وجهي ڪيرائڻ (م ٣٥)

کانارائڻ - ڪنهن، ڪنهائڻ (ح ٩٩)

کاند - ڪميا، تحمل، صبر، بردباري ٢/٨ ٩/١٣ ٢٠/٣ ٢٥/٣ (د ٦٣/٢)

کانئڻ - جلائڻ، ساڙڻ ١/٢ (د ١٨/٣) (ڪ ٧)

کاٽا - جليا، سڙيا، عشق جي باهہ رکندڙ ٢/٣ (د ٣٩/٥)

کاٽي - سڙي، نپاڳي (م ١٠٦)

کاهہ - فساد، دشمني، تڪرار (ح ١١٢)

کاهہ - کير ڏيندڙ ڳئون ٣١/٣

کاهوڙي - جبلن ۾ ڏڀ گوليندڙ، ڏوٽي ٩/١٢ (ڪ ٧٩)

ڪاهي - ٻوري، ٻورو ٣١/١١ (د ١٣٥/٣)

ڪاڏ - ڏانڊ، دلو، گهڙو ٦/٨ ڏم، ڏڪر ١٣/١

ڪاڙُ - مڪان جو نالو ٣١/٣-٨

ڪُبَ ڪُبَ - ڪڏ ڪوڏا، ڪرڙو (د ١٥/٥)

ڪُڇيون - ڪانن جون ڏاڙون (د ٦٧/٣)

ڪُڇيون ڪين ڪسن - اکيون جي محبوب ۾ نظر ڇڏائي ويٺيون آهن سي اُتان نه هٽن ۽ ٻئي پاسي نظر نه ڪن ٣٠/٤

ڪَتَ - ٿڪل، عاجز (د ٣٢/٥)

ڪَٿيرو، ڪٿيري - ڪٿي وارو، ڪٿو ۽ ڪيٿدڙ ٣١/٣-٥

ڪٿ - ڪٿيو، واڌو، نڪو، فتاح ٣/٢

ڪٿ - ڪيٿو، ڪٿراڻ، ملامو (د ٣٠/٦)

ڪَتَر - ڇا ميٽون يا ڳتون ڦر ۽ ڪٽي ۽ ڪير نه لاهي، ڪيٿو يا ڪتراڳ ڪندڙ ٧/١

ڪَنُطهار - گل جو نالو يا اڻجو وڻ ٣/٤ ٣٧/١ (د ٨١/٧)

ڪَتو - رنج، نفرت وارو (م ٨٤)

ڪَبَ - وڏ (د ١٧/٣)

ڪَبَ لاڄڻ - ڳٽتي ڪرڻ، خفي ٿيڻ، بيزار ٿيڻ ٧/٤

ڪَپُر - هڪڙي قسم جو زهري زانگ ٣٠/٣ ٣٦/١

ڪپڻ - رئڻ، زاري ڪرڻ، ڪپت ڪرڻ ٢٧/١ ڪنجهڻ، ڪرڪڻ، ڪاڪارو ڪرڻ (د ١٦/١) ڪُڇڻ (س ٢)

ڪاڃائڻ - سڏائڻ، سڏ ڏيارڻ، ٻيڙائڻ، جو رڻ، بيزار ڪرڻ ٣/١ ٦/٨ ٣١/٥

ڪاڄڻ - اڪائڻ (ع)

كِدا ـ ( جمع كدائون) پيالئون، جمڪيون $\frac{21}{100-9-402}$

كڏجڻ، كڏيا ـ نشئي يا مست ٿيڻ $\frac{2}{4}$

كُڏي ـ كوٺي، حجرو، اوطاق $\frac{2}{5}$ $\frac{21}{4}$ (ڪ ٨)

كَرُ ـ خر، خراب آدمي، كريل ماڻهو، دشمن $\frac{3}{1}$ $\frac{2}{2}$ $\frac{18}{2}$ (د $\frac{41}{2}$ $\frac{96}{4}$ $\frac{111}{1}$ $\frac{163}{8}$) غير واقف، نا محرم، شيطان $\frac{30}{3}$

كَراڙا ـ سارين جا سلا جنهنجو رونبو ٿيندو آهي (د $\frac{23}{2}$)

كران وجهه مروات ـ كرن يا خراب ماڻهن جي وات ۾ منهنجي ڳالهه نه وجهه، يعني ڳجهه نه ڏسين $\frac{30}{3}$

كرائي ـ خرابي، دشمني $\frac{30}{3}$

كُرپڻ ـ كونسڻ، ستائڻ (د $\frac{163}{8}$)

كردار ـ كردار، افعال $\frac{2}{4}$

كَرَڙ ـ اَنَّ جون ساديون فراشيون $\frac{31}{11}$

كرڙو ـ كڙيڙيا كار واري زمين (د $\frac{15}{5}$)

كُرزينون ـ خرزينون اٺ جون $\frac{12}{1}$

كِرس ـ كِرسائي، حركت، گيس، سيڙ، كوسڦائي $\frac{6}{4}$ بي بقا، جتاءِ بنا (س ١)

كِرندا هنج ـ (ڏِتڪي)

كِرندڙ هنجون يا لڙڪ $\frac{22}{1}$

كَرو ـ اَن جو ڍيرو، بار $\frac{7}{4}$

كروت ـ مسيت، مسجد (ڪ ٨)

كركرو ـ گهوڙن كي صفا كرڻ جو اوزار $\frac{24}{4}$

كركٽان ـ اندر خالي رڳو مٽان كل (م ٣٦)

كِرڻ، كِرَڻ ـ روشني كرڻ $\frac{19}{8}$ $\frac{3}{2-1}$ بدلاجڻ (س ٢)

كَري - ٻوري، سڄي، ٻڪي $\frac{١٩}{٣}$ $\frac{٣٠}{٢}$ (ح ١١٠) (ث ١) (م ١٤-٢٣-٧٣)

كريهت - حركت، فريب (م ٥٠)

كڙا كٽڻ - وڏيون وكون كٽڻ، ٻرا نگهون ڀرڻ $\frac{٢٤}{٣}$

كڙكو - گهنڊ، آواز $\frac{٦}{٣}$

كڙگ - ترار، خنجر $\frac{٨}{٣}$ (س ١)

كِڙڻ - ٽڙڻ، روشنائي كرڻ $\frac{٣}{٢٠١}$ $\frac{١١}{١}$ $\frac{١٩}{٨}$ (د $\frac{٩١}{٧}$)

كُڙڻ - چڙڻ، سڙڻ، روئڻ $\frac{٣٠}{٢}$

كَڙو، كڙا - ٻتر $\frac{٣٠}{٣}$ (ح ٧٢-٩٨-١١٦) (ب) كڙا وات ۾ وجهڻ = وات بند كرڻ يا ڳالهائڻ كان منع كرڻ $\frac{٣٠}{٣}$

كڙو - تيار، چالاك (د $\frac{١٦٣}{٨}$)

كَڙَهہ - دروازو، لنگهہ جي جاءِ $\frac{٢٧}{١}$

كڙهيل - كڙهہ يا شيءِ سان وارل ويڙهيل، آزمودگار (د $\frac{١٥١}{١}$)

كڙيا - ٻورا، خربوزن، چانون $\frac{١٢}{٣}$

كَس - خراب حال ۾ $\frac{٣٤}{١}$ كسكڻ (ب)

كَسكڻ - كسڻ (د $\frac{١٧١}{٣}$)

كَسم - خصم، مڙس (س ١)

كسمانو - مهر، رحم (س ١)

كِسڻ - كونسڻ، وڙهڻ، دشمني $\frac{٣٣}{١}$ $\frac{٣٥}{٢}$

كِكُر - گندگي، كني ٻانس (د $\frac{١٣٢}{٢}$)

كِكي - ماڇي $\frac{٣٥}{١}$

كِكيءَ كوڙ - ماڇيءَ جي كني ٻانس، گندي بوءِ $\frac{٣٥}{١}$

كَگَ - ككڙ، ماڇي (د $\frac{١٤١}{٦}$)

كگ مارو - كڙگ يا ترار مار يندڙ، پهلوان $\frac{٨}{٦}$

كِل ولِ - جهيڙو، جنگ $\frac{٨}{٣}$

كَلَڙ - كَل لاهڻ $\frac{٣٢}{١}$

کَمان - صبر، تحمل $\frac{9}{14}$

کَمَندڙ، کمندو - کمڻ وارو، صبر ڪندڙ $\frac{2}{8-3}$

کَمڻ - ترسڻ، صبر ۽ تحمل ڪرڻ، گذام بخشڻ $\frac{2}{8}$ $\frac{23}{1}$ ( ح ١٣٣ )

کُمبُ - کٽين جي ڪپڙن کاڙهڻ جي ديگ $\frac{19}{2}$ ( د $\frac{134}{7}$ )

کَنڀات - شهر ۽ ملڪ جو نالو، راڳڻي جو نالو $\frac{7}{3}$

کنڀاتڙي - راڳڻي جو نالو، پياري، محبوبه $\frac{3}{2}$

کَنڀڙ - کنڀڙاٽيون، پر (د $\frac{19}{4}$ )

کنج - اٽڪ، تڪليف ( ح ١١٠ )

کنج ڪيڻ - آسٽين جاڙهڻ، ٻانهون کنجڻ $\frac{2}{1}$

کنجڻ - مٿي چڙهڻ، ڪانيون ٻوريون ٻهارڻ ( د $\frac{40}{2}$ )

کِنڇا تاڻ - جڪ ناڻ، ڪشش ( س ١ )

کنڊ - رستو $\frac{4}{1}$ $\frac{2}{1}$ سمنڊ جي ٻاري، ڪنارو $\frac{3}{0}$ $\frac{0}{2}$

کنڊ کيڙائو - سمنڊ کيڙيندڙ يا لنگهيندڙ، کس تان هلندڙ $\frac{4}{0}$

کُنڊڻ - ڏورڻ، لهڻ $\frac{36}{1}$

کنڊو - ترار ( س ١ )

کُنڊو - ڪاوڙيل، ويرڪندڙ ( م ٢٩ )

کُنڊي - ڳجهڙو، دلي ڳالهه سانڍيندڙ، ننگ $\frac{36}{1}$

کِنڪار - کيڪر ڪرڻ، آدرڀاءُ ڪرڻ $\frac{14}{12-2}$

کنگار، کنگهار - بهادر، پهلوان، راجا، راجا جو نالو $\frac{14}{3-1}$ کچ جو راءِ $\frac{24}{3}$

کَنو - ترار ( م ٣٤-٨٩ )

کنوائڻ - جهڪائڻ کنوڻ وانگي ( م ٨٩ )

کُهبو - وڻ جنهن مان گاڙهو رنگ ٿو نڪري، ڪسنبو ( د ١٣٣/٥ )

ڪَهُڻ - سيهو، ٿوپو ٣١/٦

کُهڻ، کوُهڻ - طرف، پاسو،

ڪِوُڻ، وڄ ٣١/٩ ٣١/١١ نهرايل وقت، انجام (د ١٣٠/٣)

کِهڻ - اسطو، پل، گهڙي ٦/٥

کُهڻيتي - کُهڻ يا پوري وقت تي ايندڙ، کوٺي مڪان واري ٧/٢

کهڻي چڏڻ - گسائي چڏڻ ٢/٦

کُوار - خوار ( د ٣٢/٥ ١١١/٤ )

کِواءِ - کوائي، کِنوي، چمڪي ٣١/١١

کوُب - خوب، چڱو ( د ٣٩/٥ )

کوُهو - کڏ ٦/٩

کوٽ - کٽل، عيب، خراب اخلاق ( د ٢٩/٤ ٣٣/٥ )

کوٽي - کوڙي، ٺگيندڙ، سيٺ ڏير، ترسيل ٢/١ ٩/٤

کوجو - خواجه، خواجه سرا، ناظر ( م ١١٨ )

کوُرو - باهر يا شراب جي بهي ٢/٤

کوڙَ - انبار، ڍڳ، گهڻا م ٧/٨ ٢١/٨ ( م ٤٤ ) کپڙن کي کٽيين وانگي ڏڪ هڻي کوڙڻ ١٨/٢

کوڙ ڪرڻ - کُپڙڻ، پاڻکي جمائڻ، مضبوط رکڻ ٣٦/١

کوڙڻ - کُپائڻ، جمائڻ، بيهارڻ ١٨/٢

کوڙو - مان ۾ بيغل، حيران ( م ٢٩ )

کوس - کُسڻ، کوٽ، کُٽ، ضايع ( د ٩٦/٤ )

کوُلائڻ - ريتي لائي ملي صاف ڪرڻ ( د ١٢٧/٣ )

کومائڻ - گوماڻڻ، مُنجهائڻ، غمگين ڪرڻ ١٣/٤

کِوڻ - وڄ، ٻجلي، چمڪڻ، کوائڻ ٣/٦

کوُٺ - طرف، پاسو، ڪنڊ ٢١/٣ وڄ، ٻجلي ٩/٦ ٣١/٩-١١ ٣٢/١

کوُٺيٺي - ڪُٺائتي، پوري موسم تي اچڻ واري ٧/٣

کوُهر - کوهه، تڙ ٣١/٨ (ب)

کوُهو - پيڙيءَ جو کوُهو، سُکان ٤/٣

کوءِ، کُهه - قربان، ٻن، کڏ ١٣٦ ٩/٨ (م ١٣٦)

کَهه کِيهه - خاڪ، مٽي، لٽ، گاهه، ککه ٩/١٣-٣ ١٩/٩ ٢٠/٣ جبل يا ڊڙجو ٢١/٢ ٢٢/٢ ٢٥/٣-٢ گاهه ١٣/٩-٣ ٣١/٢-١ (م ١٢٠)

کُهڄڻ، کُهڻ - ڏکاڄڻ ٦/٦ ٩/٩ ١٠/١

کَهر - خارش، کهرائي (م ٦٠)

کهڻ - کونسڻ، دشمني ڪرڻ (د ٣١/١) (م ٣٨)

کُهيو، کُهي - ڏکل، ڏکو ٿنو، عاجز ٤/٣ ٦/٦ ١٣/١٢ (ب)

کياڻو - ڪانگ جو پيغام آڻڻ ٣٣/١

کيٺ - کيٺي، پٺي ٤/٤ (د ٣١/٢) کنٽهار گل (م ٩٢)

کيٺو - کٽراگ، معاملو، جهيڙو، حرڪت، ارڏائي ٢/١ (د ٣٠/٦)

کيپ - کاپو، کيپڻ، پُکي ٢/٣ نشو، خمار (س ١)

کياڄ - خوشي، فائدو (د ٣٩/٥)

کياڄرو، کياڄڙو، کياڄڻ، کياڄل - تڪليف، درد سري، ڏکه، ارمان ٣٠/٢ ٣١/٣

کِير - کيري، واڌائي، مبارڪ ٤/٥ ٦/٧

کيرپياڪ - کير پيندڙ، ميهار ٦/١٠

کيرو - کيرو ويرو، پنگلو، سست (د ١٦٣/٨)

کيرول - هڪڙي قسم جي ول يا ٻوُٽو ١٩/٩

کِيري - هڪڙي قسم جو
جابلو وڻ ٦/٦ ١٣/٩-١٢ ١٩/١

کِيرين کيرين کنبد - کير ۾
کنبد پيئڻي، خوشيون ٿيون،
واڌايون مليون، کيريون
مليون ٥/٢

کِيريون - واڌايون، مبارڪون
٣١/٣ ٣٤/١ کيرجهڙيون، کيرٽِي
جهڙيون ١٩/١

کيڙا - ذات يا قوم جنهن
مان هير هئي ١٤/٤

کيڙائڻ - کيڙڻ وارا، سمنڊ ۾
هلنڊڙ ٥/٣

کيڙي کيڙي کنبد - سمنڊ ۾
سفرڪري ڪري ٥/٢

کيل - اسرار، غيبي نظارو
٣٠/٢ راند، جرچو (م ٥٠)

کيارڻ - راند ڪرڻ ٢/٦

کيلو - سير، پناهه، قبضو،
حڪم ٢٤/٤

کِيندڙ - کائيندڙ (کيرڻ مان)
(د ٤٩/٤)

کِيرڻ - کائڻ، کاڌو، طعام، خوراڪ
٢/٨ ٩/٨ (د ٩١/١ ٥٩/٥ ١٠١) (ب)

کِيڻ - خوشي، خير عافيت
٢١/٧ (د ١٤٤/٢) (م ٢٥)

کِيو، کِنيو - مست، عاشق،
نشئي (١٣١-١١٠) (س ١)

کيهه - کِههُ، خاڪ، مٽي،
گاهه ٩/١٣-٤ ١٣/٩-٣ ٢٠/٣ ٢١/٢ ٢٢/٢
٢٥/٣-٢ ٣١/٣-١

## گ

گات - گندل جاءِ (گسڻ مان)
زخم ٿيل (د ٢٧/٦)

گاج - گاجگوڙ، گاجڻ
(د ٣٦/٤ ٨١/٥)

گاڏها - گڏهه جا يا جهڙا
٢١/٤

گاڏون - گڏيل ٢/٤ ؛

گاڏيليون - گوڏيون ٢١/٦

گاڏر - ف ڏوهي يا ڏوهڙ،
ڪني يا ڪنڍياطي ١٣/١٢ (ب)

گار - ڏار، ڪڏ (د ١١١/٥) (م ٦) (س ١)

گاروڙي - موالي، مست، جوڳي فقير، نانگ وانهڻ ١٩/٥-٣ ٣٦/٢

گاڳن - ڏالو وارٽي جو ڪنڌي لاهڻ وارو ٢٦/٢

گاڳهائڻ، ڳهاڳهائڻ - مست ڪرڻ، دل جهلڻ، سرسهائڻ ٦/٩-١

گام - گانءُ، ڳوٺ، ڏيهه، وک، قدم ٩/٦ ١١/١ ١٣/١١ ١٩/٣ ٢٠/٢ (م ٩-٣٠-٧٨) (ث ١-٢)

گاموئي - هموطن، ساڳئي گام يا ڳوٺ وارو، ڳوٺائي ٣١/٩

گانڊ - (هندي) ڳنڍ ١٤/١

گانڊو - نامرد (م ٧٦)

گاوڻ - ڳائڻ (س ١)

گاهڪ - خريدار (س ١)

گاهڻ - انبار، ڍوڄا (م ١٠٠)

گاهي - ف ڪڏهن، ڪنهن وقت (د ٣٠/٥)

گاهيو - گاهي، گاهه ڪندڙ (ب)

گاهو - ڳُهُر، ڳساڻڻ، نڌائڻ، دوڙ، حاجت ٢٣/١ فاسد، وڏائي، هستي، جاهه، شوق ٢٥/١ (م ٧٩)

گبر - ف ڪافر (د ١٤٧/٢ ١٦٨/٣) (ث ١)

گبرو - گاڏيارو، گاڏي ٢٢/٣

گبري - گودڙي، پراڻا ڪپڙا ٢١/٩-٧-٣-٢

گت - گهت، عادت، دستور ٣/٢ ٧/٢

گتو - شراب جو دڪان (ح ٥٦)

گڏ - ندي، نهر، ني (د ٢٨/٣) (ح ٤٢)

گپت - ڳجهه، لڪ ڇپ ١١/١

گِڦ - گڦ ، گڦ ، گاجي ، ڪف ( د ١٢٣/٢ )

گاجُر - زالن جو چولو يا ڪپڙو ٢٢/٢

گُاجَر - خوبصورت زال ١٩/٣ ( م ١١ )

گاجميل، گاجويل - مجاز، حسن ، ظاهري سونهن ، ناز انداز ١٩/٣

گاجڻ - هلڻ ٢١/٨

گدا - ف گدائي، فقيري ، پن ٢١/٢ ( س ١ ) فقير، پنڻو ( د ٣/٥ ٤٥/٨ ) لَتِ ( س٢ )

گُداز - ف ٻگهرڻ ١٤/٣

گُدَ - گُدُ ، سان ٦/٧ هڏا ، ( د ٧٦/٣ )

گُدائڻ - کُهائڻ ، گُڏي وجهڻ ١١/٣ ( م ٧٦ )

گَدُون - لوتو، ڪوڙي ڏاتو، ڏوڙ ٤/٣

گُرُ، گُرو - پير يا مرشد هندن جو ٢/٥ ٢١/٢ ٣٦/٢

گران - گوٺ، گان ( س ٢ ) ( م ١٣٧ )

گراهه - گرنهن ، لقمو، ڪاڏو ، ماني تڪر ٢١/٣

گرت - خرچ ، سمر، ناڻو ٢/٧ ١٣/٩ جياهه، ڪمر (ڪ ٣٨)

گرج - گاجڪار (س ٢ )

گَرد - ف خاڪ، مٽي، لَتَ، پَٽي ٩/٩ ( ث ١ )

گُرد - ف پهلوان ، بهادر ( ث ١ )

گِرداب - ف ڪُن، اوڙاهه ٢١/٥

گردانڻ - ڦري اچڻ، معلوم ڪرڻ، واقف ٿيڻ، سمجهڻ، پروڙڻ ٢١/٥

گرد راه - ف واٽ جي مٽي ( ب )

گرڙات - گوڙ، گاجڪار ( د ٨٩/٢ )

گِرستي - سنسار ي، خانه دار ( س٢ )

گُرگ - ف بگهڙ ( م ٣٤ )

گِرگٽ - سانڊو ٧/٤

گِرنار - شهر يا ڪوٽ جو نالو ٧/٤ ١٤/١ ( د ١٥٧/٢ )

گِرڙ - ڪتي وانگي گير ڪرڻ يا ڀونڪڻ ١٠/١

گُروُ - گر، مرشد هندن جو ٢١/٢ ٣٦/٢

گَرو - گندو، ڪنو، گُروارو ( د ١١١/٥ )

گِروان - گريبان، پهراڻ جي اندر، اندرم ٢١/٦

گَروڙ - گوڙ، گجڪار ( م ٣٤ )

گِروهه - ف جماعت، ميڙ ٣١/١١-٧

گِرهه - ف گنڍ ( د ٨٧/٤ )

گِرهٽ - ولڙ ( س ١ )

گُرهيٽا - جنڊجا گريا مرشد هيٽا آهن ٣٦/٢

گُري - گهڙ، سَخدو، ٽُڪر ١٣/١٢

گَريب - غريب ( د ١١/٧ ٨٣/٣ )

گِريو - ف روج، روئڻ ١٢/٦-٥

گَڙنگ - مڪان يا ٻٽ جو نالو ٧/٢

گُڙڻ - گاجڻ، گوڙ ڪرڻ ٧/١-٣ م ( د ٨٩/٦ ) وجڻ، ٻرڻ ٦/٣ آواز ڪرڻ ٢٥/٣

گُس - مٽي، دز، خاڪ ( د ١٢٢/٢ )

گَس - لٽ، مٽي، دز، غبار، خاڪ ١١/١ چارو، ٻيچرو ( د ٩٣/٥ ٩٥/٥ )

گَسائو - گَس مان، وات مان ٩/١٣

گِسي - اُٺ جو ليڊ وڏو، اِڏي تيڪ ٩/٨

گُفت - ف ڳالهائڻ، ٻولي، رڙ ٩/١٢ ١١/١

گُگُر، گگريون - ٿر جو هڪڙو وڻ ٣١/٣

گگن - آسمان (س ١)

گگن گنٺو - جيتن، ستا (س ٢)

گُگهه - اونداهي، گهاٽ (د ١٣٧/٥)

گگهو - وڏو ڀهراڻ ٻروچاڻين جو ١٩/٩

گگهيرل، گگهيريون - گگهي ڍڪڻ وارا ٻروچ يا ٻروچاڻيون ١٣/١٢

گِلارو - گلا وارو، عيبدار (م ١٩)

گِلافي - خلافي، ڪوڙو (م ٤٣)

گُلال - ڳاڙهو، لال رنگ ٦/٢ (م ١٣٦)

گلبدن - نازڪ، سهڻو، محبوب (د ١١٦/١)

گُلبوءِ - گل جهڙي سُرهي، پياري، معشوق، گل سنگهندڙ، سرهاڻ وڪڻندڙ، عطار، آرائي ١١/٣

گلزار - ف باغ، خوش، سرها ٣٣/١ (د ٩/٦ ٣٩/٥ ١١١/٧ ١١٤/٨)

گلشن - ف باغ، سهڻو، رنگا رنگ (د ١٦٧/١)

گلفام - ف گل جي رنگ جهڙو ڳاڙهو (د ١٣٦/٢)

گُلو - ف نڙي، گلو (ث ١)

گُلوبند - ف ڳچيءَ کي ٻڌڻ جو ڪپڙو ٢١/١٠

گُلولو - گليلو، گولو (س ١)

گمان - شڪ، امڪان ٧/٢

گمانجڻ - شڪجڻ (م ١٣٦)

گُمائڻ - گم ڪرڻ، لڪائڻ، جو رائڻ ١١/٢ ٣٥/١

گمسان - گوڙ، گڙٻڙ (ث ١)

گَمَنُ - سير، گهمڻ (س ١)

گُن - فائدو ٢١/٢

گنج شهيدان- ف شهيدن جو مقام يا ڪڏ (ث ٢)

گنجو- جبل جو نالو ١٠/٣ ٢٠/٢ ٣١/١١

گند- گندگي، ڪچرو، پيٽ جون پاڙون ٣٥/١

گندا، گندي- رلي، ڪٿي، ڪدا، گودڙي، جمع ٢١/٩ (س ١)

گندي- ڪپڙو ٢١/٩ (ح ٦٧) (ب)

گندرو، گندري- مهاڻن جي هڪڙي ذات ٣٥/٢

گنڊ- بانس، بوءِ (س ٢)

گنگا- هندن جي پاڪ ندي ٢١/٨-٢

گُنگائي- گُنگا فقير ٢١/٣

گُنگو- گگدام، اٽ، مات وارو ٩/٨ ١١/١

گنگوءِ جي- پٽ يا مڪان جو نالو، وڻ جو قسم ٧/٣

گنگهور- گهٽگور، گهٽڪڻ، آواز (د ٨٣/٣)

گنوائڻ- گم ڪرڻ، وڃائڻ، لڪائڻ ٧/١ ٩/٣

گنير- هاٿي، ڪڪر ٧/٣ ڪڏ هرو ماٺهو، شيطان ١١/٣

گُٽ گُٽي- گٽن سان پريل، گٽائتي ٣٢/١

گوار- ڳنوار (س ٢)

گوت- گُسائڻ، نٿائڻ (د ٣٣/١)

گوٺ- رهه ٣٦/٣

گوچ- ماڇيءَ جو قسم نانگ جهڙو (د ٥٣/٥)

گوجرو- گاجر زالن جي رهڻ جو ١٩/٦

گوڏ- جيلهه ٻڌڻ جو ڪپڙو، لانگوٽو، ڳنڍڙ، ڪيسو ٢/٧

گودڙ- وڏي گودڙي ٢١/٩

گودڙيا- گودڙيءَ وارا، صوفي فقير ٢١/٣ ٣١/١١

گور- ف قبر ٣١/٥

گورڪڻات - جو ڳهڻ جو وڏو
مرشد ٣١/٧

گورو، گورل - نڌو و اُٺ
(م ٧٩)

گوري - گولي، حَبُّ، گايلو
٢/٢ گور يا غور ولايت جا
پٺاڻ، گور يا قبر وارا، يعني
منڪر ۽ نڪير ٣٦/٢

گوري ڪرجن سڀ پڪارس
وهي نيٽان - جانِ هٿن ۾
پيچي آئي آهي اکين مان
پاٽي وهي ٿو ٣٢/١ (ڍ تڪي)

گوساڪڙ - گُسائينڊڙ (م ٤٣)

گوسائين - هندو فقير (م ١٣٧)

گوش رکڻ - ڪن ڪرڻ،
ڌيان ڏيڻ (د ١٥٣/٧)

گوشو - ف ڪنڊ ١٠/١

گوشوار - ف پهڙل ڪنن جا
زيور (ش ٢)

گوشي تُرڀڙن ڪمان جي
ڪيهون نہ توتي اکر -
ڪمان جا ٻڌي ٻاسا جهاي
ڇڪي جيڪڏهن تير
هڻبو تہ آهو ڪڏهن نہ
گسندو ٣٢/١ (ڍ تڪي)

گولاڙو - هڪڙي ول ۽ اُن
جو ڦر ٣١/٢

گوليون - گولا، گول ڦر
داڻا، ڳوڙهيون ٣١/٢

گون - گُم ١١/١ ٣٦/٢

گؤنا گون - ف طرحين
طرحين، قسمين قسمين ١١/٦

گوندا - جهوليون، ڳنڍيون،
ڳوٿريون ٣١/٦

گؤندر - ڏک، غم، فڪر ٢/٥ ٢
(د ٧٦/٢) (ح ١٠٩) (ب)

گؤنرو - نڌو و اُٺ، ڪنوات
١٠/٦ ١١/١ ٣١/١١

گوهيون - ڦيرا، ورو ڪڙ،
گوٿڻات، گُسائڻ ١٣/١ ٢٦/١

گؤء - گفتگوء، گفتار، ڳالهائڻ
٣١/٣

گهر - گس، رستو ١١/١

گهر گهير - گهٽو اوڙهو (س ٢)

گهرِ - گس يا رستي تي ١١/١

گهر گوت - گوٺان ڪرڻ، نڪائڻ (د ٣٣/١)

گهو - گهر، گسائڻ (ب)

گهئي - (هندي) ويئي، گذري ٢١/٢

گيا - (هندي) ويا ٢٥/١

گيان - سمجهه، بوجهه (س ١)

گيان - علم، معرفت (هندي)

گيتاو - ڪوڙو، پتاڪي (م ٣٤)

گيدي - نامرد، ڪافر (ث ١)

گيرب - هٺ، وڏائي، فخر ١١/٢ ٢٣/١ ٣٥/١

گيرو - مست، بيهوش، ڀنگي خور (د ١٦٣/١١)

گيڙو - عام ڳاڙهي مٽي (د ١٣٣/٥)

گيسو - زلف، وار (ث ١-٢)

گينوار - گينور، مست، غافل، بيخبر، غفلت، بيخبري ٣/٤ ١٥/٢ (م ٤٤)

گيو - (هندي، سرائڪي) ڳيو، ويو ٩/١٢ ٢١/١

گيور - هيبت ٢٦/١

## ڳ

ڳاٽُ - ڳاٽو، گردن، ڳچي ١/٣ ٥/١ ١٣/٧

ڳاچ - ڳيچ، راڳ، ڳائڻ ٩/٤

ڳاڇ - ڳاڻيٽو، شمار (ب)

ڳاراجو - ڳالهه ٻولهه، حال احوال، محفل ٣٤/١

ڳارو - ڳيرڻ، زاري، روج، راڙو ٦

ڳاڙ - ڳڙي، وسي ٢١/٧

ڳاڙهه - لالائي ٢١/٧

ڳانگا - جبل جا وڻ ۽ ميوا، ڳانگيون ١٣/١٥

ڳان - ڳن (م ١٠٩)

ڳانڍ - محبت ، مهرباني ( د ٧٠/٥ )

ڳانڍ ڙ - ڳنڍيل، شامل، سنگتي ( د ٨٧/١ )

ڳانڍيا - ڳانا، ڳانيون (د ٧٠/٥)

ڳانو - ڳچيءَ جي پڌڻ جو زيور ٣١/٣

ڳاڻو - ڳڻڻ وارو، لائق، قابل، ڏاهو يا ڳڻي ڳالهه ڪرڻ وارو ( م ١٤٢ )

ڳاهه - ڪاڏو، ڪاچ ٥/٥ ١٠/٧ ڳاهيل، ڳهيل، بيمار، ضعيف، قيد يا ڦٽي ٣١/٥ ڳجها رت، اشارو، پروليي ١١/٣ ٢١/١ ٣١/١ ( م ١٤١ )

ڳاهڻ - ان وانگي ڳاهڻ يا صاف ڪرڻ، عذاب ۾ وجهڻ، ڏکيو ڪرڻ ١٠/٥

ڳاهون - راڳ، شعر، ٻڌيون ٻوليون، ٻروليون ٣/٣

ڳائو - ڳئون جو گوشت يا ڪير ٥/٦

ڳائو نه وائو، ڳائي نه وائي - ڳالهائڻ نه ٻولهائڻ، خبر نه چار ١٢/٣

ڳُپ - مغز، ڳميرڻ، بيت ۾ پار (د ٢٠/٣ ٨٠/٣ )

ڳپرو - پار، ڇوڪر، نينگر، نوجوان ٢/٦ ٣٣/١ ( د ٨٤/١ ) ( ح ٦١ ) ( ب )

ڳپڻ - ڳپ ڪرڻ، ڦر ڪرڻ ٥/١

ڳپو - ٽڪر، پرزو ( د ٨/٣ )

ڳپور - پار ( ب )

ڳپورائي - ٻاراڻي وهي (ب)

ڳت - ڳالهه، ڳالهه ٻولهه، ٻچا ڳاڇا، خبر چار ٣٠/٣ د ٢٣/٧)

ڳتي، ڳتيون - هٿ ڪڙيون، قيد ين جا رسا، ڏاهيون ٣١/٥ ( ح ٤٢ )

ڳُجهه - جرخي جي وچان لنگهندڙ ڪاڻي يا شيخ ٢٦/٣

گُهجهاندر - گُهجهہ راز، گهجهو، مخفي ٦/١ ١٨/١ ٢٣/٣ ٣١/١ (د ٥/٣)

گُهَج - ماس، گوشت جو تکر، گهٽو، سهجو، پريل ٢/٩ ٣/١ ٥/٣ ٣١/٣ گهنج، گُهجائڻ (د ٣٨/٦)

گهَجِرو - دَرُ ٢٣/١

گهجڙي - ڪچهري، دربار ٢٣/١

گهجڻي پوڻ - وڙهڻ (د ٨٥/٥)

گهِڊ - محبت، لياقت، مروت (د ٦٩/٢)

گُهِر گهره - اندر، گهجهہ گوهہ، اڪ جيب ۾ ٢٢/١

گهِراڻي - پاڪر، گهي ملڻ (ث ١)

گهِراهو - گهراڻي، پاڪر (ب)

گهِرلائڻ - گهي لائڻ، پاڪر وجهڻ ٨/٣

گهرلڳڻ - گهي لڳڻ، سيني سان لڳڻ، پاڪر پائڻ ٥/١

گهرڻ - گهجي، اوجهري، آنڊو (د ١٣٩/٣)

گهرهڻ - حال بيان ڪرڻ، سکڙ، اورڻ ٥/٢ ٢٢/١ (م ٣٢٢) (ب)

گهري - همٿ، هنج ۾، همٿ ۾، جهوائي ۾، وٿ، وڃهو ١/٢ ٢/٧ ٦/٧ ١٢/١ ١٣/٣ ١٤/٢ ٣٣/١ گب ۾ ٢/٣

گهري لائڻ - پاڪر وجهڻ (ث ٢)

گهريا - پيرجا مُرا (ح ٢٦-٨٣)

گهڙڪيون - ڊريون، سوراخ، ٽُنگ ١/١

گهُڙ گهڙهہ - ڪوٽ، قلعو ١٤/١ (س ١) (ع)

گهڙهڻ - گهڻهڻ، خريد ڪرڻ (د ٨٥/٣)

گهلہ - گهلو، جهنڊ ڙ، وجهڙند ڙ (د ١٣٩/٣)

گهلي = گهجي ۾ ٣/٢

ڳڳي - گهٽي، ڪوڇو ٢٢/١ (م ١٣)

ڳمڙ - ٻا رهيت هلڻ، آهستو هلڻ، ڪنجهندو هلڻ ١٠/٣ (١٥٣/٧)

ڳنا - ڪنا، ڪان (د ١٦٧/١)

ڳُنڌڻ - ڳُتڻ، پوئڻ،هار ٺاهڻ، سُنگهڻ (د ١٢٣/٦ ١٦٩/٦)

ڳُنڌڻ - واس وٺڻ، بوءِ وٺڻ، ،ڳنڌ وٺڻ، سنگهڻ، ڳولڻ ٢١/١ خوشبوءِ، سرهاڻ (د ٩٦/٧)

ڳُنڌيو - سڳنڌ يا خوشبوءِ وارو (د ١٦٥/٥)

ڳنڍ - ڳنڍجڻ، جماعت، پيوند (د ٣٦/٣)

ڳنڍ ڪرڻ - ڳنڍ ٻڌڻ، وٺڻ، هٿ ڪرڻ ٢/٨

ڳنڍڻ - ڳالهه ڳنڍڻ، ياد ڪرڻ، اورڻ ٢١/٩

ڳنڍير - هڪڙي قسم جو ڳنڍين وارو گاهه ٢١/١

ڳڱ، ڳنگ - برف، مست، خوش، سرهو (د ١٤٣/١)

ڳڱا ٿاڄڻ - بيهوش ٿيڻ، نستو ٿيڻ، ڏاري ڇڏڻ ٢/٣

ڳنهڻ - وٺڻ ١/٣ ٢/٨

ڳُڻ - لياقت، احسان، ڀلائي ٢/٨

ڳڻان - ڳڻ ڪري ٢/٨

ڳڻائي - ڳڻي ڏني، ڏني، ڏيکاري ٣١/٣

ڳوات - ڳائڻ (د ٩٠/٥)

ڳوپ - ڳُپ، ڳپيرڻ، ٻيٺ ٻ پار، انسان (د ٢٠/٣ ٨٠/٣)

ڳوت - ڳتڄڻ، ڳنڍجڻ (د ٢٣/٦)

ڳوتي - ڳوتائي، ساڳئي ڳوٺ جا ١٩/٦

ڳوپ- (ڳتڻ مان) ڳنڍ جڙ، ملي وڃڻ (د ٢٣/٦)

ڳوهي - ڳٽي، ڳنڍي، مضبوط ڪري ٣١/١

گوڏ - وڏو ڏاڏو، گڙو مڙس، جنگي جوان ( د ٧٤/٥ )

گوراهون - گوهه، گوهيرو ٣٦/٣

گورڙ - گولڙ ٤/٦ ٣٦/١

گورو - گولو، گولا ڪندڙ ٤/٤

گوري - گولي، طالبو، عاشق يا مشتاق زال ٤/٤ ١٣/١ ٣٧/١

گري يا بارواري، گور، قبر، مصيبت ٢/٦

گوڙهو - موڳو، موڙهل، مت جو موڙهو گهڻو جو گوڙهو، بي انت ٤/١

گول، گول قول - گولا، تلاش طلب ( د ٨٣/٢ ١٤٨/٢ )

گونهيون - گهنون، گانيون ( ب )

گهه گهه - اجايو،، بيهوديون، بڪبڪ ٢/٥

گهاجهه - محبت، پيار، گرڻ ( د ٦٩/٢ ٨٠/٥ ١٦٣/٦ )

گهر - ننڊ نشو، غفلت ٢/٤ ( د ١٥٣/٧ ) سستي، آرس، موڳائي ٣١/٥

گهرڻ - سست ٿيڻ، موڳو ٿيڻ ١٣/١٣

گهڙ - سڪرماٺو، وڏو ماٺو ٢٤/١

گهلو - گهيلو، بورڙو، بيعقل ٢٠/١

گهڻ - احسانمند ٿيڻ، تابعدار هئڻ، احسانمند ڪرڻ، مطيع ڪرڻ ٢/٣ ٥/١ بورهيو ڪرڻ، هاڃڻ، سعيو ڪرڻ ٢٤/١

گهجهو، دل سان، اشارو ڪندڙ ٢٤/٢

گهٽو - زيور، گهه ٢٣/١

گهير - ٻريل، ٻرپور ٣١/١١

گيا، گئي، گيو - (سرائڪي) ويا، ويئي، ويو ٢/٢ ٦/١٠

گيانجهه - گِانجهه، ڍونڊڪائيندڙ ٻڪي ٢٩/١

گِيمٽُڙم - گِڌم، ورتم، خريد ڪيم ٩/٤ ١٣/٩

گِيمٽُڙڻ، گِيمٽُڙهڻ - گِنهڻ، وٺڻ ١/٢ ٩/٤ ١٣/٩ ٣٠/٢

گِينڀجهڙي - ڪاڀڄهري، معرڪو ٢/٤

گِيهون - ڪڻڪ ( ب )

## گھ

گهاتُو، گهاتُوئڙا - مهاڻا، ماڇي ماريندڙ، ماهيگير ٣٥/٤ ٢٨/١ ( د ٥٦/١ ) (ڪ٣٢) ( ب )

گهاتُ - گهيٽ، گهڙڻ يا وهڻ جي جاءِ ٦/٣ ٢١/١

گهاتُ گهڙڻ - سونارن وانگي صورت بنائڻ، تجويز ڪرڻ، رٿ رٿڻ ٢١/١٠

گهاتو - گهرو، گهٽو ٤/٦

گهارڻ - گذارڻ ٣/٢ ٦/٦

گهاري - قوت، زخم، فراق، جدائي ( م ٨٤ )

گهاگهائڻ - همت ڪرڻ، دل جهلڻ، سر سهائڻ ٦/١٠ ٩

گهائجڻ - جيئڻ، ايذايو رسائڻ ( د ٥٢/٥ )

گهانيدار - گهڻب، گهڻب پئدل ڊور ٢١/١

گهاءُ - زخم، قوت ٢/١ ( د ١٦/٧ )

گهايل - زخميل، قتيل ١/٢

گهُبَ - ايٿي، ڦوڦيڻ، تير جو زخم ( د ١٥/٦ )

گهِٽ - گهٽ، وجهه ٣٦/١

گهَٽ - بهانو، عذر، حرڪت، گهوهي ١٣/١ ٣٦/١ ڦيرو، دفعو ٣/٤

گهٽم گهوڪي - (سرائڪي)

گهوري أچلائي چڙيم ١٤/٤

گهَٽڻ - (سرائڪي) وجهڻ ( م ٨٤ )

گهُٽ - گهٽي، گهر، گس، در، رستو، نڪرڻ جي جاءِ ١/١ ٢/٧ ( د ٩٥/٥ ) (م ١٠٢)

ڪليجو، جگر، نڙي، نرگهٽ، دل، اندر، هنيو ٢/١ ١٠/٢ ١٥/١ ٣١/١١ ( س ١ )

گهڙو، مٽ، ٽانءُ (س ١)

گهِٽ - ڪوتاهي، ڪمي، عيب، ڪمبختي ٥/٣

گُهٽ - هوا جي بندش، گرمي (د ٨٠/٦)

گُهٽڪڻ، گهٽڻ - گهٽبجڻ ٢/٤

گَهبُ - گهاءُ، زخم (د ١٦/٧)

گهبجا - معرڪو شاديءَ جو، مجلس، خوشي ١٣/١٢

گُهچ گهوچ - زور سان پرڻ، دُوسي وجهڻ (د ٩٣/٥)

گِهڊڻ - لُڏڻ، جهولڻ، آتڙڻ، گهرجڻ، گهوما تجڻ ١٤/١ (د ٣٨/٥)

گهر - گهر جا ڀاتي، زالون (م ٦٦)

گُهر، گُهريو - خدا جي خواهش، رب جي رضا ٣/٢

گهڙو - دلو ٣/٤ ٦/١ (ب)

گهڙي - دلي، ڪُنُ، انجام، نهرايل وقت ٦/١

گهِل - جماعت، ٽولي (چورن جي) ٢٤/١

گهمسان - گوڙ، گڙٻڙ (ث ا)

گَهن - ڪڪر (س ا)

گُهنبجڻ - گهنبجائڻ، گهنب وجهڻ (د ٣٢/٣)

گُهنگهٽ، گهونگهٽ - پُڪل، نقاب، حجاب، پردو، برقعو ١٤/٢ (د ١٩/٥) (س ا)

گَهنگهر (گهارڻ) - پريشاني، مونجهارو، غم، ارمان، ڏکي ٢٥/٤ ٣١/١-٥-١١

گِهنگهرو - ٻارن جي پيرن جا زيور (د ٨٢/٣)

گهنگهريا - ڏکيا، ڏکن جا ورايل ٢٨/١

گُهٽ - گُهٽو، جيت (س ا-٢)

گَهٽ چاٽ - گهٽو جا ڳنڍڙ، عاقل، ڏاهو ٢٨/١

گهٽگهور، گنگهور - گهِٽڪڻ، آواز جو لفظ (د ٨٢/٣)

گھٽيريا - گھٽا ٢٥/٣

گھوٽ - گھوٽو، شراب ١/٢ خوش، مراد ياب، نئون پرڻيل، بهادر، پهلوان، غازي (د ٢٩/٧ ٥٠/٥)

گھوٽيا - گھوٽ، مرد، سوار، پهلوان ١٩/٦

گھور - سامهون مُنهن، گھٽ، نظر، خيال، ياد گيري، ڪام، چڙ، ڪاوڙ، ٻور، ڀئو، خوف، ناز نخرو ٦/٩٠٣ ١٠/١ ١٣/٣ ١٣/٢ ٢١/٣ ٢٨/١ (د ٧/١ ٦٨/٥)

گھور - طلب، گولا (د ٢٧/١) ڪُن، پاڻيءَ ۾ مڇي مارڻ (د ٥٦/١ ٥٩/١)

گھورڻ - گولڻ، نهارڻ ٤/٦ ٩/٣ صدقي ڪرڻ يا ٿيڻ، ٦/١ ٢٨/١ (د ١٢٣/٢) مڇي مارڻ ٢٨/١

گھوري - وياچاري، عاشق، ضعيف زال (ڪ ٧٣-١٠٠)

گھوڙا - افسوس، هاءِ هاءِ ١١/٦

گھوُما ٽاجڙ - منجهڻ، موڳو ٿيڻ، پريشان ٿيڻ ٩/٨

گھيرا - قيرا، قيربون (د ٧/١٠)

گھيڙ - تڙ، درياه ۾ گھڙڻ جي جاءِ، پاڻي پيڻ جي جاءِ ٦/٣ (د ٩٥/٥) (م ١٦ ا) ميڙو، وجهه، حملو، ڪاهه ٢٥/٣

گھيڙڻ گھٽ - نڙيءَ ۾ وجهڻ، ڪليجي ۾ وجهڻ ٢٥/١

گھيڻگھه - جيت، تندڙي، وڻن کي زبان ڪڍڻ، جيت (د ١٣٨/٥)

## ل

لا - ع نه، نفي، نيستي، نابودي، لا الٰه ١٠/٢ ٣٠/٣ (د ١١/١ ٣٣/٢ ١١٧/٦ ڪ ٨٤)

لاأُبالي - ع بي پرواهي (س ٢) (ث ا)

لا احبُ الافلين - قرآن مان - يعني آءٌ هيٺ لهندڙن کي دوست نٿو رکان ١٦/١٠

لا اله الاّ اللهُ محمّد رسول الله - مسلمانن جو ڪلمو - يعني سواءِ الله جي ٻيو ڪو به معبود ڪونهي ۽ محمد الله جو پيغمبر آهي ١٤/١

لا بدع لاچار (ث ا)

لابُ - واڍارو، لاب يا لُبڻ ڪان پوءِ نڪتل (د ٢١/٤) فائدو (س ا)

لات - وائي، ٻولي ١/١ ٣٥/١ ٣٦/١ (د ٩١/١)

لات لنوڻ - ٻولي ڪرڻ (د ١٠٧/٦)

لا تحرّڪ ذرّةً اِلّا باذن الله - قرآن مان - يعني هڪڙو ذرو به خدا جي حڪم ڪانسواءِ نٿو جُري ٢١/١

لا تذرع نه ڇڏ (د ١١٧/٥)

لا تقنطوا مِن رحمة الله - قرآن مان - يعني خدا جي رحمت ڪان نا اميد نه ٿيو ١٢/٣ ٦/١

لاٿ - ڇڪ، روشنائي (س ا)

لاٿ - شعاع ١٢/٥ ١٣/٧

لاڙڻ - پروسو رکڻ، ياڙڻ، تعلق رهڻ (د ٢٧/١)

لاڄ - (هندي) لڄ، ننگ، شرم ٦/٣

لاڄوُ، لاڄوُبند - رسا ٤/١ ٥/٣

لا حد - لامڪان، حد ڪان ٻاهر جاءِ ٣٠/١

لاحول ڪرڻ يا جوڙڻ - نفس يا شيطان کي مارڻ لاءِ لاحول ولاقوة الّا بالله پڙهڻ (م ٨٩) (ب)

لا خوف عليهم ولاهم يحزنون - قرآن مان - يعني هنن کي خوف ڪونهي نڪو هنن کي (يعني اوليائن کي) ذڪر رسندو ١/١

لادوا - لاعلاج، ري علاج (د ١٠٣/٤)

لاڏ - نفعو، حاصليت، فائدو، لاب ١٠/١ (د ٤٢/٢)

لاڏ - ناز نخرو، پيار، انگل، ماڻو ٩/٤ (د ٩٨/٣)

لاڏوڻو - لاڏائو، روانگي ١١/١ اڏ، بار ١٣/٧

لار - پال جو ڦر، وڇون پاڏا وغيره، گهنڊ يا چڙي جي زبان يا وچ اڙڪندڙ شي ٦/٧ ٧/٤-١ ١٠/٧ ڏار، شاخ زبان يا شعلو يا جيڀ (د ١١٢/٣ ١٥٧/٥)

لارڦار - ڏار، تار، شاخون، ڦرڦلو (د ١٠٣/٥)

لارُو - ننڍڙا گهنڊ ٦/٤

لارُون - سرُون، قطارون، ڏارون ٣١/١١

لاري - لغار (س ٢)

لاڙ - سنڌ جي ڏکڻ وارو پاڱو، سري جو ضد (د ٨٢/٧)

لاڙائو - اڙندڙ، لهندڙ ١٣/١

لاڙي - ريشمي ڪپڙو، پٽ جو پيشگير، اگڙي ١٩/٨

لازم ملزوم - ع هڪ ٻئي سان واسطو رکندڙ، ٻئي ضروري (ب)

لاس - شوروو، گوشت جو پاڻي، رهو (د ٣٨/٤ ٩٤/٥)

لاشڪ - ع بيشڪ، ضرور ٢١/٤ ٣١/٧

لاغ - وڏو، قداور، گهرو (د ١١٥/٣).

لاف - ف پٽاڪ (ث ١)

لاڪُوفي - ڪوفي ناهي، يعني ڪُوفي جي ماڻهن جهڙو ويررکندڙ يا دغاباز ناهي ٤/٥

لاکر - ڳاڙهو رنگ ٣١/٣ (د ١٣٣/٥)

لاکو - هڪڙي ذات، مشهور ماڻهو، جو نالو ٢٥/٣

لاکي جي لوڏ - لکن جي لوڏ يا ناز يا هاڻ جو رستو (د ٤٥/١)

لاکيدار - لکپتي ٤/٥

لاکيڙا، لاکيڻا - لکن جهڙا ماڻهو، چڱا خوبصورت ماڻهو ٣/٢ ٣٦/١

لاکيٽي - جڳهي ٣٦/٢

لاکيون - لاکرجي رڱ واريون، لال (د ٨١/٦)

لاڳ - آشنائي، دوستي ٢/٤ لائڻ يا مکڻ جي شيءِ، عشق، مائٽي، محبت، لاڳاپو ١٢/٣ ١٩/٣ بخشش، دان ٢٣/١ ٢٤/٣ (د ١٤٠/٢)

لاڳي - لڳي (هندي) ٢١/٧

لاڳيدار - لاڳاپي وارو، دوست، مُحب، جنهن جي لاڳ لڳي ٤/٥

لال، لعل - دوست، گهوٽ ٩/٢ (د ١٣٦/١)

لالا - گل جو نالو (د ٦٠/٢)

لال ٿيڻ - رڱجڻ، سرخرو ٿيڻ، گهوٽ ٿيڻ ٢/٥

لالنگهر، لالنگهرو - آسرو، ڀروسو، گهٽتي (م ١١٥ - ١٢٥)

لالائڻ - ليلائڻ، آزيون ۽ زاريون ڪرڻ ٩/٧

لالائي - سرخروئي، ڀرم، حياءُ ٣١/٥

لالن - پيارو، ساجن، محبوب ٣/١ ٤/١

لالي - ڳاڙهو رنگ جنهن کي لائڻ جو ٧/٣ (د ١٥٥/٥) (ث ا)

لام - دامن، ڪنارو ٦/٤ شاخ، جُوتي، ڏاري ١١/٧ ١٢/١٠ ١٨/١ ٢٥/١ ٣٤/١

لامثل - ع بيمثل (د ٣٤/٧)

لامقصود في الدارين الا هو - قرآن مان - ع يعني ٻنهي جهانن ۾ پيرو ڪو به مدعا يا مطلب ڪونهي سواءِ خدا جي ٢/٤

لامڪان - ع جتي ڪو به مڪان نه هجي، وحدت جي منزل، لاهوت ٢٠/١ ٢١/١٠

لامي - لمڊڙ، نمڊڙ ٣/١

لانجهو - ضعيف، ٽڪل، هيڻو، بي همت ٢٩/١ (د ٥٠/٢)

لانچڻ - لوچڻ، ڳوڙڻ، لنگهڻ، لتاڙڻ، سنبرڻ، ڪپڙا ڪنائجڻ، هلڻ ٩/٢ (د ٥٢/٤)

لانڊ - لانڊارو، بدمعاش، بدچال (د ٦٧/٥)

لانگ - تنگ، پرانگهه ١٠/٧ ٣٠/٤ (د ١٣٥/٢) (م ٣٨)

لانگ ورائڻ - اُٺ تي چڙهڻ ١٨/١

لانگوٽيو - لانگوٽيءَ وارو، لُنگ پڌل، فقير ١٩/٣

لانگهو - لنگهڻ جو رستو، گهيڙ (د ٣١/٤ ١٣٩/١)

لانڍڻ هٿندڙي - زيردست ڪندڙ، هيٺ ڪندڙ، جيتيندڙ ٢١/١

لاڻ - عيب، قُبح، گلا (د ١١٧/٧ ١٦٠/٣)

لاٽو - اُٺ جي چرڻ جو گاهه يا چارو ٣/٢ ٦/٣

لاهُ - سَٽَ، چال، ميل، لاڙو ١٩/٥ ١٩/٩ ٢١/٨ وڃڻ ؛

ڏڙن جون ڀاڙون (د ٩٣/٤)

لاهي، ضد چاڙهيءَ جو (د ١٢٨/٣)

لاهوت - سلوڪ جي چوٿين منزل مطابق معرفت جي، ذات الٰهي ٢١/١ (د ٣٠/٥)

لاهوتيڪو - لاهوت جو ٢١/٨

لاهوتي، لاهوتيو - فقير، ساڌو، صوفي، سالڪ، عاشق، لاهوت جي منزل وارو ٢/٦ ٥/٢ ٦/٢ ١٩/٢ ٢٢/٩ ٣٤/٢ (د ١٣٦/١)

لائو آپ ڪريج - (ڏٺڪي)

لاڀارو اڇي تون ڀاڻ ڪاڄ ٣٢/١

لائون - هيٺون، ڏيرو، غريب ٤/٤

لائون لهڻ - پرڻجڻ، شاديءَ مهل ملهو ميڙڻ ٥/٣ (ث ١)

لائي - لاءِ، واسطي، ڪاڻ ٢٤/٣

لائين - عيب، ڏوهه، قصور، محتاج ٣٠/٣

نقاب - ع ڍُڪڻ، منھن ڍڪڻ، پردو (ح ٦٩) (ث ٢)

نقد - ع زمان حال، اڄ، روڪ ١٠/٢

نقش نقرو - ع ناڻو، دُمڙي، دولت، سونائي، وڄائڻ جو ساز ٢٣/١

نُقطو - ع ٽُٻڪو (د ٦٢/٣)

نَقِيب - (جمع نُقَبا) ع ساراهيل خدا جا بندا (ح ١٥)

نِڪ - ميرو، مٽيءِ ھٺو، پاڻيءَ جي ڪڏ ٤/٦

نِڪاري - نڪمي، ڪنھن ڪم ڪار جي نہ ١٣/١٢

نَڪ نِرجائي - بيشرمي، اثر ٽيڻ کان پري ١٩/٨ ٢١/٤

نِڪٽي - بلڪل، ضرور، مور، سمورو ٤/٤ ٩/١٣ ١١/٢ (ب) سُڃي، سڪٽي، بي سمر، جنھنکي ڪٽو بہ نہ ھاڃي ١١/٧ ١٩/٦ ٢٠/١

نِڪون - خرابيون، جُڏيون، ڪڏون، نھرون ١٩/٣ لقون ٣٣/٢

نِڪوناجم - ڪُن، گرداب ١٠/٧

نِڪوئي - نہ ڏرو، جلد، تکو ٦/٢

نَکَت - جڏي جون منزلون، بُرج، تارا، تيڙو ٣/٦ ١٩/١ ٢٥/٣

نِڪُتا - نياڳا، مفلس، مسڪين، نہ ڪتڻ جھڙا ٣١/١

نِکر - عام، خسيس، سکر جو ضد (د ١٢٣/١)

نِکرائڻ - پورو ڪرڻ، اُکلائڻ ٩/١٢

نِکيدڻ - وڃوڙڻ، سوڙڻ، ظاهر ڪرڻ (س ١)

نِگُمي - بي گٽي، جنھنجم گڻ نہ ھاڃي ٣٢/١

نِگھارڻ- صاف ڪرڻ، پاڪ ڪرڻ، سنوارڻ، سڌارڻ ٩/١٢

نِگِيا- نِڪتا (ڪ ١٧)

نِگُڙ- نڪرڻ (ماضي-نِڳيو) ١/٢ ٢/٧ ١٣/١٢ ١٨/٢ ٣١/٦-٣ (ب) (ح ٥-٧-١١)

نِلو- خلاصو، خاص، رڳو، فقط ٢٣/١ ٢٥/٢

نَمر- ف آلاڻ، هَريائي، گِهم ٩/٩ آلو، پُسيل ١٨/٧

نُما- ف ظاهرآئي، ڏيکر ١٦/١

نِمرودي- ڪافرجو، شيطاني ٦/٧

نَمل- قرآن جي ٢٧ سوُر ٣١/١٠

نِمڻ- نِوڙڻ، جُهڪڻ، نياز ڪرڻ ٢/٨

نمود- ف ظاهر، ڏسجڻ ٢١/٩ (د ١١٣/٢)

نِندا- گلا (س)

نِندي- بدنام (س ا)

نَنڍ- ناهر، نڌيان، گهر ٢١/٩

نِنڌڪ- نِرجي، خراب، بدنام ١٠/٦

نِنڌڻ- ڪٽڻ، پيڙڻ ٣/٢

ننگر- لنگر ٣/٢

نِنڊ- رُئڻ، پِنڊڻ ٢١/٤

نِنمڻ-نمڻ، ڪنڌ جهڪائڻ ٢/٦

نِوارڻ- روڪڻ، هٽائڻ (س ا)

نواز- ف نوازيل، سرفراز ٣/٦

ن والقلم وما يَسطرون- قرآن مان- يعني قسم آهي قلم جو ۽ جيڪي لکن ٿا ٣١/١٠

نوازڻ- سرافراز ڪرڻ، انعام ڏيڻ، خوش ڪرڻ ٢/٨ (د ٧٦/٢)

نِواس- واسو، بيهڪ (س ا)

نِواسو- پوٽو، ڌيءَ جو اولاد (ث ١-٢)

نِوالا - ف لقما، گرنهن ٣٠/٢

نؤبت - ف وارو، نغارو (ث ١)

نؤبهار - ف خوش (د ١٧٠/٦)

نوچ - نوڙت، نياز، نماڻائي ٣٠/٢

نؤح - حضرت نوح نبي جنهن طوفان ۾ خلق ٻيڙيءَ تي چاڙهي بچائي ٣/٥

نوحہ گر - ماتم يا زاري ڪندڙ، روئندڙ، رڙندڙ (ث ٢)

نؤڏو - سِسيءَ لتل ڏڙ، نيزو ٨/٣

نؤر - قرآن جي ٢ سؤر ٣١/١٠ (د ٢٥/٦)

نؤرا - زالن جي پيرن جا زيور (د ٨٢/٣ ١٦٢/٥)

نؤرالبصر - ف نور چشم، اکين جي روشنائي (ث ١)

نؤراني - نؤر مان پيدا ٿيل، ماڪ ٢/٥

نؤرسين - اکين سان، چشمن سان ٣١/١١

نؤرعين - ع اکين جو نور، نور چشم، پٽ، اولاد (ث ١)

نؤرئي، نؤرئين - نالو گندرئي جو جنهن تي ڄام تماچي عاشق هو ٣٥/١

نؤري - نؤر وارو، نور جي پيدائش، آسماني شيءِ ٧/٤ ٢١/١ ٣٦/١

نَوشاهہ، نَوشہ - ف گهوٽ، تازو پرڻيل (ث ١)

نِوشتو - ف لکيو (ث ١)

نَوع - ع قسم، نمونو (د ٢/٣)

نَوَل - نؤجوان، بهادر، گهوٽ (ث ١)

نَوم - ع ننڊ ١٣/١

نؤند - بندي، حساب، ڪندو، دفتر ٣٠/٣

نَونهال - ف نوجوان، تازو نڪتل وڻ (ث ٢)

نؤنئن - نَو (ب)

نؤنئون - نائون (ب)

نوئي - نئون مريد، پهريون پيروويندڙ، نوڙي $\frac{٣٣}{٢}$

نَوِڙ - نِوڙڻ (د $\frac{١٠٧}{٥}$)

نوٽي - نوڙت، نياز $\frac{٣٦}{٢}$

نِهار - لِک، تفاوت، حرکت، نظر، نهارڻ $\frac{٦}{٥}$

نِهارا - نهاريندڙ، ڏسندڙ $\frac{١١}{٥}$

نِهال - خوش، تازو $\frac{١٩}{١}$ $\frac{٢١}{١٠-٢}$ $\frac{٣٠}{٢}$ (د $\frac{٨٣}{٨}$) (ث ١) تازو رکيل وڻ، تڏو (ث ١)

نِهايت - ع انتها، پڇاڙي $\frac{٦}{٥}$ $\frac{٢٠}{١}$ $\frac{٣٠}{١}$

نَهرڻ - نهيرڻ، نهن لاهڻ واري (د $\frac{١٢٢}{٢}$)

نِهُرڻ - دفن کرڻ، بند کرڻ (ث ٢)

نِهڪام - شهوت، کان آزاد (س ١)

نِهنگ - بيخوف، لاغرض، نسنگ $\frac{٣٢}{١}$

نُهنڊ - رهنڊ، رهنڊو (م $\frac{٣٨}{}$)

نَهڻ - جيتڻ، زور پوڻ، پڌڻ، ڪٽڻ، چڏڻ $\frac{٢}{٥}$ $\frac{٦}{٨}$ $\frac{٩}{٣}$ $\frac{١٣}{١٠}$ $\frac{٢٣}{١}$ $\frac{٢٥}{٤}$

نِهو - واسطو، ڳنڍ، ننگ $\frac{٢}{٥}$ $\frac{٩}{٩}$ ذات $\frac{٣٧}{٢}$

نِهوڙڻ - جيتڻ، مارڻ، ضعيف کرڻ (ث ٢)

نَهي - ع منع، خراب کم کرڻ کان روڪ، امر جو ضد $\frac{٢٤}{٦}$

نَهين - (هندي) نه $\frac{١٤}{٣}$ $\frac{٢٩}{١}$

نَئڪون - تير، تُڪا $\frac{١٩}{٣}$

نَئون کرڻ - نئون نڪتل ميوو يا آن پهريون دفعو کائڻ، وَت کرڻ $\frac{٣١}{١١}$

نَئڻ - نوڻ، لهڻ، لڙڻ $\frac{١٩}{١}$

نِيّ - پريت، ڪتياڻي (نيو = کتي) $\frac{٩}{٩}$ $\frac{١٠}{١}$ $\frac{١١}{٤}$

نِيابت - ع نائبي، خلافت، عوضگيري $\frac{٣٥}{١}$

نِيارا - نئين قسم جا، عجيب (د ٢/٣)

نيازي - نياز، نيازمندي ٢٦/١

نِيارِ - ٻاطڪي جو تڙ، چشمو، واهه ٢/٨

نياءِ - انصاف، عدل ١٩/٤ ٣٥/١

نيباهوُ - نباهيندڙ، وفاڪندڙ (ث ا)

نيّ وهاڻي - رات وهاڻي، پرڀات، آسر ٢٢/١ ٣١/١١

نيت - رسا، نوڙ ٣/٢

نِيچ - سخت، سيٽهه، دلو، گهڙو ٦/٦

نِير - پاڻي، تانگهو پاڻي ٣/٥ ٦/١ ١٨/١ ٣١/٩ (م ٦٨) (س ا) (ث ا-٢)

نيرُ - زنجير ٦/٩-٣ ٣١/٩-٥ (د ١٧/٢)

نيران - نيرن، ناشتو، صبح جو کاڌو ٣٠/٢ (د ٢٠/١)

نيرانا - ٻکيا، سواءِ کاڌي جي ٣١/٣ ٣٠/٢

نيرُ - نيش، پاڻي جي شاخ، درياهه ٦/٦

نيرنگ - ف رنگ، مکر، فريب (ث ا - ٢)

نيرو - بي معنائي لفظ نقل سان گڏ چوندا آهن (د ١٦٣/١٠)

نِيرو - نيلو، گهوڙو (م ٤٤)

نيرورتا - جنهن حالت ۾ ڪنهن سان وير وڌ نه هجي (س ا)

نَيڙ - نعيڙي نهر، واهڙ ٦/٣ (د ١٦٤/٣)

نيڙي - ويجهو، نزديڪ (س ا)

نيس - خيال، آڌما، سيخگهار ١٩/٢

نيش، نيشي - ڏند، جواني، ڪائي ١٩/٢ جهن ورهن جو أٿ، وڏو أٿ ١١/٧-٢ ڏنگ يا زخم (د ٩٧/١)

نيڪتي، نيڪيتي - ڪندا ر جو سٽين ڏينهن مائٽن ۾ اچڻ، سٿاواڙو، خوشي ٩/١٢

نِيل - ڳاڙهيتي جو ڏو عدد، ڪروڙن ۽ آربن کان ٻه مٿي، پدم، بيحد، بيشمار ١٤/٢ ٢٤/٣ گنبذ يا مُناري جي چوٽي ٣٣/٢

نِياڪون - نيلون ٣٣/٢

نين، نيڻ - اکر ١/٢ (د ١٥٩/١) (س ١)

نيڊو - دعوت ڪندڙ، اوٺهو پاڻي، دريا ٤/٣

نينهن - عشق، محبت ١/١ (د ٢/٤)

نيو - جاء (س ٢)

نيوا - هيٺانهون، نشيب، (س ٢)

نيهه - عشق، پاڻي جو نيهه، حڪم، اختيار ٤/٦ ڏاندن جي پاڃاري (م ٣٢-٤٤)

## و

وات وڄائڻ - اڄائي ٻڪ ٻڪ ڪرڻ، بيهوده ڳالهائڻ (د ١٤/١)

واتا - وات ۾، وات کان ١٢/٣

واتي - وات جو، وات مان، زباني (د ١٥٤/٤)

وات ٽيڻ - رستي ۾ پوڻ، پنڌ ڪرڻ، هلڻ ٩/٢

واٽاڙو - واٽهڙو، وات ويندڙ، مسافر ٢/٤

واٽڻ - ونڊڻ، وراهڻ، ڏيڻ ١/٢

واٽڻ، واٽ - ڏسڻ، وانٺڙ ٥/١

واپار - دوستي ٢٣/١

واپرائڻ - ڪم آڻڻ، ڪائڻ (ب)

واڄٽ - واڄو، ساز، باجو، نغارو ١/٢ (د ٣٥/٣)

واڄو - نغارن جو وڄڻ، آواز، گوڙ، گاج ٧/٣

واڄهه - وڏو رڇو (د ١٦٠/٥)

واجهائڻ، واجهڻ - سِڪڻ، طلب ڪرڻ، عرض ڪرڻ، بندگي ڪرڻ، نهارڻ، ڪشش يا ڪوشش ڪرڻ ٦/٩ ٩/١٢ ١٠/٧ ١٣/٢ ٣٠/١

واجهہ وجهڻ - واجهائڻ، سِڪڻ، نهارڻ ١٩/٥

واچ - پڙهڻي (س ا)

واچا - وچن، پولي، واڪ، انجام، ڳالھ ١٤/٢ ٣١/٥ واڌائي، نذر، پول ١٣/٢

واچڻ، وانچڻ - پڙهڻ، جاچڻ ١١/٥ ٣٤/١ (ح ١٠٩) (م ٧٤)

واڇ - وات جي ڪنڊ (د ٥٣/١)

واڇنيان - واڇن ۾، وات ۾ ٣٧/٢

واحد - ع هڪڙو، خدا جو نالو ١١/٥ ١٤/١

وادي - ع ماٿر، پٽ، ميدان، ميابان (ٿ ا) (ب) ٦/٦ ٣١/٤ تڪراري، جهيڙو ڪندڙ ١٥/١ لاحشي، ڳهڻ ڳالهائڻ (س ا)

واڏا - واڏو، وڏيڪ، زياده وڏيون ٢٥/٤

واڌائي - خوشخبري، مبارڪ ٢/٥ (د ٩٧/٢)

واڌاڻو، وڌاڻو - واڌائي، شادي مبارڪ ٢٦/١ ٣١/١١

واڍ - واڍڻ، ڪوهہ ۾ پاڻي ڪڍڻ جو رسو (د ٧١/١)

واڍوڙجڻ - زخمي ٿيڻ، قتل ٿيڻ ١/٣ ١٠/٢

واڍوڙڪي - واڍوڙين جي، قتيلن جي ٢/١

واڍوڙيل - زخمي، قتيل (م ٢٣)

واذڪر ربڪ في نفسڪ - قرآن ۾ - يعني پنهنجي رب کي پنهنجي اندر ۾ ياد ڪر ٢١/٩-٥

وار - ڀيرو، ويرو، وارو، ويرم، وقت، ڪاهہ ١/٣ ٢/٤ ٦/٥ ٧/٤ ٢٨/١ ٣٦/١ (د ١٠٦/٧ ١١٢/٤ ١٦٩/١) (ٿ ا)

وارا - دامن، پناهه ٣٣/١

وارو - وارو ڪندڙ، ڦيرو ڪندڙ، سنڀاليندڙ، هڪڙي سُرهي ٻاڙ ١٠/٣-٧ ١١/٤ ١٣/٨

وار وارڻ - ٺهرايل ڏينهن يا وقت تي ڪير ڏڏ نہ وڪڻڻ (د ٧٤/٣)

وارڻ - ورائڻ، موٽائڻ، لهڻ، وري نيڻ ٩/٧ ١٣/٥

واري - وري، ورائي، موٽي ٧/٤

وارياسو - وارءِ واري زمين، ريگستان، ٿر ٧/٤

واريو - ورائي، وري (د ١٨/٣)

واريؤن وارڻ - وارٽيون وارڻ، ڏينهن مقرر ڪري ڇڏڻ، وارا ٻڌڻ ڪير نہ وڪڻڻ يا ڪپائي ڇڏڻ جا ٢٥/٤

واڙ - واڙو، لوڙهو (د ٨٧/٢)

واس - خوشبوءِ، ڌؤپ ٥/١ ١٩/٣ (س ا)

واسا - سڪر، آرام، گرڻ ٣١/٢

واسرو - آس پاس پکڙڻ بوءِ يا مرض وانگي (د ٤٣/٣ ٨٠/٦)

واسِع - ع وسيع، ڪشادو (ح ٥٢) (ب)

واسنگ، واسينگ - نانگ، وار، زلف ٢/٤ ١٩/٦ ٣٧/٢

واسڻ - واس ڌؤپ لڳائڻ، سرهو تيل لائڻ ٤/٥ خوشبوءِ اُٿارڻ يا ڏيڻ، سُرهو ڪرڻ ١٩/٣ (د ٧/٦ ٢١/٥) (ح ٥٧) (م ١١٠)

واسو - واس ڏيندڙ، ٻؤنر ١٩/٢

واس ورنيؤن - خوشبودار، سرهيون ٣/٢ ١٩/٥

واشڪروالي ۆلاتڪفرون - قرآن مان، يعني شڪر ڪريو منهنجو ۽ بيشڪر ٻا ڪافر نہ ٿيو ٤/٢

واقعو - ع واردات، حادثو (ث ا)

واڪ - وس، حيلو ٣٠/٤ ڏاڍا، گهڻا، بالڪل، بنه ١١/٦ وڄن (س ا)

واڪان - وس ڪان، وسان ٣٠/٤

واڪڻ - ڳالهائڻ ٻولهائڻ ١٣/١٠

واڪو - واڪ، حيلو سعيو، ڪوشش، همت ٩/١ رڙ، دانهن ٣٠/١

واڳ - مهار اٺ جي ١١/١ رسو، نوڙ ٢٩/١ واڳهه، جيڪو، شينهن ١٩/١

واڳجڻ - ٻڌجڻ، قابو ٿيڻ، محڪم ٿيڻ ٣٣/١

واڳڻ - واڳ وجهڻ، ٻڌڻ ١٣/٥ ٢١/٧

واگهه - جيڪو، شينهن ٩/١٠ ٢٩/١

والا - دوست، پرين ٣٣/٤

والد - ع پيءُ (ب)

والشّمس - قرآن جي هڪڙي سوُر يعني سج (د ٢٥/٢)

والضُّحيٰ - قرآن جي هڪ سوُر يعني اُس (د ٢٥/٢ ٥٧/٤)

والعصر - قرآن جي ١٠٣ سوُر جو پهريون لفظ جنهن جي پڇاڙيءَ جو لفظ صبر آهي ١/٢

والفجر وليال - قرآن جي سوُر يعني صبح ۽ راتيون (د ٢٥/٩)

والقدر خيره وشرّه من الله تعالى - يعني خير ۽ شرّ جو نهرايو خدا تعاليٰ کان آهي ٢١/١٠

والله بڪُلّ شيءِ محيط - قرآن مان - يعني خدا سڀ شيءِ کي وڪوڙيو ويٺو آهي ٩/٣

والله خير الماڪرين - قرآن مان - يعني خدا سڀني مڪر ڪندڙن مان چڱو آهي ١/٣

والله علي ڪلّ شيءٍ قدير- قرآن مان - يعني خدا تعالايٰ سڀ شيءِ تي قادر آهي ٢١/١٠

واللّه غالبٌ علايٰ امره - قرآن مان - يعني الله تعالايٰ پنهن جي امر تي غالب آهي ٢١/١٠

واللّه مع الصّابرين- قرآن مان- يعني الله صبر ڪندڙن سان شامل آهي ٢/٨

والله يدعوا اِلايٰ دارالسّلام- قرآن مان- يعني الله سلامتي ۽ آرام جي گهر ڏي سڏي ٿو يعني بهشت ڏي ٢١/١٠-٥

والي -ع سنڀاليندڙ (د ١٦٨/٥)

والّيل- قرآن جي سورۃ- يعني رات (د ٢٥/٢ ٥٧/٣)

وامّا من خاف مقام ربّه- قرآن مان - يعني اهو جو پنهن جي رب جي اڳيان بيهڻ کان ڊڄي ٿو (انهيڪي بهشت ملندو) ٦/١

وان، وانؤ- وئون، وڄ ٣/٣ (د ١٦٣/٧)

وانٺا- وانٺڙ، ونڊڙ (د ٦٧/٢)

وانٺڙ، وانٺڙو- ونڊڙ، وراهڙ ٩/٩

وانٺو- حصو، ٻهرو، ڀڪو ٩/٩

وانجيا- وانڊا، آزاد، فارغ، بي پروا، جدا، ڌار ٿيل ٢/٣

وانجهي- ونجهه وارو، ٻيڙي هلائيندڙ، وانجهي، لٽ ٢٢/٢

ونجهه هلائيندڙ، مانجهي، جوانمرد، پهلوان، وير (د ٢٩/٢ ٣٣/٣)

وانجهي ٻتر- سنڌ جو ٻُٽ (س ا)

وانچا- آنچام، ٻول، قول، واڪ ٣١/٥

وانچڙ- واچڙ، ٻڙهڙ ٣٣/١

واند- واندو، آجو، آزاد، واندگائي (د ٦٣/١)

وانڊا- واڪا، دانهون ٢٥/٣

وانڍ - ونڍ، ونڍڻ، ورڇ ( د ٦٧/٢ )

وانڍيون - ماني ونڍيندڙ شادي مهل ٧/٢-١

وانڍِ - هيڪلي جاءِ، جهنگ جو وٿاڻ، ڊورو ٢٥/٤

وانڊُ - چڙهو چانڊ ( د ٧٠/٣ )

وانڍيون - مينهون، ڳئون ؟ پيو مال ٣١/١١

وانگ - وانگي ( د ٢٥/٤ )

وانٺ، وائٺ - وات، اوت، خيال، وات ١٣/٨

وانٺو - بانٺو، جهنڊو، بيرق ٥/٢

وانٺين سرڳنڍ ( يا سرڪنڊ ) - بانٺن ۾ نڌر ڪري ڳنڍيون ڏنل، يا بانٺن ۾ سرڪنڊ يا صندل جي خوشبوءِ لڳل ٥/٢

وانٺيون - بانٺا، جهنڊيون، نشان ٥/١

وانٺن - وٺون، وچ ٢/٥

واڻ سراڻ - واڻيو سراڻ، جڳو

باهيڙو، نڌيو وڏو (م ١٤٣ ا)

واڙڻ - مڙهڻ، جوڙڻ ٢١/٩

واڙيندڙ - گڏيندڙ ١/٢

واويلا - هاءِ، افسوس، گهوڙا ٩/٤ ( ث ٢ )

واهرو - مدد ڏيندڙ، سنڀاليندڙ ١/١ ٢/٥ ٤/٤ ٣٠/١

واهڙ، واهڙو، واهڻ - درياهه جا واهڙ يا ڊورا ۽ ڍنڍون ٤/٦ ( ڪ ٢٠٨ )

واهمي - وهم وارو، ڳٽي خور ( ب )

واهندو، وهندو - واءِ لڳڻ جي موسم، أثر الهندي جو واءِ ٥/٢ ٧/٤ ٣١/٦

واهڻ - وهڻ، واهه، درياهه ( ث ١ )

واهوندا - واهندا، الهندي جو واءِ ٣١/٦

واهيت - واهپو، چارپو، نگهباني، جاسوسي ٣١/٥

واهيرو - آڪيري ۾ هڪين جي وهڻ جو وقت $\frac{11}{1}$ $\frac{37}{2}$

واءِ - جانورن جي بيماري، $\frac{3}{2}$ $\frac{9}{9}$ واهه، جڳو $\frac{23}{1}$ وئون، وچ $\frac{37}{1}$

واءِ، وان‌ءِ - وئون، وچ $\frac{13}{6}$ $\frac{19}{4}$ $\frac{21}{8}$

واءِ - وائي، ٻولي (ح ٧٩-١٠٧)

وائت، وائنٽ - وات، اوت، خيال $\frac{13}{8}$

وائڙ - اڳڙ (م ٢٨) وچائڙ (س ٢)

وائي - ٻولي، آواز $\frac{1}{1}$ (ح ٦٠)

وائي ٻوڙ - زبان درازي ڪرڻ، تڪرار ڪرڻ $\frac{2}{3}$

وائيءَ وٽڻ - اهڙي وائي ڪرڻ جنهن ۾ ماڻهو وٽي، جڳي وائي ڪرڻ $\frac{35}{1}$

وَتُ - طرف، قدر $\frac{4}{1}$

وِتُ - طاقت، سگهه، شي $\frac{4}{4}$

وِتِ - وٿي، وجهوٿي $\frac{14}{2}$

وَتا - ورتا، گڏا (م ٦٤)

وِترع هيڪڙائي، هڪ، چڙهو $\frac{30}{3}$ (ح ٧٠)

وِترا، وترو، وتري - ويڙ، وڏيڪ، گهڻا $\frac{2}{4}$ $\frac{6}{9-5}$ $\frac{9}{4}$ $\frac{13}{5}$ $\frac{19}{9}$ $\frac{29}{1}$ $\frac{34}{1}$ (ح ٢٠-٥٥-١٦١) (ب) (ع)

وَ تُعِزُّ مَن تشاءِ وَتُذِلُّ من تشاءِ - قرآن مان - يعني جنهنکي وڻيس تنهنکي عزت ڏئي ۽ جنهنکي وڻيس تنهنکي ذليل ڪري $\frac{1}{3}$ $\frac{27}{1}$

وَتو - وِيَل، ضايع $\frac{26}{1}$

و تواصو بالحقّ و تواصو بالصّبر - قرآن مان - يعني پاڻ ۾ صلاح ڪندا رهو حق سان ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪندا رهو صبر سان $\frac{18}{1}$

وِتُ - وٿي، ڏير، وياڇو، تفاوت (م ٣-٣١) (س ١-٢)

وڻاڻ، وڻاڻا - ميڙهن جا ڻان يا ڀاڻ ٦/٧ (د ١٦٠/٨)

وِڇي - جدائي، فرق، فراق (م ١٢٤)

•وَتِ - ڪنار، ڪندي، پاسو ٢٥/٢

وَتَ - آلاڻ، پوسل، ريڄه ٢٥/٣ ونڊ، وراهه، ورهاڱو، بخشش ٣٥/١ حصو، بخرو، ڀاڱو ٢/٤ (م ١٢٩) تورڻ جا وٽ يا وزن (م ١٠٨) پيچ، اڙيون، آڙتيون (م ١٢٩) لذت، سواد (م ٧٠)

وت ٿيڻ - ونڊ جڻ، وراهجڻ ٣٣/١

وَتِ سِر - سر جي عيوض، سر جي بدران ٢/٤

وٽاٿڻ - بدلائڻ، مٽائڻ، ڦيرائڻ (م ١٢٤) (س ٢)

وٿڻ - ونڊڻ، حاصل ڪرڻ، وراهڻ، ڏيڻ ١/٢ ٢/٨-٤ ٣/٣ ٣١/٨ ٣٥/١ ٣٦/٢ (د ٣٦/٤ ١٦١/٧)

وتي - ڪنارو، پاسو ٣١/٢ نديو وٽو، ڪٽوري، شراب جي پيالي ١/٢ ٢٤/٢

وٽتو - ورتو (ب)

وَجد - ع حال، مستي (ب)

وجود - ع هستي، هئڻ، جسم ٢/٥ (د ٦٠/٦ ١١٣/١)

وجه - ع مقرر ٿيل روزي، پگهار، اُجورو (د ٢٦/٤ ١١٣/١)

وجه - ع منهن، طرح، صورت، زيب، شڪل ٣٠/٣ (ب)

وجه الله - ع خدا جو منهن (د ٢٥/١)

وجودي - هستيءَ جو (د ٢١/٥)

وِڄا - هنر، هشياري، قابليت، علم يا وديا، موتي ٢/١ ٢٤/٣ ٢٧/١

وِجهل - ڏکر، گهٽتي، رئڻ راڙو (وِجهاڻ مان) ٣١/١١

وڇهلڻ - ڏکر يا ارمان
ڪرڻ، رئڻ رڙڻ، ڏکر
ڪرڻ، پريشان ٿيڻ ١٣/٩
٢٢/١ ٣٠/٢ (م ٢٤)

وڄ - وڄڻ (د ٥٠/٢)

وچ - اندر، م، منجهه ١/٢
دير ٢٣/٢ وٿي، فراق، فرق،
جدائي، ڦوڙائو، جهل ٢٥/٣
(ح ١١٨)

وچٿري - وچولي، سنئين
وات يا صراط المستقيم ٢١/١٠

وڇ پوڻ - ويڇو پوڻ، وير
پوڻ، جدائي پوڻ ٢/٢ ٦/٨
١٠/٧ ١٣/٥

وچڙال - گهوڙي جو پنڌ قدم
۾ رلو گڏ يل (د ١٣٢/٣)

وچڙڻ - رنج ٿيڻ، ناراض
ٿيڻ، منو پائڻ، چڙڻ ٣/١

وچن - انجام، وعدو، ٻول،
شرط ٣١/١

وچ وجهڻ - وچ آڻڻ، حاضر
يا ظاهر ڪرڻ، هٿ
وجهڻ ٩/٥

وچين - وچين ۾ جو وقت،
عصر ٦/١

وڇ - مينهن جو مادي ٻچو،
نندي مينهن ٦/٤

وڇار - وڇن وارو يا انهن جو
چاريندڙ ٦/٤-٥-٨

وچالو - بسترو، هنڌ (ب)

وڇڙا - وڇون، ٻاڏا ٧/١

وحدانيت - ع هيڪڙائي ٣١/١

وحدت - ع هڪڙائي،
ڪثرت جو ضد ١/١

وحده لا اله الا هو - قرآن مان -
يعني خدا هڪڙو آهي ۽ انهي
کان سواءِ ٻيو ڪو معبود
ڪونهي (د ١٦٥/١)

وحده لا شريڪ له - قرآن
مان - يعني هو هڪڙو آهي ۽
سندس ڪو شريڪ
ڪونهي، يعني خدا ١/١

وحش، وحوش - ع وحشي يا جهنگلي جانور، مرون، ڏور ٩/١ ( ح ٢٠ )

وَحْي - ع خدا جي طرفان آيل حڪم ملائڪ جي هٿان، حضرت جبرئيل ( د ١٢٦/٣ ١٥٤/٤ )

وِداع - ع موڪلاڻي، الوداع ١٩/٣ ( ب )

وِدمان - حاضر ( س ا )

وڏ - واڏ، واڏارو، وڏڻ ( د ٧٢/٥ )

وِڏ - ڄڳو ويچار ( س ا )

وِڏنانا - طرحين طرحين رستن سان ( س ٢ )

وڏاڻو - واڏاڻو، واڏائي، مبارڪ ٢٦/١

وڏاءِ - واڏارو، زيادتي ٢/٣

وڏائڻ - لاهڻ، لٿڻ ( د ٣١/١ )

وَڏڻ - هاڻڻ، جلد بند ڪرڻ، وڏائڻ، ڏيگڙيمان ڪيڻ ( د ٣٨/٥ )

وڏوڏڻ - واڏو ٿيڻ، گهٽڻو وڏڻ ( د ١٥/١ ٢٩/٢ )

وڏاندرو - وڏو، سخت، عمدو، زور وارو ٤/٦-٣ ٨/١ ٣٤/١

وِڏاڻ - ساز ١٤/١

وِڏاڻو - وڏوڙيل، ڪاوڙيل ٢٦/١

وَڏاياءِ - تنهنجي وڏائي ٦/١٠

وڏپڻ - پيداپو، ضعيفي ٤/٢

وڏ ڦُڙو - سخت مينهن ٤/٢

وڏل - وڏو، بزرگ ٢٣/١

وڏوڙجڻ - ڪاوڙجڻ، رُسڻ، ورچڻ ٤/٢ ١٣/١٢ ١٩/١-٤-٩ ٢٦/١ ڦڪڙڻ، خراب ٿيڻ ٢٣/١

وڏِيت - سبب، تفصيل، ذات جي خبرچار ٢٤/٢

وَڏُ - سبق جي جاءِ، پڙهڻ جو هنڌ، ورق پڳل ٢/٥ زخم، ڦٽ، گهاءُ ١٠/٢ ٢٥/١ ٣١/٣ ( د ٦٩/١ )

وَرُ - ڏنگ ، وڪڙ، انڪل
١/١ ١١/٣ ( د ٥٩/٥ ) مرد، مڙس،
ڪانڌ ٥/٣ ١٤/١ ( ڪ ٣٧ )
( ث ا ) پيرو، موٽ ،
مهرباني ٢/٣ ١٣/١٠ چڱو ڀلو
٣١/٨ ( ڪ ١٦ ا ) مُڙ شل ،
ڀلي ٤/٥ ٢١/٣ ٣٥/١ ( ب )
( ح ٥٨ )
وراڪڻ - وڪوڙڻ، ويڙهڻ،
قابو ڪرڻ ٥/١
وراڪو - ورُوڪڙ، فريب ٩/٧
وراڻ - سُڪر، سُڪار، وسندي
٣١/٩ ٣٥/١
ورائڻ- اُٿلائڻ پٿلائڻ( د ٨٦/٢ )
وراءِ - ف سواءِ ( س ا )
وَرَتَ - رسا ، نوڙيون ڀاڻي
ڪيڻ جون ٣١/٨
ورتڻ - ورڻ، گذارڻ ، هلڻ،
استعمال ۾ اچڻ ٢٤/٢ (س ا)
موٽي اچڻ ٩/١٢ گذرڻ ،
لڳڻ، لذت اچڻ ٥/٢

وَرِهوڻ - هٽ اچڻ، قبضي ۾
اچڻ، ڦاسڻ ٩/٥ اگهڻ،
حاضر ٿيڻ، مقابل ٿيڻ ٩/١٢
وَرجائي - وري وري ،
تاڪيد سان ( م ٢٨ )
ورجيُون- دستوري رسمون،
عادتون ( م ١٤٠ )
وِرچڻ - ڀاچڻ پُرڻ، ڦٿڪڻ،
اُٿاڻ پٿاڻ ، بي آرام ٿيڻ
٦/٢ ٣١/٤ وهڻ ٢١/٣
وِرد - ع وظيفو، ٺهرايل ڪم
٢١/١٠ ٣٠/١ ( ث ا ) ( ب )
وَرد، ع گُل ( د ٦٤/٥ )
وِرڌ - ويڙ، مخالفت (س٢)
وِرس - چوُڪ ، غلطي ٦/٣
وِرس - ورهه (هندي) ١٥/١
وِرسڻ - ڀُلڻ ١/١ ٢/١ ١٣/١٢ ( ع )
وِرسائڻ - ڀُلائڻ ، گمراهه
ڪرڻ ٩/٥
وِرڪت - دنيا کان تارڪ
( س ا )

وَرڪڻ - هوا سان اُڏامڻ ٥/٢

وِرڪَ - وڻ (هندي) ١٥/٢ ٣١/١١

ورڪا - ميڻهن، برسات (س ١-٢)

وَرم - ضروري ڪم ٩/٥

وِرمڻ - ويرم ڪرڻ، دير ڪرڻ، ترسڻ ١/٢ ١٣/١١-٦

وِرمي - آهستو (ح ١٠٢)

وَرن - رنگ، روپ، چمڪات، حالت، صورت ٧/٤-٢ ١٩/٢ ٢١/١ (ح ١٢١) (ث ١) مزا، عيش ٣٥/١

ورناءِ - ورن يا رنگ وارو، رونقدار ١٩/٣

وَرنهه - جڳو ماڻهو، سگهڙ، گهوٽ، بهادر ١/٢ ٢/٣ ٩/٥ (م ٢٨) (ث ١)

ورني - مڙس، پيارا ٦/١ ورن يا رنگ ۽ رونق واري ٧/٢

وَرڻ - موٽڻ (د ٢١/٤)

ورؤ - ماڻهوءَ جو نالو ٢٤/٤

ورود ڪرڻ - ع وارد ٿيڻ، پهچڻ، داخل ڪرڻ ٢١/٩

ورؤنهن - صحبت، اُنس، حال اورڻ، رهاڻ ٤/٢ ٩/٣ خوشي، وندر ٧/٢ (د ٧/١ ٩٤/٣ ١٦٩/٤)

ورونهڻ، وروڻجڻ، وروهڻ - سڪڻ، پنهنجي منهن گذارڻ، فڪر ۽ ڳڻتي ۾ رهڻ، وندرڻ ٧/١ ١٩/٥ (د ٣٩/١) (ڪ ٧٥)

وِرهه - ڏک، برهه، فراق، عشق ٥/٢ ١٣/٤-٢ (د ٥/٢ ٣٩/١ ١٦٣/١٠)

وريام - بهادر، پهلوان، سردار ٩/٦ ٢٥/٤ (ح ٣٦-٨٢) (ث ١) (ب)

وريتي - ور واري، مڙس واري ٩/٤

وريو - وري، موٽي (د ٣٦/٥)

وِراڻڻ - ٻه ڀيرا پڙهڻ جو ڪاڙهو (د ٧٠/١)

وِرت - ورچ (د ٨٧/٤)

وَرُ - سلوڪ، هلت، رستو، احسان، ڀلائي، عزت، لياقت ٤/٤ ٦/٢ ١٠/١ ٢٤/٣ (م ٨٩)

وِرُ - بيحيا، بدبخت، ڪمينو ٢٤/٣ ٢٥/١

وَڙاڻ - وڙول، ٻچا، ڏس ڪيڻ، پتو ڪيڻ ١٠/٢

وَڙاءِ - وڙائي، جڳائي، مناسب آهي ٦/٤

وَڙڪڻ - گهمڻ ڦرڻ ٦/١

وَڙڻ - ورڻ، گِهڙڻ (س ٢)

وَڙول - نشان، ٻچا ڳاڇا (د ١٤٨/١)

وڙهندي سر ويرئين ڪوڙ ڪسيسان ڏي - (ڏِنڪي) ويرين يا دشمن سان وڙهندي منهنجي دل خوشيءَ ڪان ڪششون ڪري ٣٢/٢

وِزن - ع تور، تورو (د ١٤٨/٥)

وَس - وسندي، وسڻ، آبادي، سک، آسودگي ٩/٢ ١٣/٥ بارش، مينهن وسڻ (د ٤٣/٣ ٨٠/٦ ٩٥/٢) مينهن تي ٽيل گاهہ (د ٧٧/٤)

وِسُ - جهان (س ١)

وِسامڻ - ٽڪجڻ، اُجهامڻ، ڏرو ٿيڻ ١٣/٩ ٣٥/١

وساند - وس، هٿ ٢/٢

وساڻي - پروس، ٻين جي وس ٣١/٥

وساءِ - وس ڪان ٩/١٣ ١١/٦

وَسائڻ - رهڻ، گذارڻ ٣٥/١

وستار - ڏيگهہ، ڪيتر (س ٢)

وسعت - ع طاقت، سگهہ (ح ١٢٨)

وَسقهم ربهم شرابا طهورا - قرآن مان - يعني ۽ هنن جو رب هنن کي پاڪ شراب پياري ٿو ٤/٦

وسڪارو- مينهن، مينهن جا ڏينهن، سانوڻ ٣١/١

وس ڪرڻ- بس ڪرڻ، جيڪي وس ۾ اچي سو ڪرڻ ٤/١

وَسڪڻ- وسڻ، وسڪو ڪرڻ (د ١٧١/٢)

وَسم- وا ساما ليا، جهاتيون ٧/٤

وُسڻ- رهي پوڻ (م ١٣٨)

وِسواس- ع ارمان، فڪر، غم، وسوسو (ث ا)

وِسوُڙي- موڳي، ڍُليل، ويسري ٢٣/١ ٢٥/٤

وَسوسو- ع شڪ، شُبهو، وهم (د ١٥٨/٢) (ب)

وسڻن- وسڻن، وسندي (م ٤٤)

وِسهه- ويساهه ڪر، قسم آهي ١٩/٩

وسيع- ع ڪشادو (ب)

وسيل- ع وسيلو ١٢/٥ ٣٣/٢

وِشن- پروردگار (س ا)

وصل، وصلت- ع وصال، ميلاپ (د ٩٠/٤ ١١٠/٧) (س٢)

وصول- ع ميلاپ، واصل، وصال (د ٩٥/٥) (ث ا)

وظيفو- ع روزي، مقرر ڪيل شي (د ١٦/٥)

وِغا- ع جنگ (ث ا)

وفي انفسڪم افلا تبصرون- قرآن ۾ آن- يعني خداتعاليٰ اوهان ۾ آهي پوءِ ڇو اوهين نٿا ڏسو ٩/٣ (د ١٤٨/٣)

وقف- ع ترسڻ (ح ١٠٦)

وقوع- ع واقع ٿيڻ (ب)

وقوف- ع واقفيت، تجويز، هنر (م ٨٧)

وِڪر- وڪار، ويڪ، عيب، بيماري، پريشاني، ارمان، فڪر، ويچار ١٩/٥ (م ١٧)

وَڪڙيون - وڪوڙيون، وراڀون (وڪڙڻ مان) ١٨/٣

وڪني - بيزار، عاجز ١٣/٦

وِڪوڙڻ - ويڪ ڪيڻ، عيب ڪيڻ (د ١٥٥/٣)

وڪيل - ع جنهن تي توڪل ڪجي، خدا جو نالو (م ٩٦)

وِڪَہ - وِهُہ، زهر (د ١٥٩/٥)

وَڪاد - خلل، رولو (س ١)

وَڪار - مال رکڻ جي جاءِ، گدام، سراءِ ٢/٥

وکر - مال، سامان ٢/٥ (ح ٢٣٣١)

وِکرو - ڏار ڏار، علحده (د ١٦٤/٢)

وِکڙي - ننڍڙي وکہ، ننڍڙو قدم ٦/٢

وَگَپ - اُن جو گاو ٤/٢ ١٠/٦ ١٣/٨ (د ١٣٥/٢) (م ٧٥)

وگر - ٻڪرين جو ميڙو، وڪر، وگهي ٢٥/٤

وِگڙڻ - بگڙڻ، ڪاوڙجڻ (م ٢٤-٢٨)

وِگند - ماڻهوءَ جو نالو، گندو، ڪمينو ٢٤/٤

وَگهڻ - گذارڻ، هُل ڪرڻ، ٻڪ ٻڪڻ، وجهڻ ٦/٦ (د ٦٦/٤)

وِگُهٽي - بي گهٽي، ٻچڙي سگهڻ واري، نياڳهي ١٣/٨

وِگهر - ڏکہ، غم ٢٦/١

وَلُ - قصور، عيب، تنگ، چل، ور، وڪڙ ١١/٦ (م ٥٣)

وَلَ - پوکہ ٢١/٧

وِلات - ولايت، ڏيساور، پاهريون ملڪ ٤/١ ٩/٩

وِلاتي - ولايتي، عمدو ١٤/١

وِلادت - ع ڄمڻ، پيدا ٿيڻ (ب)

والاڙ - ڪاهہ، ڊوڙ، سٽ، تمام جلد ١٠/٧-٥ (ڪ ٨٥)

والاڙڻ - ڪاهڻ، ڊوڙڻ، ڪاوڙجڻ ١٠/٧ ٣٠/١

ولاڙيو - ٻڪ سان، ڏيڻ
دانِ سواءِ ١٠/٧

وِلاس - خوشي، آنند (س ا)

ولايت - ع وليءَ جو درجو،
اوليائي، بزرگي، مشائخي
٣٣/١

وِلتڙ - پٽ تي موٽڻ، ڦرڻ
٢٣/١

وَلَد - ع پُٽُ ( ث ا )

وَلسوف يعطيك ربّك فترضىٰ -
قرآن مان - يعني جلدئي
تنهنجو رب تو تي عطا
ڪندو پوءِ تون خوش
ٿيندين ٧/٣ ٢١/١

وِللڙ، وِلڙڻ - ٻڦلڻ، ٻڪ
ڪرڻ، ڏري ڏري ڳائڻ
٦/٦ ٢٠/١

ولوڻ - زمين پوکڻ، کيڙڻ ٢١/٧
( م ١٦ )

ولوج - ع هيٺ لهڻ (د ١٤٧/٦)

وِلوڙو - کير ولوڙڻ ٧/٢

ول ولڙ - وڄهه ڳوڙڻ (س ا)

ولولو - ع هُلّ، هنگامو، هلچل
١٠/٧ ( ث ا - ٢ )

وِلهه - کُلي هوا، ٿڌ، ماڪ،
ڳهم ٣/٢ ٢١/١ ٣١/٣ ٢٤/١ (د ١٤٩/٥)

وَلهار - ولهه، ولر، ڏڙ، مال،
مڪان جو نالو، وليون
٧/١-٤ ( م ٩٢ )

ولهر - ولهار، وِيون، ويڙهيون
( د ٨١/٤ )

ولهرا - ولهار ۾ چَرڻ وارا (د ١٤١/٢)

وِلهو، ولهي - سُڃو، سڪٽو،
ڪنگال، خالي ٣/١-٢ ٦/٣ ١٣/٣
٢١/٩ ٢٦/١ ( د ٢/٥ ١٥٩/٥ ) (ع)

وَلَهو - ور، ڀتار، مڙس ٦/٩
١٩/١-٥ ٢٣/١

ولي - ( سرائڪي ) وري،
موٽي ٦/٣-٥

وِماس، وماسڻ، وماسجڻ -
فڪر، ڳڻتي، ڏکر، مونجهارو
٦/٥ فڪر ڪرڻ، ڳڻتي
ڪرڻ ٣/٢ ١٣/١ ٢٥/١ ٣٦/١
( د ٩٣/٣ ) ( ب )

وَماخلقت الجنّ والانس الّا ليعبدون- قرآن مان - يعني نہ خلقيو آهي اسان جن ۽ انسان سواءِ انهيءَ جي تہ بندگي ڪن ٢١/١

وماڪذّب الفواد ومارئ - قرآن مان - يعني دل ڪوڙ ڪين ڳالهايو آهي، جيڪي ڏٺائين سو چيائين (د ٢٥/١٠)

وِمَلُ- نرمل (س ٢)

وَناهڻ- وَنهہ ۾ وهارڻ، شاديءَ لاءِ سنبرڻ ٩/٣ ٣٠/٣

وَنڄ- گمان، ڪوت (ح ١١٠)

ونڄڻ- وِهائڻ، خريد ڪرڻ، سودو ڪرڻ ٤/١

ونڄهہ- پيڙهي هلائڻ جي لٺ ٥/١

ونحن اقرب اليہ من حبل الوريد- قرآن مان - يعني اسين انسان کي سندس گردن جي رڳ کان ۾

وِڄهيا آهيون ٩/٣ ١٠/٧ ٣١/٩-١ (د ١٣٨/٣) (م ٣٣)

وِندر- جبل ۽ نيءَ جو نالو ٦/٧ ٩/٣ (د ٨/٣) ورونهن، مشغولي (د ٧/١)

وِندڻ- جواهرن ۾ سوراخ ڪرڻ، جواهرن جو وهنوار ڪرڻ ٤/٣ سبڻ، پيرڻ ٣١/٥

وَنڪو- بانڪو، بهادر، پهلوان ٩/٦

وَنگ- پيچ، وڪڙ ٦/١

وِنگ، ونگائي- ڏنگائي، وڪڙ، وَرَ (د ٥٤/١) (ڪ ٣٦) (ب)

وِنگت ونگ- ڪمان وانگر ڏنگو ٣٣/١ (ڏنگي)

وِنگڙو، ونگڙي- ڏنگڙو، ورن وڪڙن وارو ٢/٥ بچڙو، نياڳو، ڏنگو ١٣/٨ ٢٦/١ (ڪ ٦٦)

وِنگڙي- ٻرانگهہ (م ٢٨)

ونگڻ - ونگ، وڄڻ، ڏانوڻ وڃڻ، رڃي سان ٻڌڻ ۱۱/۱ ۱۳/۱۱ ۲۱/۲ (س ۱-۲)

وِنگو، ونگي - ڏنگو ۳/۲ ۶/۴ ۱۱/۶ ۱۳/۸ ۲۶/۱ ۳۰/۲ (ڪ ۴۰) (س ۲) (ع)

وِنگيسڱو - وينگس، خوبصورت، سهڻو، سينگاريل ۱۹/۱

وَنو - ٻنو، گهوٽ (ث ۲)

وِنهُر - ڪنڌار جو لڪي وهڻ (ث ۱)

ونئن - وئون، وڃ ۲/۵ ۳۶/۱

ونئي، ونيون - ڪنڌار ۱۸/۲ (ث ۲) اکين جي تارن ۾ ماڻهو ۳۰/۱ (د ۲۵/۶ ۴۳/۱)

ونءَ، وناهر - نقصان، خوف ۶/۵ اي ونءَ، اي درختو ۱۰/۳

ونءَ جو - ونءَ، درخت ۳۱/۱۱

وڻاڄ - وکر، واپار، سوداگري، مال ۳/۱

وڻاڄڻ - وڪامڻ، واپار ۾ ڪاهجي وڃڻ (م ۱۰۱)

وڻراهڙ - جتي وڻ گهڻا هجن، وڻڪار ۱۰/۳

وَڻڪ - رنگ ۴/۱ ۱۹/۳ قسم، وقت ۳۷/۱

وڻڪار - جبل ۾ ٽبي ۾ مڪان جو نالو ۹/۴

وِڻواند - ڪميڻي، نڪمي، اجائي، ضايع ۲۴/۱ ۲۶/۱ (ح ۸۰)

وڻڻ - خوش ٿيڻ، راضي ٿيڻ ۴/۳

وَوڙ - نهار، ويجهڙائي ۲/۴

ووڙڻ - گولڻ، ڳجهائڻ، ورنهن ڪرڻ ۱/۴ (م ۱۳۵)

ووڪ - رڙ، ڏانهن، ڪوڪ ۱۰/۱

ووء، ووء ووء - واويلا، افسوس، هاءِ هاءِ، ڏکم جي ٻولي ۱۳/۱۲ (د ۲/۴ ۳۲/۱)

وِويڪ - ست ۾ اسٽ جو پيدا ٿيڻ (س ١)

وِهُر - زهر ٣/٢ ١/٢ (د ١٥٩/٥)

وَهِر - هَلُ (وهڻ مان) ٢/٣

وَهِرَ - ف واهر (د ١٠٩/٥)

وَهُر - وهڪرو، تِڪر، سمجهه، اُنهو ٤/٣ ٥/١ ٦/١ محبت، نينهن، ڪاڏو، دوستي، ڏڪر، حال ٥/٢ ٦/٣ ١٩/٤-٢ عادت، خيال ٢٦/١

وِهاڻڻ - منهجهائڻ، پوسائڻ، موڳو ڪرڻ، گهرم وجهڻ ١/٢ ١٣/٢

وهارو - واهرو، واهر ڪندڙ، مدد ڏيندڙ ٣١/٩

وِهاڳ - صبح جي راڳڻي، پرڀاتي ٢٥/١ (د ١٤٠/٤)

وِهامڻ - گذرڻ (م ٨٧)

وهانءُ - شادي، پرڻو، عيش عشرت، دنيا جو سکر ١٠/٢

وِهاڻي - سڄي رات گذرڻ ڪان پوءِ، ڏينهن پاڇاڙيءَ ۾ ٢/٥ ٦/٣ ١١/١

وهاڻيءَ - اسوءَ واري مهني ۾ ٦/٣

وِهاءُ - خريداري، مال وهائڻ ٣٤/٣

وِهائڻ - حاصل ڪرڻ، سودڻ، خريد ڪرڻ ١/٢-٢ ٢/١ (ح ١١٦-١٣٢) (م ١٠١)

وِهائو - وهائڻ وارا، واپاري، وڻجارا، سامان سوديندڙ، خريد ڪندڙ، سوداگر ٥/٣ ١٣/١٢

وَهرپوڻ - وڙهڻ، نه سماڻ، بيسحيا ٿيڻ ٣٠/٢

وَهرپئي - ڪُڏ ڪري، ڪوڏان ١١/١

وهر جڙهڻ - راهي يا روانو ٿيڻ، منزل کي پهچڻ (ب ١٠٩)

وَهَر- مهرباني، مهر ٢٣/١

وِهرُون ڪرڻ- زور ڪرڻ، متا هڻڻ، زور سان وهڻ، آرام ڪرڻ ٢٥/١

وَهڙو- نخيد وڏاند، ڏڳو ١١/١

وِهر ساع- وهر يا زهر جهڙيون ڪَڙيون ٤/٢

وِهسڻ- خوش ٿيڻ ١/٢ ٦/٧ ٧/٣ ١٣/١٢ ٢١/٥ ٣٠/٢ ٣٤/٢ (ح ١٠٨) (ع)

وِهڪڻ- مال جو ڪير ڏيڻ کان بس ڪرڻ ٧/٤

وَهلو، وهلي- جلد، سگهو ٣/١ ٤/٢٠١ ٦/١ ١٠/٦ ١٣/٨ ١٤/١ ٣٤/١ (ح ٣٦) (س ١) (ث ١)

وَهاوَر- بيزار، عاجز، تنگ ٦/٣ ١٩/٤ ٢١/٣

وَهمرع خيال، فڪر، ڳڻتي، گهنبيرائي ٩/٦ ٤/٤ ١٢/٣ ٢٣/١ (ح ١٠٣) (م ٣٣)

وهندو، واهندو- واء لڳڻ جي موسم ٥/٤ ٧/٣ جلد، سٽ (م ١٦)

وَهڻ- هلڻ، گذرڻ، وڃڻ ٣/٤-٣ ٦/٨-٧ ٢٥/٤ (د ٣٠/٣) (ب) پيڙي ٤/٥ ڳوٺ، وهندڙ پاڻي، درياهه، واهڙ ٦/٥ ٢٨/١ (ث ١)

وَهُئ، وهؤن- زالون ٦/٢ ٩/٣ ٢٣/١ ٣١/٨

وِهوڏڻ- وِهائڻ، هٽ ڪرڻ (د ١٣٠/٤)

وَهُوَ محڪم- قرآن جي آيت جو ڀاڱو- يعني خدا اوهان سان آهي (د ١٣٨/٣)

وَهيان، وهيون- سائو، آسودو، دولتمند، پريل ٤/٢ ٦/٧

وهي مٽڻ- اچي ڳڏ ٿي جاء والارڻ (ث ١)

وهيڻا، وهيڻو- وس، تعلق، اختيار ٢/٤ ٦/٥ (ح ١١٠)

وَئن - وئون، وڄ، ونڱڻ ٢/٥
٣٦/١ ( ث ا )

وِتُ - وڪر، نيڪي، هنر، علم، درياهه، جارو، چاري جي جاءِ، سبزو، پيلو ١/١ ٦/٣ ٧/٤ ١٤/١ ( د ١٥/٣ ٧١/٣ )

وياپڪ - هرجا حاضر (س ا)

وياڇڻ - اورڻ، گرهڻ ٦/٤

ويارا - ناشتا، طعام ( د ٢/٥ )

وياڄ - آل، اولاد، ٻچا ٩/٤ ٣٦/٢ ( ح ١٣٦ ) ( ث ٢ )

وياڙ - وڏيڪ، گهٽو (م ٩٠ - ١٣٨ ا) ( ث ا )

ويِٽ - وهڪ، بيهڪ ٣٠/٥

وياجهڙ - وياجهو ( م ٤٤ )

وياج - طبيب، حڪيم ٢/١

وياجائي - طبابت، دوا ڪرڻ جو هنر ٢/٢

وياچارا - نقل يا امل ڪرڻ ( د ١٥٥/٣ )

وياچڙ - وڪڙ ٤/١

وياڇو - تفاوت، وڇوٽي ( ح ٦٠ )

وياڇون - هلاڪت، تڪليف، ڏکيائي ٤/٥ فراقي، وڇڙيل، غمگين، ملول ٢٥/٤ ذرا ذرا، پرزا پرزا، جدا ٣٠/٣

ويد - طبيب، وياج (س ٢)

ويدانتي - ويدانت متي وارو، صوفي ( س ا )

ويڌ - واڌارو، زيادتي، نقصان، زور، قهر ٢/٨ ٤/٣

ويڌ، ويڌن - ڏکر، سوُر، جُٽ ( د ٦٢/١ ٦٩/١ )

وير - بهادر، پهلوان، عاقل، خدا ٤/١ ( د ٧/١ ٢٩/٣ ١٣٦/٧ ) ( ڪ ٤٧ ) ( ث ا-٢ ) ( ب )

وِير - ويرم، وقت، دير ١٤/١

وِير - سمنڊ جي وير، سمنڊ لهر ٤/٣

ويرا - هڪدم، انهيءَ وير ١٩/٩

ويراڳ - بيراڳ، حيراني، دنيا ترڪ ڪرڻ، اُداس ١٩/٤ ٢١/٢ ٣٤/٢ (د ٨/٢ ٣٠/١ (١٦٢/٦)

ويراڳڻ - بيراڳڻ، فقيرياڻي، هيڪلي ١٠/٢ ١١/٤

ويراڳي - بيراڳي فقير، تارڪ ٢١/١

ويران - نا اُميد ، دلگير (م ٣٣)

ويرم - دير، وقت ٤/٢ (د ١٣٢/١)

وِيرنات - جوڳين جو مرشد، خدا ٢١/٤

ويروتار، ويروتر - هردم، هميشه، مدام، سانده، لڳولڳ ٢/٧ ٦/٣ ١٩/٩ ٢١/٢ ٢٢/١ ٣١/١٠ (د ١٦٣/٧) (م ٦٢)

ويرون - وقت ٣١/٨

ويري - دشمن، ويرولندڙ ٢/١ ٣٠/١

وِيري - وير، نغا ڙي کوهي يا کڏ ٢٤/٢

وِيڙا - ويا (د ٢/٤)

ويڙهه - گهاٽو جهنگ، گاهه جي جاءِ، مڪان جو ڏالو ١٣/٤ ٢٠/٣ ٢٥/٣ ٣١/١ (د ١٢/٢)

ويڙهو - گهر ڪاچي اڏاوت، پاڙو ٣٤/١

ويڙهيا ڇا - ويڙهه جا رهاڪو، جهنگلي ماڻهو ٣١/١

ويڙهي جهپ - ترهه هڪڙو گوٺ ٣١/٨

ويساسي - ويساهه وارو، اعتقاد وارو (س ١)

ويسارو - ويسر وارو، غافل (م ٨٤)

ويساند - ويساهي، ماٺ، پا صبر ٣/١ ٤/٦ ٦/٩-٥ ١٣/٨ ١٤/٩

ويساهين - وسيئن - آبادي، ساهي ڪٽڻ جي جاءِ، رفيق، سنگتي ١١/٣

ويسرا - ويسر وارا، غافل ٤/١

ويسرائي - غفلت، ويسر (ع)

ويسلو - ويسارو، غافل، اوجتو (م ١٠١-١٣٥)

ويڪ - ويڇو، تفاوت، ويڪرائي، ڪشادو ميدان ١٢/٦ ٢١/٩

ويڪر - (سرائڪي) ڏسڻ ٦/٥

ويڳاڻو - بي پروا، بيخيال، غافل، نڌڻڪو، ديوانو ٤/٣ (م ٨٧ - ١٣٥) (ث ا)

ويل - ويڪرائي (ح ٦٩)

ويلا - فاقا، بکون ٣١/٥

ويلا ڪرڻ - موتون ڪرڻ، وقت اچڻ يا گذارڻ، جلد گذري وڃڻ ٦/١ دير ڪرڻ، وقت وڃڻ وڃهڻ ١١/٧

ويلو - وقت، دير ٦/٨-٥

ويلهه - ويلو، بکهه، فاقو، ولها ئي ٢٤/٣-١

ويلي - سويلي، سوير ٦

ويمو - ڊريلهه، ٻيلو، ڏمو ٤/٤

وينتيون، وينٿيون - عاجزيون، منٿون، آزيون ٤/٦ ١٤/١ ٢٤/١

وينجهار - جواهر پرکيندڙ يا اُکريندڙ، جواهري، سياڻو، عقل وارو ٤/٤ ٢٤/١ (م ٢٣)

ويندڙ يارو - جنهن جي ڪن ۾ ويندا يا زيور هجن ٢٣/١

وينگارمي - مانگر مڇ (د ٥٦/١)

وينگس - نازنين، خوبصورت زال ٣١/٣ (م ١٧)

ويڙ - خراب گالهه، مهڻو، ڏوراپو، طعنو، توڪ ٢/٨ (د ٢٦/١ ١٥٥/٣ ١٥٩/٤) (ڪ ٣٧) (ح ٢٨) (م ١١٢)

ويڙ - ويامڙ ٦/٤

ويڙان - سڌن ويڙ يا ڏوراپا ٢٢/٢

ويڙ ورائڙ - ساڳيو اکر وري چئي چڙڻ، گارجي گار ڏيڻ ٢/٨

ويهان - ويهون، ڪوڙين، گهٽيون ٦/٢

ويهت واهر - جن جي واهر ويٺي هجي، بيوس، بيواهر ٦/٣

هه

هاٻا - هوبا، هُل، پرلاءِ (م ٤٤)

هاڪ - عاقل، تجويزوارو، بهادر، هشيار ٦/٨ ١٣/٣ ١٣/٣ ١٤/١ ٣٣/٣ (م ٥١ - ٧٧) (ش ١)

هات - همت، سردست (د ١٣٠/٣)

هاج - ڪم (د ١٥٣/٣)

هاڃو - هلاڪت، عذاب، تڪليف، نقصان، حرڪت ١٢/١ ١١/٢ ١٠/٧ ١٣/١٣ ٢٥/٣

هادي - هدايت ڪندڙ، رستو ڏيکاريندڙ، حبيب، خدا جو نالو ٢/١ (د ٩/٣ ١٦٧/٥)

هار - آهار، آهن، آڌر، هاري، وهيڻي ٢٨/١ واسطي، لائق، آسري ٣١/١

هارائڻ - کيڙائڻ، پوکڻ، هارڻ جو ڪم ڪرڻ ٢/٥

هاري - نياڳهي، نادان زال، مُهجبياڻي ٦/٧-٣ ١١/٣ ٣٠/٣ ڪاهي، ماڻ (د ١٤٥/٣) (ڪ ٢٣)

هاريا - هَنيا، نادان، نياڳا، هچارا، ڪمفهم ٢/٣ (د ٣٢/٣ ٥٢/٥ ١٢٩/٣ ١٥٣/٣)

هاڙ - آرڙهر، گرميءَ جي موسم (د ٨٦/٣)

هاڙهر، هاڙهو - هشيار، چالاڪ، (م ١٨ - ٢٠)

هاڙهو - جبل جو نالو، ڳاڙهو جبل ٩/٣-١ سخت، ظالم (م ٧٦) (ڪ ١٠٠)

هاڙهي - هنئي، هڇاري (م ١٠٤١)

هاسو - هراس، ڊپ (م ٤٤)

هاشمي - هاشم جو اولاد، بني هاشم، حضرت صلعم ١/١

هاڪ - هڪل، هُل، نالو ٢/٤ ٦/٤

هاڪار، هاڪارو - هڪل، هاڪ، هل، نالو ٢/٤ ٣/٨-٥-٣

هاڪارڻ - پيڙي هلائڻ، چاڙهڻ ٣/٢

هالاري - هالار جو، هالن جو، ڳاڙهو ١٩/٢ (د ١٣٤/٧)

هالورو - لُڏندڙ، لڙڪندڙ، جهاڪو، ڏئو ١٣/٢

هامَ - خواهش، دم، دعوا، همت، خوشي، قبولداري (هام ٻرڻ) ١١/٥ (م ٧٧) (ث ١)

هانگامو - هنگامو، گوڙ، هڪاوُن، هيبتون، ڊپ ١١/١ ٣١/١

هانهر، هاهر - هوُنگار، هوُن هوُن ڪرڻ، هڪل ٣/١

هاٺوُ - چور، ڏاڙيوال، مال هڻندڙ ٢٥/٣ ٣١/٩

هاٺي - ٻيريل، لڳل، گنڍل ١٣/٣

هاوان - هوانا، افواه، هُلَ، ڳالهيون ١١/٥

هاواٺا - افواهون، عام خبرون ٦/٨

هاوي - ع دوزخ ٢٣/٣ (م ١٣٢١)

هاهاهوُ هنبيس - شور، غوغا، هنبس، هوء هوء، نهايت خوشبودار ١٩/٢

هاهرڻ - هٽڪڻ (م ٣٨)

هاهوُت - ع سلوڪ جي پنجين منزل لاهوت کان مٿي ٢١/٥

هاء - ظلم، جفا، درد ٣/٢

هانئي - زورآوري، ڏاڍ، ظلم ٣١/٣

هَڏِ ، هڏ نهن - ضرور ، اڳئي ، ڀلا ، بلڪل ، ھور ٩/٢ ١/٥ (ڪ ٨٩) (ب)

هَڏُ - ضعيف ٩/٤ رت ، ڀنهنجي ، خود سنڌن وات جي ١٣/٤ هڏو (د ٧/٩)

هَڏِ پوڻ - لڳڻ ، اثر ڪرڻ ٣/٤

هڏو - دنيا ، ڍونيد ٢١/٤

هُرَ - هور ، طلب ، تات ، اڪير ١١/٣

هَرِ - هري ، خدا ١٥/٢

هرزمان - ف هر وقت ١/٣

هَرا - تازيون ، سايون ، پنل ، سڀڪي ، هرشي ٢٠/٢

هراس - ف ڊپ ، دهشت (م ١١)

هرائي ، هرڙائي - هلڪائي ، هيٺائي ٢/٨

هرپو - وِکر ، قدم (ڪ ٧)

هُرپئون - گاهه واري زمين ٢٥/٣

هَرُپُ - ٽپو ، ٽپُ ، چال ٢/٦

هرج - ع نقصان ، تڪليف (م ٨٦)

هرجن - ايشور جو ڀڳت (س ١)

هرداسا - هروقت ، هن وقت (بلوچڪي) ١١/٧

هِردو - دل (هندي) ١٥/٢

هرڏاتي - سڀ سان مليل (س ١)

هرڙائي - هلڪائي ، هيٺائي ١٨/١ ٢/٨

هرڙو - هلڪو ، آسان (ح ١٥) (ب)

هِرڪڻ ، هِرڪڻ - طمع يا سڌ ڪرڻ ، خواهشمند ٿيڻ ٢٣/١ (د ١٢٩/٢) (م ٥٤)

هرڪيس - هر رنگ جا ، هري يا خدا جي رنگ سان رچيل ٢١/٩

هرکہ سوگہ- سکہ دکہ (س ١)

هُرلو- نخيو نار هکڙي ڏاند وارو (د $\frac{١٣٢}{٣}$)

هرنام- هرڪ جو نام، خدا جو نالو، خدا جي يادڪرڻ جو رستو $\frac{٢١}{٦}$ هندن جو سلام (د $\frac{١٢٦}{٣}$)

هُرڻ- يادا چڻ، يادپوڻ $\frac{٦}{٨}$ $\frac{٩}{١٣}$ $\frac{٣١}{٨}$ (م ١٠٠)

هُرو- هلڪو، هورو، حساب، پڇا ڳاڇا $\frac{١١}{١}$

هرهاڙيون- هڙپاتون، ڏاتون، جاڙيون، لذتون، خوشيون (م ٩٧)

هَريا، هريو- تازا، ساوا، آلا، پسيل $\frac{١٢}{٦}$ $\frac{٢٢}{١}$ $\frac{٣٦}{١}$ (ح ٤٦- ٥٤) (ب)

هَڙ- موڙي، گنڍ، گوٿري، مايو، وٿ، وساو $\frac{٣}{١}$ $\frac{٢٥}{٢}$ (ح ٨٥)

هَڙ- قلت، جيسب، تڙڻ $\frac{١٠}{١}$

هُڙهُڙ- هُش هُش، هکل، ڦِٿ (د $\frac{٨٨}{٧}$)

هَڙهر- بي انداز، گهڻا (د $\frac{٨٦}{٣}$)

هَڙبر- ف شينهن، چيتو، بهادر، خوفناڪ (ث ١)

هژده هزار- ف ارڙهن هزار، سارو عالم $\frac{٢٣}{٣}$

هزاري- قيمتي، هزار جي ملهہ جو، اعليٰ درجي وارو $\frac{٨}{٢}$ (م ٥١)

هَسائڻ- کلائڻ (ث ١)

هستي- هاٿي (س ١)

هسوار- سوار (د $\frac{٢٧}{٦}$)

هَسڻ- کلڻ (د $\frac{٣١}{٦}$) (م ٣٨) (س ١)

هُشناڪ- ف هوش وارو، ڏاهو (م ١١٩)

هِڪ- يڪ، ڇهتي، سِڪ، اُچ $\frac{٦}{٣}$ $\frac{٩}{١}$

هڪ تڪ- هڪ ڇهڙي (س ١)

هڪڙو - رکڙ (ح ٩١)

هڪ ڏاهو - هڪدم، يڪدفعي (د ۵/٢)

هَڪون - اتڪون، آڙون، روڪون، ٻُنڊيون ٣١/١

هَڪي، هڪيو - موجود، حاضر، خبردار، سنڀال وارو ٤/٦ ٣٥/١

هُڳاءُ - هل، آواز، خوشبو، هبڪار ٩/١

هڳُ - خراب دوا (د ١٤٤/٣)

هَل - هلان، ڪاهه (م ٤٥)

هُلاچو - هُلاچو، هُل، هنگامو، گوڙ ١/١ ٦/٣

هلال - ع پهرين تاريخ جو چنڊ (ح ١٤٠)

هل چل - آمد رفت ٦/٥

هُلڪارا - هُل، هڪاون، آواز (ث ١)

هُلڙ - افواهه اُڏڻ، خبر پکڙجڻ ٦/٨

هلڻهار - هلڻ وارو ٥/٢

هاڙيون - اُن جي سينگار جون شيون ٩/٢ ١١/٧

هَمّ - ع غم، ڏکر ١٨/٢ (د ١٦/١ ٢٢/٢ ١٦٣/٣)

هم آغوش - ف هڪٻئي جي ڀاڪر ۾، گڏ (ث ٢)

هماري - اسانجي، منهنجي (هندي) ٣٠/٣

هُمام - ع بزرگ ٣٣/١

هُماءِ - ف پکي جو ماڻهن ڪان پري گذاري ١١/٥ ٢٩/١ ٣٣/٣

هِمٿڻ - همت ڪرڻ، همت جهلڻ ٢٣/١

همجوار - ف همسايه، پاڙيسري، گڏ رهندڙ (ث ١)

همسون - اسان سان، هماري ساٿ (پنجابي) ٣٠/٣

همشيره - ف ڀيڻ (ث ٢)

هم نبرد - ف پاڻهه وڙهندڙ يا جنگ ڪندڙ (ث ٢)

هموار، همواري - ثابت، قائم (م ٨٤)

همه - ف سب، مڙئي، ڪل ٦/٩ ٢١/١٠-٣ ٣٠/٣ (د ٣٣/٢)

هُماک جسمي والفواد لديکم - حديث - يعني منهنجو جسم هِت آهي؛ منهنجي دل اوهان وٽ آهي ٣١/١

هَمباري - ڏولي، پالڪي، هودو (م ١٠٩)

هَنج، هنجون - لُڙڪ، ڳوڙها، رئڻ ٢/١ ١٣/٧

هنجه، هنجڙو، هنجهه - هنجه پکي ١٣/٧ ٣٣/٢ ٣٦/١ (د ٤)

هنج نيارڻ - ڏيڍ جي هنج يا ترڙي وانگر ٣٢/١

هِندُ - ف ڪارو، ڪافر، زاله ٧/٢

هندورو - پينگهو، فرحت جي جاءِ، لذت وارو ٣٣/١ ٣٥/٢ (م ١١٠)

هِندُوڪار - اندوڪار، ظلم، زبردستي، جتي هندو يا جور گهڻا هجن ٩/٢

هندول، هندولو - جهُوڏول، هندورو (س ٢)

هُنگار، هونگار، هونگر - هڪل، آواز، سال هڪارڻ جو آواز ٦/٨

هِنگلاج - جبل جو مڪان جتي هندو فقير زيارت لاءِ ويندا آهن ٢١/١-٢-٣-٤

هِنگلور - هنگلاج، هندن جي تيرٿ جي جاءِ ٢١/٨

هِندُو - ع جمع هندوءَ جو (د ١١٣/٤)

هُنئين - اُهنئين، نيٺ، آخر ٦/٨

هنيار - هيل، هن سال، هڪل ٢١/٩

هِنياري - پيار ٣٢/١

هَنيو، هَنئي - پٽ پاراتي
جو لفظ، جو رايل، ويل، گم
ٿيل، نپا گيي، مٺي (هٿڙ
مان) ١١/١ (م ٩١)

هُڙ تُڙ - اُڙ تڙ، فڪر،
گهٽتي (م ٥٣)

هٿڙ - سمجهڻ، فڪر
ڪرڻ ١٨/١ جوري ڪرڻ،
ڦُرڻ، مارڻ، زيان ڪرڻ
٤/٤ ١١/٤-١ (د ٦/٣ ٣٧/٤ ٦٩/٢)

هُو - ع هو، خدا ٢٠/١

هوا - ف حرص، هوس ٢١/٤-٢
(د ١٥٦/١)

هَوا خواه - ف دوست، عاشق
(ث ٢)

٢ هُو الله احد - (قرآن مان) خدا
هڪڙو آهي (د ١٢٨/١)

٦ هُو الله الواحد القهار - قرآن
مان - يعني الله هڪڙو ۽
زبردست آهي ٢١/١٠

هُو الحق حق - رڳو خدا آهي
ٻيو ڪو ڪونهي (د ١٢٧/١)

هوت - محبوب، عاشق،
دوست، پنهو ۾

هُود - قرآن جي ١١ سُور
جو نالو ٣١/١٠

هوڏ - محبت، ڪشش،
ڇڪ تاڻ ٣٦/٢

هوڏو - ڪاڇائو، محمل ١١/٧

هور - فڪر، گهٽتي، انتظار
٤/١ اُلڻ ڪاهر، هيبت ١٠/١
١١/٤ ١٣/٩-٣ ٢٣/١ ٣٦/١ ڪيڙت،
هلاڪي ١٣/١٢ (د ٥٩/١ ٨٣/١
١٣٨/١ ١٦٣/٤)

هورا - هور، فڪر ٢٥/١

هورو - آزاد، واندو، هلڪو
(د ٣٦/٢)

هوري - هلڪي، سوکي،
سڪڻي، بي سامان ١٠/٢

هوڙ - تڪڙو، بي صبر ٢/٨

هوش ور - ف هشيار، خبردار
(د ٨٧/٥ ١٧٠/٥)

هوڪ - هاڪ، هُل، پڪار ١٤/١

هَوۡل - ف زره جي ٽوپي ٦/٢

ع ڊپ، خوف، هيبت
٦/٢ ١٩/٤ (د ١٤٨/١) (ح ١٠٨/١)

هوُن، هوُنگ - آواز ٣١/١

هوُند - جيڪڏهن، جيڪر
٣٧/١

هوندو - جيڪي هجي،
حاضر ٢/٤ هوندوارو، هٿرو
وارو ٢/٨ ١٠/٢

هوُنگار، هوُنگر - آواز، هڪل ٦/٨

هوُنگڙيون - هوُنگارون، ٻارن
جون ٻوليون، اغون اغون
(ث ا)

هوُءِ - هُل، غوغا ١/٢ ٦/٤ هاءِ،
ظلم، جفا ٢/٣ آواز جو لڳو
لڳ اچي ٦/٤ ١١/٣

هُويدا - ف پڌرو، ظاهر،
پيدا (ب)

هَئو - هائو (د ١٢٧/٨)

هٿرو - هٿ، وڏائي، هستي
(د ٣٧/٣ ٨٥/٣ ١١٤/٢ ١١٧/٥-١)

هِيار - هيل، هن سال ٢١/٦

هيان - دل، هنيون ٦/١ ١٠/٧

هيائين - هنائين ١٣/١

هيٺ قيٺ - جُٺ قِٺ،
هيڻ (د ٢٦/١)

هيج، هيڄ - محبت، شوق،
خوشي ٦/١ ٨/٤ ٩/٣ ١٩/٢ (د ٥/٥ ١٦/١
٣٩/١ ٣٧/٣ ٣٨/١ ٧٦/٤ ٩٣/١ ٩٧/٣ ٩٩/١)
(ح ٩٩) (م ا ٨)

هيجان - هيج مان، محبت
مان، شوق مان ١

هيج هوج - هيڏي هوڏي
خيال ڪر، هٿي پاسي
حرص ڪر ٤/٦

هيچ - ف ڪي ڪين،
ڪجهه به نه ١١/٧

هيڏي - پاڪرو، ڍُهل ٤

هير- عادت، جنهن ڳالهه تي هري وڃجي، اڳيون دستور، دستوري يا معمولي ڪم ٢٥/٣ (م ٥٨) سن ويس هيئنڙ، هاڻي ٣/٢ هن سال، هيل (م ١٦)

هِير- هوا (د ٥٦/٢)

هيرڙ - هيرائڙ، عادت وجهڙ ٢/٥

هيرئون - هريل ٣٦/١

هِيس- ڏڙڪو تاب، ظلم زبردستي (د ١١٠/١)

هيڪار- هيڪرِ هڪ ڀيري ١/٣

هيڪاند- محبت، ميلاپ، ساز، وصل ٢/٦ ٩/١٣ ١١/١ ١٩/٩ (د ٩٣/٤) (ب)

هيڪاندو- گڏيل، مليل، گڏ، واصل (ب)

هيل- هير، هيئنڙ، هاڻي ٩/٩

هيهات هيهات لما توعدون- قرآن مان- يعني افسوس، ڏاڍي بري ڳالهه جيڪو انهن سان وعدو ڪيو ويو آهي ١١/٢

## ي

ياد- يادگيري (د ٣/٢ ١٦/٤ ٥٨/١) (ث ٢)

يارا- اي يار ٣/١

ياقوت- ع موتي ٢١/١

ياڪي- ياغي، نافرمان، ڦريل، فسادي ١٨/١

ياوه- ف اجايو، بيفائده، بيهودي بڪ ٦/١ (ث ١)

يثرب- ع مدينو (د ١٢/١) (ث ١)

يُجاهدون في سبيل الله- قرآن مان- يعني جو خدا جي واٽ ۾ جهاد ڪن ٣/٥

يخطف الابصار- قرآن مان- يعني اکين کي انڌو ڪري (د ٢٥/٣)

يد الله فوق ايديهم - قرآن مان - يعني خدا جو هٿ هنن جي هٿن جي مٿان آهي ١٦/٧٠ ( د ٣٤/٧ )

يرڪ - گناهه ٢١/١٠

يزيد - معاويه جو پٽ بني اُميه جو خليفو جو امامن سان وڙهيو هو ٨/١

يس - قرآن جي ٣٦ سور ٣١/١٠ ( د ٥٧/٤ ) ( ح ٢١ )

يسار - ع کٻو يا ڏائو پاسو ١٦/٧٠ ( ش ا )

يمين - ع ساڄو پاسو ١٦/٧٠ ( ش ا )

يوم يفر المرء من اخيه - قرآن مان - يعني جنهن ڏينهن ماڻهو پنهنجي ڀاءُ کان ڀري ڀڄندو يعني قيامت جي ڏينهن ٣/١

يونس - قرآن جي ١٠ سور ٣١/١٠

يَهدي الله لنوره من يشاء - قرآن مان - يعني خداتعالى جنهنکي گهري ٿو تنهنکي پنهنجي نور تائين رسائي ٿو يا هدايت ڪري ٿو ٢١/٥٠٤

## متفرقه

ڇپ ڇپ - پاڻيءَ ۾ راند ڪرڻ يا هلڻ جو آواز ( د ١٤/٦ )

ڇهڙن - ڇهڙن، هرڙا هرڙا ٢٠/١ ٢٢/٢

خُرما - ف ڪارڪ، کاجور ٢١/١٠

# غلطنامو

| صفحو | ڪالم | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|---|
| ٥ | ٢ | ٨ | آڳانجو | آڳانجهو |
| " | ٢ | ١٢ | آڳانڊو | آڳانيڊو |
| ١١ | ٢ | ١٦ | اپڇر | اپڇير |
| ٢٠ | ١ | ٩ | شانيون | نشانيون |
| ٣٠ | ١ | ١ | آغار | آغاز |
| ٣٥ | ١ | ٧ | اولٽ | اوُٽي |
| ٥٣ | ٢ | ٣ | رنگڻ | رنگن |
| ٥٦ | ١ | ٣ | گهٽڻ | گهٽن |
| ٦٠ | ١ | ١٤ | اڪار | ڀُاڪار |
| ٦٣ | ٢ | ٧ | سڪ | سيڪ |
| ٦٧ | ٢ | ٢ | لالي | لالاڇ |
| ٦٧ | ٢ | ٢١ | تن | تربيٽيءَ تن |
| ٧٨ | ١ | ١٥ | ٽِٽو ٽِٽون | ٽِٽون ٽِٽون |
| ١٠٠ | ٢ | ١٠ | ٿرهو | ڦرهو |
| ١٢٧ | ١ | ٥ | چورا ڪورا | چوَنرا ڪوَنرا |
| ١٢٨ | ١ | ١٦ | ڇهڻي | ڇهڻاڇ |
| " | ١ | ١٧ | چوني | چوناڇ |
| ١٢٩ | ١ | ١ | ڇيپاٽ | ڇيپات |
| " | ٢ | ٨ | ڇيئين | ڇيمَن |
| ١٣٠ | ١ | ١٦ | ڇانت | چانت |

| صفحو | ڪالم | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|---|
| ١٣٣ | ١ | ٣ | پڇجڻ | پُڇجڻ |
| " | ١ | ٧ | جن | جن |
| ١٣٤ | ١ | ٢ | ( ٤٧/١ ) | ( د ٤٧/١ ) |
| ١٣٥ | ١ | ١ | وحد | وجد |
| " | ١ | ٧ | ٦٥/٧ | ( د ٦٥/٧ ) |
| " | ١ | ١٧ | صاحبت | صحبت |
| ١٣٦ | ١ | ١٣ | حزفت | حرفت |
| ١٣٧ | ١ | ١٠ | اژدهام | اژدهام |
| " | ٢ | ٥ | جو | جو |
| " | ٢ | ١٨ | حڪم | حڪمت |
| ١٣٨ | ١ | ٤ | ( ث ) | ( ث ٢ ) |
| " | ١ | ٦ | | |
| ١٣٩ | ١ | ٢٠ | ج ٢٤/٢ | ح ٢٤/٤ |
| " | ١ | ٢٢ | جي | جي |
| " | ٢ | ٧ | ڪُر | ڪَرُ |
| " | ٢ | ١٧ | بعني حصرت | يعني حضرت |
| ١٤٠ | ١ | ٣ | جي | جي |
| " | ٢ | ٧ ۽ ٨ | سٽ ۾ ان "روبرو ڳالهائڻ (ح ٩ ه)" ڪيئي پڙهجين ۽ سٽ ۾ خطاب لفظ جي معناءِ سان پڙهڻ گهرجي. | |
| ١٤١ | ١ | ١ | ميافقي | منافقي |

| صفحو | ڪالم | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|---|
| ١٤١ | ٢ | ١ | نشئي | نشئي |
| " | ٢ | ٤ | (د ٤/٤) | (د ٤٠/٤) |
| " | ٢ | ١٤ | پانڻن | پانڻ |
| " | ٢ | ١٥ | پاڻهئي | پاڻهي |
| " | ٢ | ١٦ | مان مان | پاڻ مان |
| ١٤١ | ٢ | ٢٢ | (د ١٠٩/٥) | (د ١٠٩/٥) |
| ١٤٢ | ١ | ١٨، ٢١ | تعلاي | تعالاي |
| " | ٢ | ٦ | " | " |
| " | ٢ | ٣ | ح | ع |
| ١٤٣ | ١ | ٦ | ڇڏائيندر | ڇڏائيندڙ |
| " | ٢ | ١٤ | ڏانڻن | ڏانءُ |
| " | ٢ | ١٩ | حائم | دائم |
| " | ٢ | ٢٠ | مئو | سنئو |
| ١٤٤ | ١ | ٢ | (١٤/١) | (د ١٤/١) |
| " | ١ | ١٩ | (م ٤٩) | (م ٤٤) |
| " | ٢ | ٣ | مُقرب | مُقرّب |
| " | ٢ | ١٥ | سن ڏيڻ | سر ڏيڻ |
| " | ٢ | ١٩ | دُرسن | دَرسن |
| ١٤٦ | ١ | ١ | دُق | دَقُ |
| ١٤٨ | ٢ | ٢ | درو | درد |

| صفحو | ڪالم | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| ١٥٣ | ١ | ٩ | ڏوب | ڏوُب |
| ١٥٦ | ٢ | ٩ | سان | ، يا |
| ١٥٩ | ٢ | ٥ | ڏانئن | ڏانءِ |
| ١٦٢ | ١ | ١٩ | سي | ساجهه |
| ١٦٦ | ١ | ٧ | ڪي | ڪاڇھ |
| ״ | ٢ | ٢٠ | رُتَ | رُتِ |
| ١٧٢ | ١ | ١٧ | نئي | نيءِ |
| ١٧٥ | ١ | ٢٠ | مان | ڪيميا لفظ ڪڍي ڇڏيو |
| ١٨٣ | ٢ | ١٩ | آسوديون | آسوديون ٧/٢ |
| ١٩٣ | ١ | ٧ | سزا | سخرا |
| ١٩٨ | ٢ | ١٩ | (د ١٢/٥ ٥٩/٤) | (د ١٢/٥ ٣٧/٥ ٥٩/٤) |
| ٢٠٠ | ١ | ١ | سغئي | سغئين |
| ٢٠٢ | ١ | ٢٠ | سوڪ | شوڪ |
| ٢١١ | ٧ | ١٩ | شئي | شئيءَ |
| ٢١٢ | ٢ | ٢٠ | ڪتاب | ڪتاب (ع) |
| ٢١٣ | ١ | ١٠ | ٿياهون | ٿياهيون |
| ٢١٦ | ٢ | ١٩ | ع | طاس - ع |
| ٢١٩ | [illegible] | ٣ | عطّار | عطّار |
| ٢٣٥ | ١ | ٢٠ | ١٨ | ١٧ |
| ٢٣٦ | ٢ | ١٥ | ڪپُڙ | ڪپَڙُ |
| ٢٣٣ | ١ | ٢ | رني | رنج |

| صفحو | ڪالم | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| ٢٤٥ | ٢ | ١٥ | (س ا) | (س ا) سريا راڳڻيءِ جو نالو ١ |
| ٢٤٧ | ٢ | ١٤ | ڪُنب | ڪَنبِ |
| 〃 | ٢ | ١٥ | ٣٠/٩ | ٣١/٩ |
| 〃 | ٢ | ١٦ | ڪَنبيون | ڪُنبيون |
| ٢٥٣ | ٢ | ١٩ | ١٨/٠٠ | ١٧/٠٠ |
| ٢٧٤ | ١ | ١٥ | ڳنون | ڳئُون |
| ٢٧٨ | ١ | ١٠ | ٣٥/١ | ٣٤/١ |
| ٢٨٣ | ١ | ١٢ | ٣٥/١ | ٣٤/١ |
| 〃 | ١ | ١٣ ۽ ١٤ | ٢٨/١ | ٢٧/١ |
| ٢٨٤ | ١ | ٦ | لي | لاءِ |
| ٢٨٦ | ١ | ١٤ | ١٨/٠٠ | ١٧/٠٠ |
| ٢٨٨ | ١ | ٨ | ٢٨/١ | ٢٧/١ |
| ٢٩١ | ١ | ٢٠ | ٢١/١ | ٢٠/١ |
| ٣٠٢ | ١ | ٢١ | (١٦/٣ ...) | (د ١٦/٣ ...) |
| 〃 | ٢ | ٦ | ٣٠/١ | ٢٩/١ |
| ٣٠٤ | ٢ | ٦ | ١٣/٤ | ١٢/٣ |
| ٣٠٦ | ٢ | ١٦ | ٢١/٢ | ٢٠/٣ |
| ٣٠٩ | ٢ | ٤ | ٢٩/١ | ٢٨/١ |
| ٣١٠ | ١ | ١٦ | ٢١/١ | ٢٠/١ |
| 〃 | ١ | ١٩ | ٣٠/١ | ٢٩/١ |
| 〃 | ٢ | ١٨ | ٣٠/١ | ٢٩/١ |

| صفحو | ڪالم | سٽ | غلط | صحيح اکر |
|---|---|---|---|---|
| ٣١٤ | ١ | ١٣ | ٢٩/١ | ٢٨/١ |
| ٣١٥ | ١ | ١٨ | ٣٥/١ | ٣٤/١ |
| ٣١٩ | ٢ | ٥ | سي | سانجھ |
| ٣٢٠ | ٢ | ٩ | ٢٧/١ | ٢٦/٢ |
| ٣٢٣ | ٢ | ٤ | ٢٧/١ | ٢٦/١ |
| ٣٢٤ | ١ | ٢٢ | ١٣/٥ | ١٦/٠٠ ١٣/٥ |
| ٣٢٦ | ١ | ١٨ | ٢١/٦ | ٢١/٣ |
| " | ١ | ١٩ | نُسي | نُانجھ |
| ٣٢٧ | ٢ | ١٤ | نهارن | نهارڻ |
| ٣٢٨ | ١ | ١٤ | ٣٠/١ | ٢٩/١ |
| ٣٣١ | ١ | ١٢ | ١٦/١ | ١٦/٠٠ |
| ٣٣٢ | ٢ | ١٠ | ٣٦/١ | ٣٥/١ |
| " | ٢ | ١٧ | ١٣/١ | ١٢/١ |
| ٣٣٣ | ١ | ١٠ | ١٩/١ | ١٨/١ |
| " | ٢ | ٦ | ٣٧/٢ | ٣٦/٢ |
| ٣٣٤ | ٢ | ٤ | فيب | فريب |
| ٣٣٦ | ١ | ١٧ | ٣٧/٢ | ٣٦/٢ |
| ٣٣٧ | ٢ | ٢ | ١٩/٣ | ١٨/٣ |
| " | ٢ | ١٠ | ٣٧/٢ | ٣٦/٢ |
| ٣٣٨ | ١ | ١١ | ٣٠/١ | ٢٩/١ |
| " | ١ | ١٤ | ١٩/١ | ٢٩/١ |
| " | ١ | ٢١ | ٣٣/٢ | ٣٢/٢ |

| صفحو | ڪالم | سٽ | غلط | صحيح ڪري پڙهو |
|---|---|---|---|---|
| ٣٤٠ | ٢ | ٥ | ٩/٤ | ٨/٤ |
| ٣٤١ | ١ | ٢ | ٣٧/٢ | ٣٦/٢ |
| " | ١ | ٤ | ٩/٦ | ٨/٦ |
| " | ١ | ٥ | ٣٧/١ | ٣٦/١ |
| " | ١ | ١٨ | ٣٥/١ | ٣٤/١ |
| ٣٤٢ | ١ | ٩ | ٣٥/١ | ٣٤/١ |
| ٣٤٣ | ٢ | ٣ | ٩/٥ | ٨/٥ |
| ٣٤٤ | ٢ | ١٠، ١١، ١٤ | ٤/٢ | ٣/٢ |
| ٣٤٥ | ١ | ٧ | ٢١/٣ ، ٣٥/١ | ٢٠/٣ ، ٣٤/١ |
| " | ٢ | ٢ | ٩/٥ | ٨/٥ |
| " | ٢ | ١٠ | ٢١/٣ | ٢٠/٣ |
| ٣٤٦ | ١ | ٧ | ١٣/١١-٦ | ١٢/٦ ، ١٣/١١ |
| " | ١ | ١٣ | ٣٥/١ | ٣٤/١ |
| " | ١ | ١٧ | ٩/٥ | ٨/٥ |
| " | ٢ | ١٤ | ١٣/٤-٢ | ١٢/٤ ، ١٣/٢ |
| ٣٤٧ | ١ | ٢٢ | ٣٢/٢ | ٣٢/١ |
| " | ٢ | ٩، ١٤ | ٣٥/١ | ٣٤/١ |
| ٣٤٩ | ١ | ٧ | ٤/٢ | ٣/٢ |
| " | ٢ | ٢٠ | ٣٠/١ | ٢٩/١ |
| ٣٥٠ | ٢ | ٥ | ٤/٢ ، ٢١/١ ، ٣١/٣ ، ٢٤/١ | ٣/٢ ، ٢٠/١ ، ٢٣/١ ، ٢١/٣ |
| " | ٢ | ٢٢ | ٤/٢ | ٣/٢ |
| ٣٥١ | ١ | ١٢ | ٩/٣ | ٨/٣ |



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڪوٽ ڪبڙو، تعلق
رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محل
نئون ديرو، تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

**اڻ ڇپيل ڪتاب**

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) ١٩٩٥ ع
سانڙ سهس ڪجن (شاعري) 2021 ع
برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022 ع
صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

